ڪتاب جو نالو: سنڌ جي فاطمه
موضوع: سوانح عمري ۽ تاثرات
ليکڪ: © چاچا محمد علي لغاري
ڇاپو: پهريون
سال: 2010ع
ڪمپوزنگ: قربان وگهيو ۽ اجي ڪمار مڪواڻا
ڇپائيندڙ: دي سنڌ اڪيڊمي، حيدرآباد
قيمت: 100 روپيا

ڪتاب ملڻ جو هنڌ:
گهر نمبر 38_B، گوسپل هومز
نزد سونهري بُڪ لينڊ، قاسم آباد، حيدرآباد.
فون: 0300_3020447

**SINDH JEE FATIMA**

**[Biography & Condolence on Chachee Fatima Laghari]**

*By © Chacha Mohammad Ali Laghari*

Edition: First
Year: 2010
Composing: Ajay Kumar & Qurban Vighio
Published by: The Sindh Academy,
Hyderabad-Sindh, Pakistan.
Price: Rs. 100-00

# ارپنا

پنهنجن پٽن جهڙن ڀائٽين جي امڙ ميرزادي جي نالي، جيڪا جمعي جي ڏينهن ٻه وڳي، 27 نومبر 1992ع تي اسان کان جدا ٿي ويئي.

ڀيڻ ميرزاديءَ سندس پٽ ڪريم جي، 15_آڪٽوبر 1988ع تي 30 سيپٽمبر ڪيس جي سلسلي ۾ گرفتاري کانپوءِ، هميشه اداس رهندي هئي. پٽ هن جا ٻه ٻيا به آهن، پر ڪريم سان هن کي بيحد پيار هوندو هو.

ميرزاديءَ عورت هوندي به تمام بهادر قسم جي عورت هئي. پر ڪريم جي گرفتاري، ان جي شديد ٽارچر، ملاقات جو نه ٿيڻ ۽ غريبي حالت هن کي لوڙهي وڌو هو.

هُو روزانو گهر جو ڪم ڪار لاهي، چاچي فاطمه کي ساڻ ڪري، ڪڏهن ڪنهن ٿاڻي تي، ڪڏهن ڪنهن نامياري سياستدان وٽ، ڪڏهن ڪنهن سياسي مظاهري ۾ شرڪت، اِهو هنن جو روزمره جو معمول بڻجي چڪو هو. ميرزادي ۽ چاچي فاطمه کي ڀڪ هئي ته، ٻچڙا اسان کي جلدي کونه ملندا، پر انهن جي اندر ۾ هڪ ماءُ جو روح هو. ان ۾ هڪ تڙپ هئي. هڪ سِڪ هئي، هڪ سعيو هو هڪ ڪوشش هئي.

ميرزادي سچائي ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئي. هو سچي زندگي، ڏک سک ۾ چاچي فامه جو ڏِڌَ هئي، پرجهلو هئي. پنهيءَ جي تڪليف به ساڳي هئي. اميد ۽ آسرو به ساڳيو هو سِڪ ۽ وڇوڙو به ساڳيو هو.

ميرزادي ۽ چاچي فاطمہ جا ڪجهہ خواب هئا، جيڪي هر هڪ ماءُ جا هوندا آهن. ۽ اهي خواب، اُنهن ٻنهي مائرن پنهنجي اندر ۾ سانڍي رکيا هئا. هنن مائرن کي يقين هو تہ، اسان جا پٽ آزاد ٿي گهر ايندا. اسان انهن کي موٽ ۾ انهن جون شاديون ڪنديونسين، خوشي ملهائينداسين. پر افسوس، ميرزادي ماءُ، ڪريم جي آزاد ٿيڻ کان گهڻو اڳ اسان کان هميشہ جي لاءِ جدا ٿي ويئي. ڪريم کي ماءُ جي جدائي جي خبر جيل اندر ٿن ڏينهن کان پوءِ ملي سگهي.

ميرزادي! ڪريم سان ملڻ لاءِ ايتري تہ ماندي هئي جو روح پرواز ڪرڻ کان پوءِ بہ ڪريم کي ڏسڻ جي سڪ ۾ اکيون کليل هيون. ڪافي محنت کانپوءِ اکين تي هٿ ڏيئي اکين کي بند ڪيو ويو.

سندي سڪ پرين، لوڪ ڏٺي نہ لهي.
(لطيف)

الله سائين مرحومہ کي، جنت ۾ جاءِ ڏيندو ـ آمين.

ـ چاچا محمد علي لغاري

# فهرست

## تعزيتي تاثرات



## تاثراتي نوٽ

# پيش لفظ

ڊاڪٽر انور لغاري ۽ انجنيئر منور لغاري جي والده فاطمه سان منهنجيون ٽي چار ملاقاتون سندس زندگيءَ جي آخري ٻن ٽن سالن ۾ حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ ٿيون. هوءَ جيتوڻيڪ هڪ ڳوٺاڻي عورت هئي، پر شهري ۽ پڙهيل ڳڙهيل عورتن کان وڌيڪ کُليل دماغ، دلير، سچار ۽ هن ڌرتيءَ جو درد رکڻ واري ماءُ هئي. منهنجي نظرن ۾ هوءَ هڪ ماڻهو نہ پر Institution هئي. هن ذهني توڙي جسماني طور تمام گهڻيون تڪليفون ڏٺيون. خاص ڪري آخري ڏينهن ۾ ڪئنسر جهڙي مرض ۾، پر هن هر وقت، هر گهڙي هر مشڪل کي بهادريءَ سان منهن ڏنو ۽ پنهنجو Sense of Humor برقرار رکيو. هن کي آمريڪا ۾ رهندڙ ننڍي پٽ منور سان ملڻ جي ڏاڍي سِڪ رهي ٿي. منور کي آمريڪن پاسپورٽ ملڻ ۾ ويئي ٿي دير ٿيندي، جنهن ڪري هو پنهنجي والدين کي آمريڪا گهرائي نہ پئي سگهيو. پر پوءِ مونکي اهو ڏسي

خوشي ٿي تہ آمريڪن ويزا لاءِ هوءَ نہ فقط اسلام آباد تائين پهچي سگهي پر آمريڪا جو ڏگهو سفر بہ طئي ڪري واشنگٽن خيريت سان پهچي وئي. هن جا پنهنجي پٽ سان آمريڪا ۾ زندگيءَ جا آخري گذاريل ڏينهن منور لاءِ بہ هڪ وڏو Asset بنجي ويا. ڪاش هوءَ اڃا ڪجهہ وقت جيئري هجي ها ۽ نہ فقط واشنگٽن جا پر ٻين ڏورانهين رياستن جا هم وطني بہ هن جهڙي عظيم عورت سان ملي Inspiration (اُتهاس) حاصل ڪري سگهن ها. مون کي خوشي آهي تہ نيو جرسي جي فلڪ شير، سنڌ يونيورسٽيءَ جي مظهر صديقي ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سليم ميمڻ جي مائرن وانگر منور جي حب الوطن ماءُ سان بہ ملي سگهيو آهيان، جن کي پنهنجي دل ۾ هن وطن ۽ ان جي رهواسين لاءِ هميشه بي انتها درد، پيار ۽ چاهت رهي.

فاطمه لغاري نہ فقط انور ۽ منور جي امڙ هئي، پر هوءَ اسان سڀني جي ماءُ هئي، گائيڊ هئي، ٽيچر هئي. رب پاڪ شل ڪيس جنت الفردوس ۾ اعليٰ جڳهہ عطا فرمائي ۽ سندس خواب پورا ڪري، آمين

دعاگو

**الطاف شيخ**

مئرين انجنيئر / سفرناما لکندڙ

ڪوالالمپور - ملائيشيا

مهاڳ

## سنڌ جي فاطمہ واشنگٽن ۾

واجهائي وطن کي آئون جي هت مياس
تہ گور منهنجي سومرا ڪج پنهوارن پاس
ڏاڏاڻي ڏيهہ جي ڏج ولهڙين واس
ميائي جياس جي وڃي مڙهہ ملير ڏي
(شاهہ)

پهرين مئي 2008ع ۾ جيئن آئون ۽ فاطمه واشنگٽن ايئرپورٽ تان ٻاهر نڪتاسين تہ ايئرپورٽ مان ويل چيئر کي ڌڪي ٻاهر آڻيندڙ ڪاري اٽينڊنٽ معرفت منور کي ٽيليفون ڪيم، جيڪو فوري طور پهچي ويو. جنهن پنهنجي ماءُ کي ويل چيئر تان هنج ۾ کڻي گاڏي ۾ ويهاريو ان وقت شديد بيماري ۽ تڪليف جي باوجود پنهنجي جلاوطن پٽ کي ڏسڻ سان، سندس چهرو ائين ٻهڪي اُٿيو جيئن ڪنهن ماءُ کي پوٽيني جي پٽ چڙڻ کان پهرين نظر ۾، سڄي جهان جون خوشيون، مڙئي اچي مُٺ ڏيندڻون آهن. گاڏي هلندي عاليشان شهر، آسمان کي ڇهندڙ عمارتون، وڏا ويڪرا رستا، ٻنهي پاسي سامان سان ڏٽيل دڪان ڏسندي منور ماءُ کان پڇيو تہ امان توکي

ڪا شيءِ گهرجي تہ هتان وٺيو هلون. وراڻيائين تہ. هن جهان جون جوڙون ۽جنسار جوڙيندڙ رب کان جيڪي گهريم سو اڄ مليو باقي ڪابہ طلب ناهي. گهر پهچڻ سان ئي منور پنهنجن دوستن ۽ تشدد سٽيلن لاءِ ڪم ڪندڙ ۽ عالمي شهرت ماڻيندڙ سسٽر ڊيانا کي، پنهنجي ماءُ جي اچڻ ۽ بيماري بابت ڄاڻ ڏني، جن جي ڪوشش سان فاطمه کي فوري طور سيڪيورٽي اسپتال واشنگٽن ۾ داخلا ملي. ڊاڪٽرن ۽ ڊاڪٽرياڻين سنو ساٿ نڀايو ۽ سندن بهترين تعاون رهيو پر ٽيسٽن جون جيڪي رپورٽون آيون تِن اسان سيني کي ڇڙ جهوري وڌو. هن جي پِتي جي بيماري وڌي ڪينسر جي آخري شڪل اختيار ڪري ورتي، جيڪا سڄي جسم ۾ پکڙجي چُڪي هئي. ڊاڪٽر جي راءِ اها هئي تہ هاڻ مرض آخري اسٽيج تي آهي. آمريڪا ۾ علاج مشڪل آهي. ٻي ڏينهن ورجينا ۾ ڪينسر جي اسپتال هلائيندڙ ڊاڪٽر شام لال، منور کي فون ڪري چيو تہ امان کي سياڻي ئي وٺي مون وٽ پهچ. اسان ورجينيا وچي فاطمه کي ڏيکاريو. جنهن جي آخري رپورٽ بہ ساڳي هئي، تہ وقت ڪافي گذري ويو آهي ۽ هاڻ دير ٿي چڪي آهي.

فاطمه باقاعدي ڪنهن اسڪول جي پڙهيل بہ نہ هئي، پر زندگي جي اسڪول مان ڏکن ڏولاون، غمن ۽ خوشين جا سمورا سبق ڪيس ياد هئا. ان انگريزي زبان نہ سمجهندي بہ ڊاڪٽرن جي چهرن تان سموريون رپورٽون پڙهي ۽ پروڙي ورتيون هيون تہ وَٽس هاڻ زندگيءَ جا ڪي ڳاڻ ڳڻيا ڏينهن وڃي بچيا آهن. هوڏانهن منور ضد تي اڙيل هو تہ جديد دنيا جي سرواڻي ڪندڙ ترقي جي معراج تي پهتل آمريڪا ۾ ڪتي تہ اهڙي اسپتال هوندي، جيڪا سندس ماءُ جو علاج ڪري سگهي پر لطيف سائين جي چواڻي تہ:

ڦڪيون فرق ڪن، جڏهن امر ٿئي اُنهن کي.

ورجينا مان گهر موٽندي فاطمه پاڻوهہ مان پنهنجي پٽ کي ڳيراٽي پائيندي چيو تہ. گذريل ارڙهن سالن کان هر پل اها دعا هئي تہ توسان ملان، توکي پسان توکي ڳيراٽيون پائي چميون ڏيان، رب منهنجي اها آس پڄائي،

هاڻ موڪل ڏي تہ وڃي پنهنجن سان گڏجان، منور چيو تہ نہ امان ائين ڪيئن ٿيندو منهنجي ڪري تو رڳو ڏک ڏٺا آهن. هاڻ تنهنجي خدمت جو موقعو مليو اٿم. اِهو تون مون کان نہ ڪس، پاڻ آمريڪا جي ڪنهن وڏي ڪان وڏي اسپتال ۾ هلنداسين تون جلد نيڪ ٿي ويندئين. جهيڻي آواز ۾ ورندي ڏيندي چيائين تہ بس ابا ٺهيو! مهينو آمريڪا ۾ رهڻ دوران بہ اِها آنڌ مانڌ ۽ لوچ پوچ هئي تہ منور کي ڏنم هاڻي واپس هلون. ڊاڪٽرن بہ منور کي صلاح ڏني تہ پنهنجو پاڻ کي تيار ڪر تہ جيئن پنهنجي ماءُ واپس وڃڻ لاءِ تيار ٿئي، ان سموري ماحول ۾ منهنجي دل نپوڙجي ويئي، مهيني ڪانپوءِ جڏهن اسان واپس ورياسين. واشنگٽن ايئرپورٽ تي ٿورو وقت دل ملول ۽ مايوسي تي، جو هاڻي منور کان دائمي وڇوڙي جو وقت اچي ويو هو.

ڪٿا منجهہ قرار هٿا هيڪاندا سنگ ۾
ڳاهي ڳاهہ فراق جي، ڪيا ڏارنئون ڏار
نہ جاڻان پيهار ڪير ملندا ڪنهن سين.

جهاز ۾ ويهڻ ڪانپوءِ سندس چهري تي سُڪون هو مون کي چيائين تہ محمدعلي هاڻ آرام سان مرنديس، منور جي وڇوڙي مون کي نہ مرڻ تي ڏنو ۽ نہ جيئڻ. گذريل ارڙهن سالن جو هر ڏينهن هر رات مون پاهرن ٽاندن تي لچندي ۽ پچندي گذاريو. اِهو ٻڌڻ سان منهنجي دل ڏري بہ ڦاڪون ٽي پيئي، مون گهٽيل رڙ ڪندي چيو تہ "فاطمه ايئن مون کي ڪيئن ڇڏيندئين، پاڻ پنجاهہ سال هر ڏک ۽ سک جي گهڙي ۾ هڪ ٻي جا ٻانهن ٻيلي ۽ پرجهلا رهيا آهيون، انيڪ ڏينهن پاڻ گڏجي ويلا ڪاٽيا آهن. پرائين ٻنين ۾ پاڻ گڏجي محنت مزوري ڪئي تہ جيئن پنهنجا ٻئي پٽ سٺي تعليم حاصل ڪري سگهن." پٽڪيائين تہ هاڻ ٿڪجي پئي آهيان، لڙڪ لارون ڪري منهنجي ڳلن تان وهڻ لڳا، ڏنڌليل اکين جي آڏو گذريل زندگي جو هر لمحو هر پل منهنجي تصور ۾ ڦرڻ لڳو رات جي ڪنهن پهر ڍڳي گاڏي جي چيڪاٽن، انن جي گجگوڙن، ٽلين ۽ ڇنگن جا مڌر آواز ڪنين پوندا هئا، سيڪو سمجهي ونندو هو تہ اج گيهي مل جي راشن جي ڪنڊ ۽ ڪپڙو هوسڙي جي ٽيشڻ کان ڪچي اچي ڳوٺ ۾ پهتا آهن. يا وري ڪاڪي

ٺاڪومل، ڇُولي مل ۽ جيئني مل جي دڪان جو سامان ٽنڊو عالم مري ڪان ڪجهي اچي پهتو آهي. ڳوٺ ۾ اتر ڏکڻ ڪان مک بازار جنهن ۾ ويهه کن دڪان هئا. هوٽل جو رواج ڳوٺ ۾ پاڪستان ٺهڻ ڪان گهٽو پوءِ جو آهي. دڪاندار سيپئي هندو هئا. ٻه درزي گرڙا (ٻانيڙ) هئا جيڪي ڪپڙن سبڻ سان گڏوگڏ پنهنجي گهر جي اندر جوڙيل مندر ۾ پوڄا پاٺ ڪرائيندا هئا. هندن جي شادين مرادن ڪان وٺي موتي فوتي جون رسمون ۽ ٽوٽا ڦيٽا ڪندا هئا. ڳوٺ جي وچ ۾ هڪ گهر اندر شريمتي قيمت جو دڪان هئو جنهن ۾ ڏيلهن، انبن، پتائي گجرن، ساون مرچن، بصرن ۽ ليمن جو سانڌاٽو ملندو هو جنهن جي لذت بي مثال هئي، منهنجي عمر جي ماڻهن کي اڄ به ياد آهي ته شڪارپوري سانڌاٽو ان جي سواد آڏو هيچ آهي، ڇا ته ٺاهڻ واري مائي قيمت جي هٿن ۾ شيري هئي. جنهن جهڙي، سچي سنڌ گهمندي ڦرندي، اڄ ڏينهن تائين نه ملي اٿم. مائي قيمت پڪوڙا به ڪمال جا ٺاهيندي هئي. ان جي مقابلي ۾ حيدر چوڪ وٽ مشهور ڪلو پڪوڙائي جا پڪوڙا. ٻه ۽ پاڻ جيان لڳن ٿا. ان وقت جون غريب مسلمان عورتون رليون ٺاهڻ، پرت پرڻ جوئر، ٻاجهر جا سنگ لٽڻ، ڪٽڪ جو لاٻارو ڪرڻ، وونٽڻن جو چونڊو ۽ گڏ ڪرڻ، مکڻ جي ڦُٽي ڦٽي گڏ ڪري گيهه وڪڻي نياڻين لاءِ ڪپڙو لٽو ڏاج ۽ ڏيپ جوڙي زندگي جي گاڏي ڌڪڻ ۾ پنهنجي گهروارن جو ساٿ ڏينديون هيون ۽ هندو عورتون گهر اندر رهندي پنهنجي وَر ۽ خاندان کي ڪاروبار ۾ وڏو ساٿ ڏينديون هيون. اسان جا گهر بازار جي ڏکڻ واري ڇيڙي وٽ هئا. جتان ٻِئي هٿ ۾ ڪٽي اسڪول وڃڻ وقت ڪڏهن ڪڏهن خرچي طور ملندڙ لپ ٻاجهري يا ڪٽڪ جهولي ۾ جهلي ڪاڪي ٺاڪومل جي دڪان تي ڏيئي ٻه پايون وٺي اسڪول جي رسيس وقت ڪاڪي ڇُولي مل ڪان ڇٽا وٺي ڪائيندو هوس. ڪاڪو ڇولومل انتهائي خوش مزاج ۽ نرم دل هو. ٻارن ۽ وڏن سان هن جو وهنوار پيار ۽ پاٻوهه وارو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڪاڪو مستي ۾ ايندو هو ته هلندي اسڪول ۾ بئنچ جي هڪ طرف ڪان هٿ وجهي ڪلندي ٻارن کي ڌمڪائيندو هو ته "اڙي ڇٽا ونو ٿا يا ڪيرايانَو بئنچ تان"ايئن چوندي بئنچ جو پاسو مٿي ڪندو هو ۽ ٻي پاسي ڪان ٻار گهرڪي

هڪ ٻي جي مٿان اچي پوندا هئا. سڄي اسڪول ۾ استادن سميت ڪِلن جا ڪوڪريا پئجي ويندا هئا. پاڻ غريب مڙس هو چٽا وڪٽي سڄي گهر جو پيٽ پاليندو هو پر دل جو تونگر هو ڍگهو مڙس چٽن جو ٿالهه مٿي تي رکي بازار مان هوڪا ڏيندو رسيس جي وقت اچي اسڪول پهچندو هو ته پار ميڙو ڪري ويندا هئس. چَٽا وڪڻندي پري بيٺل اپالي ۽ غريب ٻار کي هڪل ڪري چوندو هو ته اڙي پري ڇو بيٺو آهين. اچ پئسا نه آهن ڇا؟ نهيو چٽا وٺ پئسا سياڻي ڏجانءِ. غربت سبب اهڙو لقاءُ اڪثر مون سان ٿيندو هو. ڪاڪي چولي وٽ نه ڪڏهن سياڻي آئي نه ڪڏهن هن گهريا ۽ نه وري مون ڏنا. اڄ ڪاڪو چولومل الائجي ڪٿي آهي؟ جيئرو آهي يا مري ويو اڄ ڏيڻ جي پهچ اٿم ته وٺڻ وارو ڪير ٿي ناهي.

ڳوٺ ۾ مک بازار ڪانسواءِ، اپرندي پاسي پور وچوٽ تي گهٽي هئي، جنهن ۾ هٽ جو هنر ڪندڙ محنت ڪش سونهڙ (واڍن) ميگهواڙن، لهارن، ڪنيارن، حجامن ۽ مڱڻهارن جا گهر ۽ گڏوگڏ دڪان هئا، احمد ڪنيار جي دڪان سان گڏ آوي هئي، مڙس همت پريو مضبوط هڏ ڪاٺ وارو هو جي ميلن ملاڪڙن ۾ ملهه وڙهي ها ته برو بر پهرئين جوڙ جو ناميارو ملهه ٿئي ها. پر هن پنهنجي ماڻناڻي ڪرت سنيالي ۽ دڪان ۾ چڪ تان لٽل ٿانوَ کي ٿپڻي سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي ٺپيندو هو. هڪ دفعي پڇيومانس "چاچا ٿانوَن کي ڇو ٺپيندا آهيو؟" جواب ڏنائين ته "ابا جي نه ٺپيانس ته هي ٿانوَ ٻه فلاڻي وڏي ماڻهوءَ جهڙو ٿي پوي. جن کي اٿارڻ ويهارڻ لاءِ ٻه نوڪر ٻانهن کان جهلي اٿارين ويهارين ٿا. جيترو ٺپبو اوترو ٿانو مضبوط ٿيندو "آئون ننڍو جوڙيندڙ آهيان ننڍي ٺپڻي تو هٿان. آڳر مٿي ڪري چيائين ته هو وڏو جوڙيندڙ آهي وڏي ٺپڻي هٽي ماڻهوءَ اندر سهپ، صبر ۽ همت ٿو پيدا ڪري، جنهن سان ماڻهوهر معاملي کي منهن ڏيو وڃي."

چيائين، "ابا سهڻي جيڪو گهڙو ڪڻي درياءَ ۾ گهڙي هئي، اهو گهڙو نڪو ٺپيل هو نڪو پڪل هو نه ته ويچاري وِيرَن وَرَ نه چڙهي ها." روائتي طرح ڪنيار پڳل تٽل هڏن کي ڳنڍڻ جو ڪم ڪندا هئا. ڪچڙي ڄار جون ڇليل ڪانيون گهاٽي ميٽ ۾ ٻوڙي بافتي جي پٽي کي ڪاريگر هٿن

سان جوڙي ناهي، جڏهن پڳل هڏ مٿان ڪشي ٻڌندا هئا تہ چند ڏينهن ۾ پنهنجي اصلي حالت ۾ اچي ويندو هو. هڏن جوڙڻ جو ڪم سومرا ڪٽي بہ ڪندا هئا. احمد ڪنڀار هڏن جوڙڻ جو شاهہ ڪاريگر هو. ان جي جوڙيل هڏن ۾ ڪڏهن بہ وَرَ ڪونہ آيو. هو نہ رڳو ڏاهپ ۽ دانائي جون ڳالهيون ڪندو هو پر چرچائي بہ واهہ جو هو. ڪڏهن ڪڏهن زبان ڪانسواءِ هٿن سان بہ چرچا ڪندو هو. چاليهن جي ڏهاڪي واري سنڌ ۾ گهٽون گهٽون پوءِ تائين بہ ڳوٺن ۾ واڍا، موچي، لوهار، ڪنڀار ۽ حجام پنهنجي ڪيل ڪِرت جو اجورو روڪ نہ وٺندا هئا. پر ٻارنهين مهيني اَن جي ڪري مان مڻ اَن جو ملندو هو جنهن ڪي اَهت چوندا هئا. مختلف ڪرن تان ايترو ان ملي پوندو هو جنهن سان سندن زندگي جو ڪاروهنوار سٺي نموني هلي پوندو هو.

هڪ دفعي احمد ڪنڀار هڪ رئيس جي ڪري تان اَهت جو اَن وٺڻ ويو جنهن تي ڏيڻ کان رئيس لنوايو. احمد چيس تہ ميان ْمڙس ٿي سچو سال تنهنجي گهر ٿانوَ پهچايا اٿم، تون اجوري جو اهت بہ نٿو ڏين. رئيس وڏيڪ آناڪاني ڪرڻ لڳو (ميان اِنهن سال ميڏا اَن گهٽ ٿيا هي ول آئيندي سال گهنين) احمد ڪٿ مان واڌڻ ڪيڍي پنهنجي طاقت جي زور تي رئيس جا هٿ پير ٻڌي ٽوٽي ۾ ٻڌل ڪاٺتي تي مڻ اَن جو توري ڳوڻ ۾ وجهي گڏهہ تي رکي چيائين تہ رئيس شاهد رهجان تنهنجو وڏيڪ داٽو بہ نہ ڪنيو اٿم. باقي پنهنجو حق ڪٽي پيو وڃان. احمد ڪنڀار ان سوڌو گڏهہ ڪاهي ڳوٺ جي چڱي مڙس رئيس آدم خان جي اوطاق تي آيو. اَن واري ڳوڻ سندس اڳيان سٽي، سچو حال احوال ڪري چيائين تہ "سائين وڏا، پنهنجو ماٺهو موڪليو ٻڌل رئيس کي ڇوڙايو نہ تہ هاڻ اڄ بک وگهي مري ويو تہ مون تي ناهي". پوءِ ڪيترا ڏينهن ان واقعي تي ڳوٺ ۾ کِلون ۽ تبصرا هلندا رهيا. ماڻهن جي ٺٺڪار ۽ ٺڪائي سبب رئيس بہ مهينا گهر کان ٻاهر نڪتو ئي ڪونہ. جڏهن ڳالهہ آئي ويئي ٿي تڏهن وڃي ماڻهن رئيس جو منهن ڏٺو.

ٻي دفعي احمد ڪنڀار گڏهہ تي چڙهي شاخ جي پٽڙي وٺيو پي آيو تہ مچاڻ شاخ تي بيٺل بيلدار جي سرڪاري رڳ ڦڙڪي اٿي، سمورو سرڪاري غيض غضب پنهنجي آواز ۾ آٽيندي، احمد کي هڪل ڪندي

چيائين، اڙي ڇٽ توکي خبر نہ آهي تہ شاخ جي پٽڙي تي گڏهہ سان هلڻ منع آهي. آئون چوان ٿو هيٺ لهي وڃ. هيٺين پاسي تہ ڪنڌين جو وڏو جهنگ هو جنهن مان هلڻ ناممڪن هو. احمد ڏاڍيون منٿون ڪيس تہ ميان اڄ ڇڏ مون کي اڳيان ضروري وڃڻو آهي، ٻيهر ڪڏهن ڪونہ لنگهندس، پر بيلدار صفا ليڪو ڪڍي بيٺو چئي تہ اصل نہ ڇڏيندس. نيٺ احمد گڏهہ تان هيٺ لٿو. بيلدار جون مروٽي ٽنگون ٻانهون ٻڌي گڏهہ تي رکي سڌو رئيس آدم خان جي اوطاق تي آيو. تماشي ڏسڻ لاءِ ماڻهن جو ميڙاڪو مچي ويو. گوڙ ۾ هوبٽي تي رئيس بہ اوطاق کان ٻاهر نڪري آيو پڇا ڪيائين تہ "ڇا جو گوڙ آهي؟ احمد هٿ ٻڌي سچو حال احوال ڪيس. چيائين تہ سرڪاري عملدار آهي، جيئن مون پاڻ پنڌ ڪري هن کي گڏهہ تي هتي پهچايو آهي، اهڙي نموني سان پنهنجن ماڻهن کي چئو تہ عزت ۾ احترام سان ڪڻي ڪٽ تي رکنس. باقي حال احوال توهان پنهنجي زباني پڇوس.

ڳوٺ جا حجام پاڪي ۾ ڪٽنچي جي ڪم کانسواءِ شادين ۾ غمين ۾ راڳا. ڦٽ ڦرڙي جي علاج لاءِ مرهم ڏيندڙ ۾ جراح هئا. جراح هجڻ سان گڏ مسلمان ڇوڪرن جون طهرون ڪندا هئا. جمعو حجام جنهن کي ڳوٺ وارا پيار مان سگريو سڏيندا هئا. هوڏانهن نواز علي فقيري رنگ جو انسان هو. سندس ڀائر برادر وارا هئا تہ حجام پر فقير ڪڏهن بہ پاڪي ۾ هٿ نہ وڌو. جڏهن بہ رمز ۾ آيو تہ گهر ۾ پيل باجو ڪڻي صوفياڻي رنگ ۾ راڳ ڳائيندو هو سندس ڪافين جا عارفانا ٻول آلو ميان جي منڙي آلاپ روح اندر ۾ پيهي ويندي هئي، راڳ تلنگ ۾ کيس وڏي مهارت هئي، پر جڏهن رات جي پوئين پهر ۾ راڳو ڇيڙيندو هو تہ سڄي ڪائنات اُيئن پاسندو هو تہ رُڪجي رڳو نواز علي فقير کي ٻڌي رهي هجي مصري شاهہ جي ڪافي جا ٻول:

سڻ وي خليفا معلم خبرون
ذوق وڃايم زيرون زبرون
پيش جزم ۾ لام ڦرهي انهي ۾ ٿياسين فارق
عشق سچو اسلام . . . . .

ڳائيندو هو تہ انساني هَٿ ناٿن سان جوڙيل مذهبي نفرتن ۾ ويچن جا سمورا ڪوٽ ۽ قلعا ڊهي اچي پٽ پوندا هئا. نواز علي فقير نہ ڪڏهن پئسن خاطر ڳايو ۽ نہ ڪڏهن هن ڪنهن کان ڪجهہ طلبيو بي عيب ذات تہ ڏٽي تعاليٰ جي آهي، پر ڪنهن بہ اک فقير جي دامن تي داغ نہ ڏٺو سدائين اکيون هيٺ ڪري پنهنجن پيرن ڏي ڏسي هلندو هو آڏ وڏائي تہ سندس پاسي کان بہ ڪانہ متي هئي، گلا ۽ غيبت کان ڪوهين ڏور، منڙو ۽ محبت وارو ماٺهو هو سندس امير توڙي غريب سڀ عزت ڪندا هئا. نواز علي فقير کي ڏسي، لطيف سائين جي هي سٽ زبان تي چڙهي ايندي هئي:

ڪونہ پڇي ٿو ذات، جو وهي سو لهي.

اڄ بہ يقين اٿم تہ هو گودڙي ۾ لال هو جيڪو گودڙي جي لينگهين ۾ چتين سبب عام جي نظر کان اوجهل هو. سندس وڏو ڀاءُ سومر فقير دنياداري وارو ماڻهو هو. ماٽنانٽو ڏنڊو ڪندو هو جنهن سان ٻنهي ڀائرن جو گهر هلندو هو. سومر حجام سير چوڙڻ سان گڏ، گهوڙن جي چٽن ۾ ڏکڻ جي اٽيل کلهن جو بہ علاج ڪندو هو.

ايرندي واري گهٽي ۾ سوٽهڙن جا بہ وڏا واڍڪا دوڪان ۽ گڏوگڏ گهر بہ هئا. انهن ۾ وڏو دڪان منومل سوٽهڙ ۽ سندس پٽ لالومل سوٽهڙ جو هو جتي پري پري کان پنهنجن ڪمن ڪارن سانگي ايندڙ گهوڙا ۾ گڏهہ بہ ٻڌندا هئا. هر ڪو ايندڙ ويندڙ منومل ۽ دڪان تي ڪم ڪندڙ سندس پٽ لالومل سان ڳالهين جا چار چونڪ بہ ڪندو هو ۽ آسي پاسي ۽ ٻين ڳوٺن جا حال احوال بہ معلوم ڪندو هو ائين ريڊيئي، ٽيليويزن ۽ اخبارن جي اَڻاٺ واري دؤر ۾ ڪاڪي منومل جو دڪان خبرن جي متا ستا جو وڏو مرڪز هو. جتي وڏا وڏا رئيس وڏيرا بہ گهوڙن تي چڙهي اچي حالي حوالي ٿيندا هئا. ٻيو منگهي مل جو دڪان بہ خبرن جو مرڪز هو. پر هن جي نوڪيل ڪٽ ۽ پينگهو ڏهاڪن تائين سلامت رهندا هئا. ان وقت ڪم مان جند ڇڏائڻ، ڳچي ۾ عيبدار ڪائي استعمال ڪرڻ ۽ ٻي نمبر ڪم ڪرڻ جو اڃا رواج نہ پيو هو. سوٽهڙن جا گهر اڄ بہ موجود آهن، منگهو مل تہ بنا اولاد جي مري

ويو منو ۽ لالو جو اولاد اڄ بہ ساڳين گهرن ۾ ساڳيو ڏنڌو ڪري ٿو. مائيتائي زمين اڄ بہ پنڌرنهن ايڪڙ موجود اٿن جنهن مان سندن گذر سنو ٿئي ٿو. سوٿهڙن جي دڪان ۽ گهرن جي آمهون سامهون علي محمد لوهار ۽ هارون لوهار جا دڪان هئا. هارون لوهار جي نهيل نپيل ڪهاڙي پري پري تائين مشهور هئي. چون ٿا تہ هو ڪهاڙي کي اهڙو پڪو پاڻي چاڙهيندو هو جو هڪ ڏڪ سان چڱي خاصي سنگهر بہ اڌ ٿي ويندي هئي. علي محمد هو تہ لوهار پر اهڙو تہ مٽيادار مڙس هو جنهن جا توريل تڪيل لفظ ۽ ڏاهپ پريا گفتا ميلن ۾ پيهي ويندا هئا. خوش مزاج اهڙو هو جو ڪلاڪن جا ڪلاڪ سندس ڪچهري ۾ ويهڻ ڪانپوءِ بہ ماڻهوءَ جي دل اٽڻ تي نہ چوندي هئي. ڪو بخشي لغاري ۾ اچي ۽ علي محمد لوهار جي ڪچهري ۾ نہ ويهي تہ سمجهبو هو تہ همراهہ هوش مان ڪُتل يا ماڻهپي مان ڳُتل آهي. مون وڏن تونگر ماڻهن کي، علي محمد لوهار سان نيازمندي سان ملندي ڏٺو. پارسي جو هينيون پهاڪو علي محمد تي نهڪي آيو هو.

تونگري بدل است نہ بمال
بزرگي بعقل است نہ بسال

اُيرندي گهٽي ۾ يوسف ۽ سانولي مڱڻهارن جا گهر هئا. شادين مرادين جي رنگ کي وڌيڪ اجارڻ لئہ دهل شرنايون ۽ مُنو ضروري سمجهيو ويندو هو. اتفاقي ڪنهن شادي مرادي ۾ دهل ۽ شرناءِ نہ وڳي تہ چوندا تہ ميان شادي هئي يا ڪانڌپو؟ مڱڻهار فقير بہ هر گهر جا خير خواهہ ۽ دعاڳو هئا. چوندا هئا تہ شل هر گهر جون اميدون ۽ آسون پوريون ٿين. سندن رزق ئي ماڻهن جي خوشين سان ڳنڊيل آهي. ست ڏينهن اڳي ڪنوار کي ونواهہ ۾ ويهاريندا هئا ۽ ست ئي ڏينهن فقير گهوٽيتن جي در تي صبح شام واڄو ڪندا هئا. غربت هئي، پئسو گهٽ هو پوءِ بہ فقيرن کي عزت سان زندگي گذارڻ جيتري گهور ملي پوندي هئي. ان ڪانسواءِ مڱڻهار فقير، سواري جي گهوڙن کي پنڌ سيکاريندا هئا. جتان بہ پئسا آمدني ٿي پوندي هئي، ڪرن تان اهت جو آن بہ سڄي سال جي گذر سفر جيترو ملي پوندو هو. چاليهہ واري ڏهاڪي ۾ ڪار ۽ بس تہ هئي ڪانہ. ان ڪري ضرورت آڏار امير غريب وٽ

گھوڙو يا گھوڙي ضرور هوندي هئي، جن کي پنڌ سيکارڻ لاءِ گھوڙن جا مالڪ يوسف فقير ۽ سانولي فقير جون خدمتون حاصل ڪندا هئا. فقير بہ جَڙي وهٽ کي پويان تختو ٻڌي جَڙ ڪيندا هئا. پوءِ تلءِ ٽڙا، انهن جي مٿان هنو رکي، تنگ چڪي پهرئين وک کڻڻ سيکاريندا هئا. جنهن کان پوءِ رلو سيکاريندا هئا جيڪو وک کان ٿورو مٿي جو پنڌ آهي. پوءِ وارو سيکاريندا هئا جنهن کي مُن بہ چوندا آهن. سٺو من هلندڙ گھوڙو ان کي چوندا هئا جنهن جي تمام تيزي ۽ تکائي ۾ سوار جي بدن کي لوڏو بہ نہ اچي. جي سوار جي هٿ تي پرپل گيهہ جو وٽو هجي پرچوهہ مُن ۾ گيهہ جو ڦڙو بہ ٻاهر نہ ڪِري. چوپاز گھوڙو بہ واهہ جا ميدان ماريندو هو ڪي ڪي شوقين هن پنڌ کي پسند ڪندا هئا. چوندا هئا تہ ليڙي بدن سان گھوڙي هلائڻ ۾ ڪهڙو مزو؟ پُٽ ۽ گھوڙا ارڏا سونهن. ٽيون پنڌ ٽپال جو آهي. جنهن کي سنڌ ۾ گھوڙن جا شوقين ميلي ملاکڙي جي ميدان ۾ اڪيلي سر هلڻ جي اجازت ئي نہ ڏيندا آهن ۽ ان کي پنڌ ئي ڪونہ سمجهندا آهن. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ دنيا ۾ ڊربي ريسن سميت مک مقابلي جي ميدانن ۾ ٽپالي گھوڙو ئي ڪارگر ليکيو ويندو آهي، جنهن جي قيمت ئي ڪروڙين ڊالر آهي ۽ بي حساب دولت ريسن ۾ ڪمائين ٿا.

اڄ ڪلهہ فقيرن جي جاءِ تي ايڪو سائونڊ تي هلندڙ گانن ۽ ڊسڪو ڊانسن ۾ خوشي ڪٿي بہ نظر نہ ايندي آهي.

ميگھواڙن جا گھر وري گهٽي جي ڏکڻ طرف کان هئا ۽ اڄ بہ آهن. ان زماني ۾ گھرن جي اڳيان بہ دڪان هئا هڪ دڪان ڦوٽي ۽ ڪاڇو جو هئو. ڦوٽو زنانين جُتين جي ناهڻ جو ماهر ۽ ڪاڇو مال جي چئوڙن کي پڪي ڪرڻ جو ماهر هو. ٻيو دڪان سارنگ جو هو جيڪو چاندي مڙهيل جتيون، مردانا سئنڊل گھوڙن جي ٽڙن، هني، تنگ ۽ تل جي وٽ تي چاندي مڙهيل چمڙو هٽندو هو ۽ چاندي مڙهيل نيٽ جا لڪڻ بہ واهہ جا ناهيندو هو. پري پري جا سَرنديءَ وارا شوقين هن جي دڪان تي ڳاهٽ پيا ٿيندا هئا. ٻنهي

دڪانن تي صفائي ۽ سلڇٽائي جو هي عالم هو جو ڪنهن وڏي وڏيري کي جتي سوڌو اندر وڃڻ جي همت نہ ٿيندي هئي. سيڪو جتي ٻاهر لاهيندو هو. ڳنڍ ٽوپي ۽ پالش لاءِ بہ جتي ٻاهران لاهي ڪاڇو کي آٽي ڏيندا هئا جيڪو ڳنڍ ٽوپ جو ڪم پڻ ڪندو هو. ڦوٽو ۽ سارنگ، صوفي رنگ جا درويش هئا، جيڪي ڏڪي ڏڪي مهل تڙ سنان ڪري يڪتارو ۽ دلو هٿ ۾ کڻي پنهنجي دڪان جي پڊر تي محمود فقير جو هي ڪلام ”هي تاريخون قيد. قيد ڪٽي آءٌ چوڙيلين ڏي ويندس چنڊ تي الو ميان“ ڳائيندا هئا تہ سڄو ماحول منڊجي ويندو هو. ايندڙ ويندڙ بي اختيار ڇڪجي اچي دڪان جي پڊر آڏو بيهندا هئا. دڪان اندر تيل جي ڏئين جي جهڪي روشني، محمود فقير جو صوفياڻو ڪلام وصل جي نويد قيد ڪٽڻ جي خبر. چنڊ تي ملڻ جو انجام، ٻڌندڙن جي دلين مان پيد پاڙ ۽ دوريون ختم ڪري، منجهن اميد جا روشن چراغ ٻاري ڇڏيندا هئا. ۽ وري جڏهن سچل سائين جي وائي:

هندو مومن ناهيان يار،
جوئي آهيان سوئي آهيان.

ڳائيندا هئا تہ جيئن سانوڻ جي مينهن کان پوءِ وڻ ٽڻ ڌوپي ڀهڪي پون، تيئن ٻڌندڙن جي دلين کي ڌوئي اڇو اجرو ڪري ڇڏيندا هئا.

امير غريب هر ڪو پيو کين چاهہ مان چاهيندو هو ۽ کين دعوت ڏيئي پنهنجين اوطاقن تي پيا محفل مچائيندا هئا. هو ڪڏهن رئيس آدم خان جي اوطاق تي تہ ڪڏهن حاجي نصير خان جي اوطاق تي ڪڏهن سيٺ گيهي مل جي پيڍي تي تہ ڪڏهن بابا سائين کين عزت احترام سان گهرائي محفل مچائيندو هو. فقير ڦوٽي ۽ سارنگ اِها عزت پنهنجي محنت ۽ اخلاق سان ڪمائي هئي. عارفانہ راڳ کي انهن ڪڏهن بہ پنهنجي رزق جو ذريعو نہ بنايو هو چوندا هئا تہ اهو پالڻهار جو پيغام آهي، جنهن لاءِ بہ پئسا وٺڻ سان ماڻهوءَ مالڪ جي نظر ۾ ڪِري پوندو آهي. چوندا هئا جي خدا آهي ۽ هو انصاف ڪندڙ بہ آهي تہ مون کي پڪ آهي تہ ڪنهن آپ گهاتي ملان جي پيٽ ۾، انهن ٻنهي فقيرن جا هندورا جنت ۾ حورون لوڏينديون هونديون.

اهڙي ئي ماحول، منهنجي ڳوٺ بخشو لغاري ۽ آسي پاسي ۾ مذهبي عقيدن ۽ ذات پات جي فَرقن کان مٿاهون ٿي انسانيت جو وکر ورهايو نہ ڪڏهن هندو مسلم فساد ٿيا نہ وري سني شيعي جو ڪو جهيڙو ٿيو عيدون برادون ۽ هوليون ڏياريون گڏجي ملهائيبيون هيون، لوڪ ناٽڪ ڏانڊين جو ناچ خوشيون جڻ آسمان مان اتر مينهن جيان اوهيرا ڪري وسنديون هيون، هولي جي موقعي تي ڪاڪو چُولومل ۽ سيٺ گيهي مل موج مستي ۾ اچي بالٽي رنگ جي ڀري بازار ۾ ڇا هندو ڇا مسلمان. هر ايندڙ ويندڙ کي پيا رنگ ۾ وهنجاريندا هئا. سڀ پيا ٺهڪ ڏيندا هئا. ڪير بہ ارهو نہ ٿيندو هو. هولي ڏياري تي هندو پنهنجي مسلمان پاڙيسري کي مٺائي ڏياري موڪليندا هئا ۽ عيدن برادن تي مسلمان کين سيوين ۽ پينهُن جا ڍاڪون ڍڪي موڪليندا هئا. ڏياري جي رات جو ڪاڪي ٺاڪومل سيٺ گيهي مل ۽ ٻين هندن جي دڪانن تي سڄي گيهہ سان ٻرندڙ ڏيئن جون قطارون بہ واهہ جي جهرمر لائينديون هيون، ان کي ڏسڻ لاءِ ننڍن وڏن جا ميڙاڪا مچي ويندا هئا. آئون بہ امان کان پَنج پايون يا وري لپ ان جي جهوليءَ ۾ جهلي ڪاڪي ٺاڪومل جي دوڪان تي ڏيئي ٽڻ مڻ يا ڳڙوڙو وٺي ڏياري يا عيد ملهائيندو هئس. عيد نمازن کان پوءِ مسلمانن سان گڏ هندو بہ پيا ڀاڪر پايو عيد مبارڪ ڏيندا هئا.

مون ۽ فاطمه جا مائٽ انتهائي غريب هئا. بابا گلڻ خان ٻڌائيندو هو تہ اسان ۽ حسن علي چار آنا تاريخ تي نئين جڙندڙ سکر بئراج ۾ گڏجي ڏلهن تي ڪاٽي ڪٽندا هئاسين. منهنجو بابا جڏهن پهراڻ لاهيندو هو تہ سندس ڪلهي تي ڏلهن جا نشان ڏسي پڇندو هومانس تہ "بابا هي ڇاهي؟ ڪِلي چوندو هو تہ واهن ۽ شاخن جي ترڪي مان مٽي جو ڏلهو ڀري مٿي بند تي اڇليندا هئاسين. ٻارنهن ٻارنهن ڪلاڪ محنت ڪري زندگي جو گاڏو گهليو اٿئون. فاطمه ڇئن پنجن سالن جي هئي تہ سندس پيءُ فوت ٿي ويو فاطمه جي ماءُ ماسي زينب تي قيامت ڪڙڪي پيئي. هر ڪنهن زباني همدردي تہ ڪئي ٿي. پرهن ڪنهن جي بہ اڳيان هٿ ٽنگڻ مناسب نہ سمجهيو. ٽن معصوم ٻچن ۽ ڏيءُ کي پورهيو ۽ محنت ڪري پالڻ لڳي. هن

ستن سالن جي وڏي پٽ احمد علي کي اسڪول موڪلڻ شروع ڪيو ۽ پاڻ اجوري تي رليون سبڻ، پرت پرڻ ڪٽڪن جا لابارا. ٽنهين جا چوندا ۽ گڏون ڪري پنهنجي اولاد کي پالڻ لڳا. فاطمه تي وقت کان اڳ پنهنجي گهر جو وزن اچي پيو. گڏن، چوندن ۽ لابارن ۾ ماءُ سان هٿ ونڊائڻ سان گڏ ننڍڙا ڀاءُر ڪڇ تي کڻي سنڀالڻ لڳي. گهر جي ڀاري سهاري ٽانوَ ۽ڪپڙا ڌوئڻ پنجن سالن جي معصوم فاطمه جي ذميواري هئي. اسان ٻنهي جي گهرن جي وچ ۾ صرف هڪ گهٽي هئي. پر مون ڪڏهن به گهٽيءَ ۾ ٻارن سان کيڏندي فاطمه کي نه ڏٺو. ڪڏهن ڪڏهن هڪ سال جي ننڍڙي ڀاءُ شوڪت کي ڪڇ تي کڻي ۽ٽن سالن جي دوست علي کي ٻانهن کان وٺي گهر جي ويجهو ڪاڪي ٺاڪومل جي دڪان تي سامان وٺڻ ايندي هئي نه ته هر وقت پنهنجي گهر جي ڪم ۾ مصروف هوندي هئي يا رليون ۽ پرت پريل چولا مالڪن کي ڏيڻ ويندي هئي. سنڌي سماج جو بنيادي اوڳڻ پٽن کي ڌيئرن تي ترجيح ڏيڻ وارو اڄ ايڪهين صديءَ ۾ ڪو گهڻو تبديل نه ٿيو آهي. ويهين صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ به اها ساڳي صورت حال وڏي شدت سان موجود هئي. ۽ اڄ به سنو ڪاڌو سنو ڪپڙو سٺي تعليم رڳو پٽن جو ئي حق ليکي وڃي ٿي. ’ڌيئر پرايو ڌن آهن‘ چئي، انهن کي گهٽ درجي تي رکيو وڃي ٿو. مردن جو حڪم مڃڻ ۾ عورت جو شان ۽ عزت ليکي وڃي ٿي. مڙس مجازي خدا آهي. ان جي تابعداري ڪرڻ واجب ۽ فرض آهي. اسان جي ڳوٺ جي صوفياڻي رنگ ڪري ان بدعتن جي شدت گهٽ هئي. محنت ڪش گهرن جون عورتون ۽ مرد، ٻنهين ٻارن ۾ صبح کان شام تائين گڏجي محنت ڪندا هئا. ورلي ڪڏهن ٻڌبو هو ته فلاڻي پنهنجي گهرواري کي مارڪٽ ڪئي آهي ته پاڙي اوڙي جون عورتون ۽ مرد هن کي ورائي ويندا هئا. ميان چٽو ٿيو آهين ڇا. ويچاري کي ڇو ماريو اٿئي. اهو ئي سماجي پريشر هو جنهن جي ڪري اسان جي ڳوٺ ۾ اهڙا واقعا قضاني ٿيندا هئا. نياڻي سياڻي جي عزت ۽ احترام سڀيئي دليون ڪندا هئا. زندگي جي عام ڪاروهنوار ۾ مذهب ذات پات ۾ ايتري غريبي جو ڪو گهڻو عمل دخل نه هو برادري فيصلن ۾ هندو مسلمان گڏجي ويهي نبيرو ڪندا هئا. سائين ماستر مولچند کي فيصلن ۾ هاسي

ڪار گهرائبو هو.

ٻي پاسي ڳوٺ جو تمام وڏو رئيس، بهادر خان پنهنجي ڏيءُ جو رشتو فاطمه جي وڏي چاچي مراد علي کي ڏنو جيڪو انتهائي غريب پر فضيلت وارو هو. اسان جي ڳوٺ جي ماحول ۾ فضيلتن کي فوقيت هئي. وڏ نندائي ۽ اجائي اڊنبر جي حالي چالي گهٽ هئي. اسان جي پاڙي گهنوراٽي وارا حاضر جواب حد درجي جا هئا ان ڪري سڀ ڪو پيو ڪچهرين لاءِ واجهه وجهندو هو. ٻنپهرن لڙيئي ٻنيءَ جو ڪم ڪار لاهي رئيس آدم خان سميت اڪثر ڳوٺاڻا اسان جي اوطاق تي ڪچهري ڪرڻ ايندا هئا. چلم هر وقت تازي ٽيل هوندي هئي. سڀ ڪو آيل ٻه ڦوڪون پري پيو زماني جون خبرون ڏيندو ونندو هو ڳالهه جي ڳاٽي کان وٺي ڪو اهڙو نڪتو نروار ڪندو هو جو ڪلن جا ٽاڙهيا پئجي ويندا هئا.

ڳوٺ جي ڏکڻ طرف ڪڏ جي ٻي پاسي شيدين جا پنج ست گهر هئا جيڪي سيئي محنت ڪش هئا. هنن جي وڏڙن کي الائجي ڪڏهن آمريڪا جي يا آفريڪا جي ڪهڙي ڪنڊ مان ڪوڙڪيون هڻي ڦاسائي غلامي جي ذلتن ۾ ڌڪيو ويو هو. هي ويچارا ائين دربدر ٿيندا، وڪامندا، عربن کان ٿي ميرن تائين غلامي جي صورت ۾ پهتا.

ميرن ۽ انگريزن جون حڪومتون ختم ٿيون، ”غلامي جون زنجيرون ته ٽٽيون، پر انهن جي مٿان غربت، بک، بيروزگاري ۽ جهالت جي ڪاري رات اڃا تائين ختم نه ٿي آهي.“

ايرندي گهٽيءِ جي وچ ۾ ۽ ڏکڻ طرف چيڙي ۾ مٽي پاٽي جا ٻه کوهه هئا جتي هندو مسلمان، عورتون ۽ مرد بنا فرق جي پاڻي ڀريندا هئا. ٻئي کوهه جوڙايل به ڪنهن الله لوڪ هندو جا هئا ۽ انهن جي ساليانو مرمت ۽ صفائي وغيره پڻ هندو ئي ڪرائيندا هئا. جنهن جو پاڻي سياري ۾ گرم ۽ اونهاري ۾ تمام ٿڌو هوندو هو.

ننڍي هوندي اسڪول جي لائبريريءَ مان ورتل آڪاٽين وارو ڪتاب اڄ وري هيئن تي هُري آيو آهي. ان ۾ هڪڙو راڪاس برڙ باڪاس خلق خدا

جي ڪي ڪاٺڻ لاءِ هر وقت آدم بوءِ آدم بوءِ ڪندو رهي ٿو. هن ڪهاڻي ڪي اڄ جي دؤر سان ڀيٽيان ٿو تہ ڪو گهڻو فرق نظر نہ ٿو اچي. ٿالن جي ٿوري ڄٽ ڄٽ سان ساڳيو ڏنڊو طالبان ۽ آدم خور ملان پيا ڪن نہ تہ پاڪستان ٺهڻ کان اڳي، انسان تہ پري رهيو پر پڪي پکڻ، جانور ۽ جيت کي مارڻ پاپ سمجهيو ويندو هو. اسان جي ڳوٺ جي مسجد جو ملان عبدالله ڏاڍو نيڪ نفس ۽ بنا فرق جي هندن، مسلمانن جو سڄڻ هو. هن اڄڪلھ جي ملن وانگر نماز پڙهائڻ جو اجورو ڪونہ ٿي ورتو. چوندو هو تہ ابا رب سائين جي رحم ڪرم جو اميدوار آهيان. پاڻ پنج روپيہ مهيني تي ٽپالي جو ڪم ڪندو هو. صبح جو سويري اسان جي اسڪول مان، استاد مولچند وٽان ٽپال کڻي ڏهہ ڪلوميٽر (6 ميل) پري ٽنڊو قيصر ۾ ٽپال جي ٿيلهي ڏيئي، اتان بخشي لغاريءَ لاءِ ٽپال جي ٻي ٿيلهي وٺي اڳئين نماز اچي ڳوٺ ۾ پڙهائيندو هو. اسان سدائين کيس ويندي ۽ ورندي وقت ڊوڙندي ڏٺو. رستي ۾ ڪٿي ساهي کڻندو هجي تہ رب کي خبر. باقي هن اڳئين نماز پڙهائڻ ۾ ڪڏهن بہ گهاري نہ وڌي. جمعي توڙي عيد نماز تي شيعا توڙي سني گڏجي نماز پڙهندا هئا. ڪڏهن ڪنهن ڪونہ پڇيو تہ ڪو تون هٿ کولي نماز ڇو ٿو پڙهين يا ٻانهون ٻڌي عبادت ڇو ٿو ڪرين.

الائجي ڪهڙو واءُ وريو جو ڳوٺ ۾ ٽرٽلو پئجي ويو. هندن جون مايون مسلمانن جي گهرن ۾ اچي، مسلمان عورتن کان روئي موڪلائڻ لڳيون، تہ ٻاهر هندو مردن ننڍين وڏن مسلمانن کان هٿ ٻڌي موڪلايو. سڀني زالين مڙسين مسلمانن انهن کي روڪيو پي تہ نہ وڃو. ان وقت منهنجي چمار ست سال هئي. اڄ بہ ياد اٿم تہ اسان جي اوطاق تي موڪلائڻ لاءِ آيل سيٺ گيهي مل، ڪاڪو ٺاڪومل، چولي مل سان موڪلائڻ وقت پنهنجي پيءُ کي انهن سان ڀاڪر پائي اوڇنگارون ڏيندي ڏٺم. منهنجو پيءُ ڏنگ مڙس هو. سڄي چمار ڪهڙي بہ تڪليف ۽ عذاب جي لڪا نہ ڏٺائين. هميشه مرڪندو رهندو هو. پنهنجي حاضر جوابي سان مرڪون ورهائيندو رهندو هو. ان ڏينهن مون هن کي صفا ٻارن وانگر روئيندي ڏٺو. وري وري تي چيائين: اڙي ٺاڪو مل، اڙي سيٺ گيها ٻيلي ڏاها ٿيو نہ وڃو پنهنجا مقام مساڻ گڏ.

پنهنجون عيدون ڏياريون ڳڻ، پنهنجا مسجد مندر ڳڻ، پنهنجا کوهہ تڙ ڳڻ، پنهنجون خوشيون غميون ڳڻ، ڇو تہ جدائي جو زخم ڏيو. گيهي مل ۽ ٻين موڪلائڻ وقت پئي چيو تہ "گلڻ خان شايد اسان جو سنڌ مان داڻو پاڻي ختم ٿي ويو آهي، پر جتي بہ هونداسين، تنهنجا قرب ۽ ڪچهريون ياد رهنديون." اِها حالت سڄي ڳوٺ ۾ هئي. رئيس آدم خان ڪان وٺي هر ننڍي وڏي روئندي ڪين پئي روڪيو پر وڇوڙي جو واءُ اهڙو تيز ۽ طوفاني هو جو روڪي نہ پي رُڪيا.

شاهہ عبداللطيف جي چواڻي:

جتي جيتريون لکيون لوهہ قلم جي،
تتي تيتريون، گهڙيون گهارڻ آئيون.
(شاهہ)

## چاچا محمد علي لغاري
حيدرآباد، سنڌ.

# يادگيريون
## (سارو ٽيون)

ٻِکي ڪِلِ نہ اُجهي، ڏُکي ڏمَرَ ناھہ.
اُگهاڙي وھاڻ، ويو ويچاري وسري.
(شاھہ)

پڇاڙي: 27 جون 2008ع جمعي جو ڏھاڙو ھو. چوڪرين نياڻين ڪيس ثواب پهچائڻ لاءِ قرآن پي پڙهيو. صبح جا سادا ڏھہ جمع جي ڏينهن جي صبح ھئي. ھن اڏو ڪاريون اکيون ڪولي مون ۾ ڏي ڏسي وري اکيون پوري وري اکيون ڪولڻ جي ڪوشش ڪئي. پڇيومانس تہ پاڻي ڏيانءِ. ائين چئي پاڻيءَ جو گلاس ۽ چمچو کڻي چمچي سان پاڻي پياريومانس تہ ھڪ چمچو پي ويئي. ٻيو چمچو ٻہ پياريومانس تہ اھو پيتائين. ايتري ۾ منهنجي ڀائٽي امير لغاري مون کي منع ڪندي چيو تہ چاچا ھاڻ وڌيڪ نہ ڏيوس. مون گلاس ۽ چمچو ٽيبل تي مس رکيو ۽ سوچيم تہ ٽشو پيپر سان ٿورو چپن کي صاف ڪريان تہ ان کان اڳ ئي پاڻ دم ڏئي حوالي ڪري ڇڏيائين. اھو 35_10 جو وقت ھو. انا لله وانا اليہ الراجعون.

# بخشو لغاري

اسان جو ڳوٺ بخشو لغاري جيڪو تعلقي ۽ ضلع حيدرآباد ۾ حيدرآباد کان اوڀر طرف ايڪيهه ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي ۽ ڳوٺ بخشو لغاري 100 سؤ کن گهرن تي مشتمل آهي، جتي لغارين سان گڏ شيدي، ڪلهوڙا، لهار، ڪنڀر، ميگهواڙ، سوٿهڙ، ڪولهي، ڀيل، ماڇي مهاڻا ۽ سيد پير رهندا آهن.

اسان جا ڀيرسن ۽ وڏي ڄمار وارا بزرگ اسان کي ٻڌائيندا هئا ته پنهنجو ڳوٺ بخشو لغاري هزار سال اڳ جو آهي ۽ بخشي لغاري ۾ جيڪو پرائمري اسڪول موجود آهي، ان کي سئو سالن کان وڌيڪ عرصو ٿيو آهي، جنهن جي تصديق پرائمري اسڪول ۾ رکيل رڪارڊ به تصديق ڪري ٿو. سنڌ جيئن ته هڪ زرعي ملڪ آهي. اهڙي طرح بخشو لغاري ڳوٺ به ان سنڌ ملڪ جو حصو آهي ۽ اُن ۾ رهندڙ ماڻهن جي گذر جو ذريعو به زراعت هئي ۽ اڄ به گذر جو ذريعو زراعت ئي آهي.

ڳوٺن ۾ ذات برادري ڀلي ساڳي هجي پر انهن ۾ ڌار ڌار خاندانن جي ڪري کين الڳ پاڙن جي نالن سان سڃاتو ويندو آهي. اهڙي طرح اسان جي ڳوٺ بخشو لغاري ۾ به لغاري برادري جا اصل ۾ ته لغاري آهن پر انهن ۾ خاندانن ۽ ابن ڏاڏن جي حوالي سان سندن ڌار ڌار سڃاڻپ آهي ۽ اها سڃاڻپ جي طرز سنڌ جي هر ڳوٺ ۾ اڄ به موجود آهي. اڄ به هڪڙا لالاڻي آهن ته هڪڙا مرزاڻي، هڪڙا گهنوراڻي آهن، هڪڙا راڄاڻي، هڪڙا جيينداڻي آهن ته هڪڙا جڙياڻي. وغيره وغيره. حالانڪ رشتيداري سنگ بند، شاديون مراديون مڱڻا پرڻا انهن جي ڪابه حدبندي ڪانهي پر پنهنجي ذاتي سڃاڻپ کي اڄ به برقرار رکيو اچن.

پاڙي جي لحاظ سان ڳوٺ ۾ اسان گهنوراڻي طور سڃاتا ويندا آهيون. شعوري طور تي اسان گهنوراڻين جي سڃاڻپ پنهنجن وڏن کان ورثي اسان جي خانداني سڃاڻپ رهي آهي ته اسان روايتي طور تي مهمان نواز ملنسار کل پوڳ ڏکي ويل ڪم اچڻ ۽ مسئلن کي سمجهندڙ ۽ عفو ۽ درگذر ڪندڙ خيالن واري طبيعت رکندڙ قسم جا ماڻهو آهيون ۽ اهو ئي سبب آهي جو اسان انهيءَ طبيعت ۽ اهڙي مزاج جي ڪري سدائين ڪڏهن پيري ۾ ته ڪڏهن پاڪر ۾ رهيا آهيون.

جيئن ته سنڌ هڪ زرعي ملڪ آهي ۽ ان ۾ رهندڙ ستر اسي سيڪڙو ماڻهن جو گذر زمين جي پوکي ۽ جانورن پالڻ تي هوندو آهي، تيئن اسان جن مائٽن جو گذر به زمين جي پوکي ۽ جانورن جي پالڻ تي هوندو هو پر 18 ـ 19 صدي ته ڇا ويهين صدي جي ٽيهن ـ چاليهن سالن تائين به پاڻي جو نظام موڪي نه ٿيو هو. ماڻهو ويچارا چرخي نظام ۾ لوڙيندا پوڳيندا هئا. هرلي ۽ نار تي گذر هوندو هو. غريب ويچارو پاڻي اچڻ کان پوءِ هرلي کي صحيح ڪرائڻ ۽ ان لاءِ لوٽا ـ ڪٽنگريون. مالهه ۽ هرلي ۾ وَهڻ لاءِ جانور ڪنهن اُٺ ڍڳي جي بندوبست سان گڏوگڏ ٻج جي به ڳولا ڪندو هو. وڏي مشڪل سان رات ڏينهن جي اوجاڳن ۽ محنت سان لنگهي وڃي پار پوندو هو. اهي محنت وارا ڇهه مهينا به گذاريندو هو ۽ ايندڙ ٻين ڇهن مهينن جي بيڪار ويهڻ وارين حالتن کي منهن ڏيڻ جو بندوبست يا انتظام ڪندو هو ۽ انهن مسڪين ماڻهن سان صحت جو به وڏو مسئلو هوندو هو ڇو ته ڪا به اسپتال ويجهي نه هوندي هئي، ڪنهن به روڊ رستي جي سهولت موجود نه هوندي هئي. ماڻهو ويچارا يا ته الله سائين جي ذات کي ستائيندا هئا يا وري ڪنهن مُلين موراڻي جي ڪنهن ڌاڳي ڦيڻي جي آسري ۽ سهاري تي پنهنجيون جوانيون قربان ڪري ويندا هئا.

مون کي منهنجو بابا ٻڌائيندو هو ته "ابا اسان اڻ پڙهيل آهيون. اسان کي سال ياد ڪونه آهن پر اسان پنج پائر ڪو هڪ سال جو ڪو ٻن سالن جو وڏي ۾ وڏو پاءُ ستن اٺن سالن جو هوندو ته اچي ملڪ ۾ ڪوئن جي (پليگ) بيماري پئي. انهيءَ بيماري ۾ ابا ٻڌو هوسون ته ڏني ۾ هزارين ماڻهو مري ويا هئا. بابا وڌيڪ ٻڌايو ته "اسان جي امان ٻڌائيندي هئي. ابا اسان جي

ڳوٺ بخشي لغاري ۾ اهڙي حالت هئي جو هڪڙي ماڻهو کي دفن ڪري اچاڻ مقام ڪان ڪانڌي ڳوٺ پهچڻ تہ ٻيو مئو پيو هو." اسان جي ڳوٺ ۾ هڪڙو مسوداڻين جو پاڙو هو. چون ٿا تہ ان پاڙي ۾ سوين ماڻهو رهندا هئا. ڪٽ ۾ ڪٽ جڙي پئي هوندي هئي پر سڀ جا سڀ مري ويا صرف ٻہ ڀاءُ ۽ ڀيڻ وچي بچيا آهن. ٻيو سڄو پاڙي جو پاڙو مري ڪپي انهيءَ بيماري ۾ چٽ ٿي ويو. بابا ٻڌايو تہ، "ابا انهيءَ بيماري ۾ منهنجو پيءُ (جيڪو توهان جو ڏاڏو) ۽ ان جا ٽي ڀائر، چارئي ويچارا ان بيماريءَ ۾ مري ويا. اسين ننڍڙا ننڍڙا هئاسين. امان ويچاري (ان ڏاڏي جو نالو بہ فاطمه هو ) اسان کي ڪوڙي ۾ وجهي پورهيو ڪري پالي وڏو ڪيائين. هڪ پاڻ ۽ ٻيو اسان جو وڏو ڀاءُ ڳڏجي ڪجھ نہ ڪجھ ڪندا هئا. اسان جي (بابا ٻڌايو تہ) ٻہ ڀائر ڳڏجي ڪنهن جو مال چاريندا هئا. آخرڪار ڪجھ آئون وڏو ٿيس تہ مون کي بہ مال چارڻ لاءِ موڪليائون. پوءِ اسان ڀائرن ڳڏجي ٻني جي هاريي لاءِ ڪوشش ڪئي. وڏي ڀاءُ جي امان شادي ڪرائي. ان ڪان پوءِ سگهوئي ماءُ اسان جي امان فاطمه انتقال ڪري ويئي. ڏک ڏاڍو ٿيو پر ڇا ٿو ڪري سگهجي. امان جو حوصلو ۽ جرئت جنهن پليگ جهڙين حالتن جو مشاهدو ۽ مقابلو ڪيو هجي، جنهن پنهنجي مڙس سان گڏوگڏ۔ پنهنجا ٽي ڏير بہ مرندي ڏٺا هجن، جيڪا اهڙين حالت ۾ نہ صرف اڪيلي رهجي ويئي هجي ۽ پاڻ سان گڏ يتيم پنج پٽ بہ هجن جيڪي سال- ڇهين مهينن ڪان وٺي وڏ ۾ وڏ ستن- اٺن سالن جا هجن. بهرحال انهن ڏکن سورن جي صدقي ۾ الله سائين شال کين جنت نصيب ڪري" آمين.

بابا سائين ٻڌائيندو هو تہ "ابا اسان دنيا تہ ڪانہ ڏٺي آهي پر اسان کي بک، بيماري، بدحالي، بيڪاري گهڻو ڪجھ سيکاريو آهي. اسان محنت مزدوري ڪانسواءِ ڇورا ڇنا ٿي نپنا هئاسين، تنهن ڪري اسان جي طبيعت ۾ هر هڪ عورت توڙي مرد لاءِ پنهنجي توڙي پرائي لاءِ ننڍي توڙي وڏي لاءِ هر وقت عزت، احترام ۽ احساس رهندو هو. ڪوبہ ماڻهو جيڪو بہ ڪم ڪار چوندو هر تہ اسان پنهنجا سڀ ڪم ڦٽا ڪري خوشي خوشي ۽ فراخدلي سان انهن جو ڪم ڪري ايندا هئاسين، حالانڪ اهڙي عمل جي ڪري نہ رڳو اسان کي تڪليف برداشت ڪرڻي پوندي هئي پر معاشي نقصان بہ

پهچندو هو پر ان جي پيٺ ۾ اسان کي جيڪا ميتا ملندي هئي. اها خبر ناهي تہ ڪيترا پيرا وڏيڪ هوندي هئي، جنهن جو ڪاٿو ڪرڻ مشڪل آهي. اهڙن روين، چڱائين ۽ نيڪ عملن جي ڪري نہ رڳو اسان جي ذات ۾ نکار آيو پر اسان جي شخصيت بہ ٺهي. ماڻهن اسان کي چڱو ايماندار ۽ محنتي سمجهڻ ۽ قبول ڪرڻ شروع ڪيو. ان شرافت جي صدقي ۾ اسان کي ڪم ملڻ لڳو. اسان کي اوڌر تي ٻج، ٻور ڏيڻ بہ ملڻ لڳو. اسان کي دڪاندارن کان ضرورت آهر چڱي موٽ ملندي هئي."

بابا ٻڌائيندو هو تہ "هلندي پڄندي، پئسي ٽڪي وارا تہ لالاڻي هئا. ڳوٺ جو چڱو مڙس تہ آدم خان لغاري هو ۽ سندس اوطاق بہ تمام سٺي ٺهيل هئي پر چلم پيئڻ ۽ ڪچهري لاءِ هن کي اسان وٽ اچڻو پوندو هو ڇو تہ گهنوراڻي شروع کان ئي اوطاقي مڙس رهيا آهن." بابا چوندو هو تہ "منهنجي شادي پنهنجن پائرن ۾ رئيسن آدم خان وارن جي ساٿ سان ٿي. لڳ ڀڳ 1936ع ۾ شادي ٿي. ٽن نياڻين جي ڄمڻ کانپوءِ ستين آگسٽ 1940ع ۾ تنهنجي پيدائش ٿي."

ان ڏاڏو گهر جو هوندو هو. ڪير مڪڙ لسي پنهنجي مال جو هوندو هو ڪير جي وڪري کي تمام خراب ۽ برو سمجهيو ويندو هو. عام چوڻي هوندي هئي تہ ڪير ۽ پٽ وڪڻبا ناهن. اڄ ڪير تہ ڇا پر پٽن جي بہ خبر ناهي تہ ڪهڙن حالن ۾ آهن.

# فاطمه جو ننڍپڻ

اسان گهنوراڻين جي پاڙي (محلي) جا جملي ويهارو کن گهر آهن، جيڪي سڀ جا سڀ هم چورس، ڳتيل ۽ بلڪل هڪ ٻي جي ويجها آهن. اسان جي گهر کان ٻه گهر ڇڏي ٽيون گهر فاطمه لغاري جي والدين جو آهي. فاطمه جو چاچو مراد علي خان هڪ فضيلت ڀريو بهادر ۽ شريف انسان پنهنجي هڪ الڳ سڃاڻپ رکندڙ ناميار ي شخصيت هو. ڳوٺ بخشي لغاري ۾ تمام وڏي شخصيت نمبر 1 غلام الله خان لغاري، رٽائر چيف انجنيئر ايريگيشن ۽ نمبر 2 ٻه سنڌس ڀاءُ سيشن جج مرحوم رسول بخش خان لغاري، اڄ جي ڊاڪٽر خالد لغاري، جاويد لغاري، طارق لغاري ۽ فاروق لغاري جو والد صاحب هو ته واضح ڪريان ته غلام الله خان لغاري ۽ رسول بخش خان لغاري صاحب جن جي پيڻ مائي خيري فاطمه جي چاچي مراد علي خان جي گهر واري هئي. ان کي ٻه پٽ ٿيا، هڪ جو نالو سلطان احمد خان لغاري ۽ ٻئي جو نالو عبدالڪريم لغاري آهي. مراد علي خان لغاري کي پڻ ٻه ڀائر هئا. علي محمد خان ۽ حسن علي خان. حسن علي ويچاري کي ٽنگ ۾ ڏڪ لڳڻ ڪري زخم ٿيو هو ۽ ان زخم جي ڪري ٿي ويچاري جي ٽنگ ڪم نه ڪندي هئي، ان جي شادي ٻه مراد علي خان يعني سنڌس ڀاءُ وانگيان لالاڻين مان ٿيل هئي. آدم خان لغاري جيڪو ڳوٺ جو رئيس ۽ چڱو مڙس هو ان جي اڪيلي پٽ حاجي ڄام خان جي گهر واري ۽ حسن علي جي گهر واري پاڻ ۾ ٻئي سڳيون ڀينر هيون. حسن علي لغاري جي شادي ٻه بقول منهنجي بابا جي هو ٻڌائيندو هو ته اسان جي شادي کان پوءِ سگهوئي 1936ع جي لڳ ڀڳ ٿي هئي. ان کي ٻه ٽي پٽ ۽ هڪ نياڻي جو اولاد هو سڀ کان وڏو پٽ ۽ ان کانپوءِ نياڻي هئي، جنهن جو نالو ماٽن رکيو ته غلام فاطمه هو پر غربت جي ڪري ڳوٺ وارا کيس آڌ نالي سان ڦاپو سڏيندا هئا.

غلام فاطمه اڃان چار سال جي هئي تہ ان جو پيءُ مرحوم حسن علي انتقال ڪري ويو ۽ سندس چاچو مراد علي خان تہ ڪافي وقت اڳ انتقال ڪري ويو هو.

غلام فاطمه يتيم بڻجي ويئي. تمام ڏکيو وقت غريبن تي اچي ويو. سندس ماءُ هئي، ان ڪانسواءِ وڏو ڀاءُ جنهن جي عمر بہ ڇهہ سال جي لڳ ڀڳ هئي. فاطمه عمر جي لحاظ کان تہ بلڪل ٻار هئي پر ان هوندي بہ گهر جي ڪم ڪار ڪانسواءِ ننڍا ڀائر هئس هڪ ٽن سالن جو ۽ هڪ ڏيڍ سال جو. انهن کي پرچائڻ گهمائڻ ۽ ماءُ سان گڏجي گهر جي ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائڻ ۾ هن ڪابہ ڪسر نہ ڇڏي ماءُ گهر جو ڪم ڪار لاهي پرت جو ڪم ڪندي هئي. ڦٽين جي ڏينهن ۾ چونڊو ڪندي هئي، ٻاجهري جا لاباري ڪندي هئي. بصرن جي گڏ ڪيڻ ۽ بصرن جي ڪوٽائي ڪري مارڪيٽ لاءِ بصرن جو ڍير ڪرڻ ۾ رڌل رهندي هئي. سندس وڏي ڀاءُ اسڪول ۾ داخلا ورتي ان کي پڙهڻ لاءِ همٿايو ويو. ائين زندگي جو سفر هلي پيو. جيئن پوءِ تيئن ويا حالتن کي سمجهندا ۽ محنت سان زندگي کي سکئي رکڻ جي ڪوشش ڪندا.

فاطمه جي وڏي ڀاءُ احمد علي اسڪول ۾ دخلا ورتي تہ استادن منهنجي بابا کي بہ گهرائي چيو تہ چاچا توهان بہ پنهنجي ڇوڪري کي اسڪول ۾ داخل ڪرايو نہ تہ ٻي صورت ۾ توهان کي زوري تعليم وارا تنگ ڪندا. ان لاءِ سٺو آهي تہ ٻار جو نالو لکرائي اسڪول موڪليو تہ اچي پڙهي. ٻئي ڏينهن تي بابا نالو داخل ڪرائي مون کي اسڪول ۾ ويهاري آيو ۽ اهڙي طريقي سان فاطمه جو ڀاءُ احمد علي ۽ آئون ٻئي گهنوراٽي گڏجي اسڪول ويندا هئاسين ۽ موڪل ڪانپوءِ گڏجي گهر ايندا هئاسين پر الائي ڇو احمد علي ڄمار ۾ تہ بہ سال مون کان وڏو هو پر پڙهڻ ۾ ٻاڻ ٻي نمبر تي هوندو هو ۽ پهرئين نمبر تي آئون هوندو هوس.

تورو ذڪر زوري تعليم جو ڪندو هلان، اسان جي ڳوٺ بخشو لغاري جي پسگردائيءَ ۾ مڪڙ موري نالي هڪ اسٽينڊ آهي، اتي ڪجهہ گهر سنڌي پٺاڻن جا آهن. زوري تعليم وارن عظيم پٺاڻ کي بہ دفعا گهرائي چيو تہ تون پنهنجي ڇوڪري کي اسڪول ڇو نٿو موڪلين. انڪوائري ڪري هن کي

پندرهن ڏينهن لاءِ جيل موڪلي ڇڏيائون. پندرهن ڏينهن جيل ۾ رهڻ کان پوءِ عظيم پناڻ کي واسطيدار عملدار وٽ پيش ڪيو ويو. جنهن عظيم پناڻ کي سختي سان پابند ڪندي چيو تہ وڃڻ سان پنهنجي پٽ کي اسڪول وڃي موڪل نہ تہ ٻي صورت ۾ 50 رپيہ جرمانو ڀرڻو پوندئي يا پنڌرنهن ڏينهن جيل وڃڻ لاءِ تيار ٿي وڃ.

عظيم پناڻ هٿ ٻڌي واسطيدار عملدار کي عرض ڪيو تہ سائين منهنجو هڪ عرض آهي ڇوڪرو منهنجو تہ نٿو پڙهي، باقي توهان صاحب بضد آهيو تہ پوءِ پنجاهہ رپيہ سرڪار مون کي ڏي تہ آئون ڳوٺ موڪليان ۽ آئون پنڌرنهن ڏينهن لاءِ جيل ٿو وڃان. واسطيدار آفيسر ٿورو مرڪيو ۽ چيائين تہ وڃي ڏوڙپايو آئون ڇا ڪندس.

احمد علي ۾ آئون اسڪول ۾ روزانو پڙهڻ لاءِ ويندا رهياسين، هندستان جو ورهاڱو ٿيو. سنڌ ۾ لڏپلاڻ شروع ٿي ويئي تہ ظاهر آهي تہ بخشي لغاري ۾ بہ هندو رهندا هئا. اسڪول جا استاد بہ انهن ڏينهن جا هندو هئا. لڏپلاڻ جو سلسلو شروع هو ۽ استاد هليا ويا پر پوءِ بہ 1949ع ۾ ڳوٺ بخشو لغاري جي اسڪول ۾ ڇهہ سئو شاگرد داخل هئا ۽ چار سئو شاگردن جي روزانو سراسري حاضري هوندي هئي. ان وقت اسڪول ۾ ڇهہ استاد ۽ هڪ مولوي مقرر هوندو هو جيڪو ديني تعليم ڏيندو هو.

احمد علي ۽ آئون محنت ڪري پڙهندا رهياسين. ڇهين جماعت تائين تہ هڪ سوٽهڙ (نَڪرُ) استاد هوندو هو پر فائنل جي تياري، استاد محمد صديق سومرو ڪرائيندو هو. استاد محمد صديق سومرو صاحب جن پيېنڊي شريف جا هئا. پاڻ تمام قابل، ذهين ۽ تجربو رکندڙ استاد هئا. پيېنڊو شريف. سنڌ اندر تمام گهري سجاڳي رکندڙ آهي ۽ اتي هڪ ٻيو استاد حبيب الله سومرو نالي هوندو هو. هن جي پنهنجي الڳ سجاڳي هوندي هئي. سنڌي فائنل جي تياري لاءِ استاد حبيب الله صاحب ۽ استاد محمد صديق صاحب جن جا وڏا نالا هوندا هئا ۽ فائنل لاءِ ٻئي استاد لائق ۽ قابل سمجهيا ويندا هئا. الائجي ڪٿان ڪٿان جا شاگرد. سنڌي فائنل جي تياري لاءِ آخري ٽي چار مهينا. انهن استادن کان اچي ٽيوشن وٺندا هئا ۽ انهن کان سکندا هئا.

اسان ٻنهي پاڙيسرين سنڌي فائنل جي محنت سان تياري ڪئي ۽ امتحان ۾ سٺن نمبرن ۾ پاس ٿياسين. ٻيا بہ ڪافي شاگرد گڏ هئا. انهن بہ امتحانن تائين سٺو ۽ سهڻي نموني ۽ خوش اسلوبي سان ملهايو. امتحانن کان پوءِ هر ڪو پنهنجن گهرن ۽ ڳوٺن ڏانهن روانو ٿي ويو.

ڪٺا منجهہ قرار هئا هيڪاندا سنگ ۾
ڳاهي ڳالهہ فراق جي ڪيا ڏارو ڏار
مَ چاٽان پيهار ڪير ملندا ڪنهن سين.

# فاطمه جي مڱڻيءَ لاءِ ڪوششون

فاطمه جي چاچا مراد علي خان جو ذڪر ڪري آيو آهيان. مراد علي خان جي انتقال ڪانپوءِ پاڙي سطح تي اسان گهنوراڻين جو وڏو مراد علي خان جو پٽ سلطان احمد خان ڪي ڪيو ويو هو. جيڪو رشتي جي لحاظ کان فاطمه جو سڳو سئوٽ پڻ هو ۽ فاطمه وارن جي پرورش، سار سنڀار ۽ مٿي تي هٿ سب سلطان خان ئي نڀائيندو آيو. وڏي هئڻ ڪري فاطمه جي امڙ هڪ ڏينهن موقعي جي مناسبت سان سلطان احمد جي گهر ويئي. اُتي جو اُتي ئي فاطمه جي گهر جي برابر ۾ ئي آهي. سلطان احمد ۽ ان جي امڙ ٻئي ويٺا هئا. فاطمه جي امڙ ساڻن مخاطب ٿيندي چيو ته "ابا ٻئي ويٺا آهيو. آئون توهان وٽ آئي آهيان ته فاطمه هاڻ لائق ٿي ويئي آهي. آئون رن زال آهيان غريبن تي هونئن به جلدي هٿ ڪڇندا آهن. توهان وڏا به آهيو ۽ وارث به آهيو. توهان ڪي جتي اچي جيئن مناسب سمجهو اسان تان بار لاهيو. پڪل ٻيرن ۾ سيڪو پٽر هٽندو آهي. آئون ان لاءِ توهان وٽ آئي آهيان."

انهن ٻنهي ماءُ پٽ فاطمه جي ماءُ ڪي آٿت ڏيندي چيو ته "اسان ڪي سوچڻ ڏي. زندگي جو سودو آهي. هن ۾ تڪڙ ڪانه ڪبي. هڪ ٿپ سان ته ماٺو ڪوهه ۾ هليو ويندو آهي پر پوءِ سئو ٿپ ڏٻا آهن ته به ٻاهر نه اچي سگهبو آهي." فاطمه جي ماءُ جيڪا سلطان احمد خان جي رشتي ۾ سڳي چاچي به لڳندي هئي. اُها ايتري ڳالهائڻ ڪانپوءِ اٿي پنهنجي گهر هلي آئي. فاطمه جي امڙ جي وڃڻ کان پوءِ سلطان احمد ۽ سندس ماءُ ٻنهي پاڻ ۾ صلاح ڪئي پٽ ماءُ ڪي چيو ته امان ان معاملي لاءِ سوچ ته ڇا ڪرڻ گهرجي.

ماءُ پٽ ڪي چيو ته "تون پنهنجي پڦي سان ڳالهائي ڏس. پٽ ڪي اولاد ڪونه اٿس، ان جي ٻي شادي لاءِ سوچي پئي. توهان جي به پڦي آهي ۽ چوڪري جي به پڦي آهي." سلطان احمد خان ماءُ ڪي چيو ته "امان هڪ ته پڦي جي پٽ جي اڳ ۾ شادي ٿيل آهي ۽ ٻيو ته اهو ادا ڄمار جو وڏو آهي.

اسين ڇوڪريءَ سان اهڙو ظلم ڪيئن ڪريون. اڃان ب فاطمه جو بابا زنده هجي ها ت پوءِ اسان جي ذميواري ڪان هئي پر جيئن ت هڪ بيواهه ۽ مرحوم چاچي جي نياڻي آهي. ائين نه ٿئي ته بهتر آهي.“ ماءُ چيس ت ”ابا هن جي پهرين گهر واري کي اولاد ڪونهي. پڦي جو گهر اتو پريو گهر آهي. زمين آهي، ملڪيت آهي، سون آهي ۽ نه ئي توهان جي پڦي کي ڪو اولاد آهي. سڄي ملڪيت جي مالڪ بنجي وهندي. توهان نٿا ڳالهايو ت آئون سياڻي وچي ڳالهائي ايندي س. ڳالهائڻ ۾ ڇا آهي. ائين ٿي وڃي ت ڇوڪري لاءِ ب بهتر آهي ۽ فاطمه جي ماٽن لاءِ ب بهتر ٿيندو.“

ٻي ڏينهن تي سلطان احمد جي ماءُ ۽ فاطمه جي چاچي ننهي سنبري پڦي جي گهر ويئي. فاطمه جي رشتي جي آفر ڪئي. پڦي چيو ت، ”ڪجهه ڏينهن مون کي سوچڻ ڏيو.“

فاطمه جي چاچيءَ پڦي کي چيو ت ”توهان پنهنجي پٽ جي اولاد خاطر شادي ت هونئن ب ڪندئو ت غريب ڀاءُ جي غريب نياڻي اٿو. توهان جو گهر ب ٿهي پوندو ۽ ڳوٺ جا ماڻهو ب توهان جون لک ساراهون ڪندا“ پر پڦي اها ئي ساڳي ڳالهه ڪئي ت ڪجهه سوچڻ ڏيو. چاچي جي وڃڻ ڪانپوءِ ٻي ڏينهن تي پڦي ڪنهن پوڙهي مائي صلاحڪار کي گهرايو. ان سان صلاح ڪندي سڄو قصو هن کي ڪري ٻڌايائين. هن صلاحڪار مائي چيس ت ”ادي تڪڙ نه ڪجانءِ. پاڻ جمعي تي هلنداسين ۽ پيرن ۾ ڏاڏي ٻي ٻي ڪان هلي ڦال وجهرائينداسين. ڏاڏي ٻي ٻي پاڻ کي زائوچو ٺاهي هرڪا ڳالهه ٻڌائيندي، پوءِ جيئن ٻي ٻي چوندي تيئن ڪنداسين.“ جمعي تي پڦي ان صلاحڪار مائي کي ساڻ وٺي پيرن ۾ وئي اتي اڳ ۾ ئي رش لڳي پئي هئي. انهن سمورن آيل عورتن کي فارغ ڪري پوءِ ڏاڏي ٻي ٻي هنن سان ويٺي ۽ ڪانئن حال احوال پڇيائين ت ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟ صلاحڪار عورت سڄو قصو ڪري ٻڌايس. ٻي ٻي صاحب سڄو قصو ٻڌڻ ڪانپوءِ گهڙي کن سوچي ان ڪانپوءِ پڦي کي چيو ت توهان سومر تي اچو ت وڌيڪ صحيح آهي. پڦي ۽ صلاحڪار عورت ٻئي واپس ٿيون. وري سومر جي صبح جو اچي پهتيون. ٻي ٻي صاحبا صلاحڪار عورت کي گهرائي چيو ت پڦي کي وٺي هلي هن ٻي ڪمري ۾ ويهو ت آئون اتي اچان ٿي. پڦي کي صلاحڪار ساڻ ڪري وچي ٻي ڪمري ۾ ويٺي. ٻي ٻي صاحبا ب ٿوري دير ۾ انهن وٽ آئي ۽ پڦي کي چيائين ت ”پٽ جو پلو چاهين ت انهيءَ ڇوڪريءَ سان اصل

شادي جو سوچ بہ نہ. ڦال ٻڌائي تي تہ فاطمه نحس (نياڳي) آهي هن کي بہ نڪاح لکيل آهن. انهيءَ ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ ڪانپوءِ تنهنجو ڇوڪرو ڪجهہ مهينن اندر ئي گذاري ويندو ۽ فاطمه وري عدت جو وقت گذاري وڃي ٻي شادي ڪندي" پڦي ۽ صلاحڪار عورت ٻي ٻي جي ڳالهہ ٻڌڻ کان پوءِ ٻئي واپس گهر آيون ۽ صلاحڪار عورت پڦي کي چيو تہ جي ڇتپائي ڪرين ها ۽ پنهنجي ڇوڪري جي شادي ڪري ويهين ها تہ هٿ سان پنهنجو پٽ ماري ويهين ها. بہ چار ڏينهن رکي پڦي سلطان احمد ۽ ان جي ماءُ کي جواب ڏيندي چيو تہ "منهنجو پٽ ان ڇوڪريءَ سان شادي نٿو ڪري"

جواب ملڻ ڪانپوءِ ماءُ ۽ پٽ ٻئي پريشان ٿي ويا. سوچيائون تہ هاڻي ڇا ڪجي؟ ماءُ کي سلطان احمد چيو تہ ادا جي شادي بہ ڪانہ ڪئي اٿئي. گهر جي ڇوڪري آهي. سڳي چاچي جي ڌيءَ آهي. ثواب بہ ٿيندس الله بہ راضي ٿيندو. ٻي واهہ جي نياڻي آهي، ان تان بار بہ هلڪو ٿي پوندو. ماءُ پٽ کي چيو تہ "مون کي ٿو چئين تنهنجو بہ ڀاءُ آهي تون چئينس."

آخر گهڻي بحث مباحثي کان پوءِ هڪ ڏينهن ماءُ پٽ ٻنهي گڏجي ڀاءُ عبدالڪريم سان ڳالهايو پر هُن ٺپ انڪار ڪندي چيو تہ "آئون ان سان شادي نہ ڪندس. آئون پنهنجي پسند جي ۽ ڪنهن خوبصورت ڇوڪريءَ سان شادي ڪندس." انهن ٻنهي پنهنجن جي انڪار واري خبر فاطمه ۽ سندس ماءُ ۽ ڳوٺ جي برادري وارن کي بہ پئجي چڪي هئي ۽ پوءِ ٻيا ڳوناڻا انهن وٽ رشتو ڪٽي سلطان احمد ۽ ان جي ماءُ وٽ اچڻ لڳا. هڪ ڏينهن سلطان احمد پنهنجي ماءُ کي چيو تہ "امان پاڙي ۾ چاچا گلڻ خان جو ڪيڏو شريفاڻو گهر آهي ۽ ٻن وکن تي گهر آهي ۽ ڇوڪرو بہ انهن جو شريف ۽ فضيلت وارو آهي، منهنجي مرضي آهي تہ ٻئي ڌريون غريب آهن. غريباڻي ماڻي آهي. اهڙو ڪو ٻيو بهتر عمل ٿيندو ئي ڪونہ. سلطان احمد خان بابا کي شروع کان ئي چاچا چوندو هو. ان بابا کي گهر گهرايو ۽ بابا کي چيائين توهان سياڻي اچو گهر وارا وٺي پڌري ڪري ڪنوار کي منڊي پارائي نياڻي کي پنهنجو ڪري وڃو." امان بابا نہ رڳو خوش ٿيا پر پَٽَ سَٽَ ڪري تياري ڪيائون ۽ مڱڻي جي رسم ڪري منڊي پارائي مِٺائي ورهائي ڇڏيائون ۽ ائين فاطمه ۽ منهنجو مڱڻو ڪري پڌري ڪيائون.

# فاطمه ۽ منهنجي شادي

اسڪول مان واندي ٿيڻ کانپوءِ رزلٽ جو انتظار ڪيم ۽ بابا سائين سان ڪجهہ ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊايم. امان بابا جي ضعيفي ۽ گهر جي غربت واري حالت بہ ڏاڍو ستائيندي هئي ۽ هي جو ڪجهہ ٿورو گهڻو پڙهيم، ان ۾ شعوري سطح بہ ٿورو ڪر ڪڻڻ شروع ڪيو هو. اندر جي ضمير ملامت ٿي ڪئي تہ آخر ايتري محنت ڪرڻ کانپوءِ بہ سکيو ٿڪر نٿا کائي سگهون. ان جو سبب ڇا آهي؟ نيٺ ڪٿي تہ خرابي آهي؟ نہ تہ بابا موالي آهي، نہ جواري نہ ڪم چور آهي نہ تہ ڪا غلط صحبت اٿس. امان ويچاري ذرو ذرو سنيالي رکندي آهي. پوءِ بہ هي حالت آهي. بابا ويچارو زميندارن جو هاريو ڪندو هو. مال ڍور پنهنجا هوندا هئا. ان ڏاٽو پنهنجو هوندو هو. ڪير مکڻ لسي پنهنجو هوندو هو پوءِ بہ هاريي مان سدائين قرضدار رهندا آياسين. رزلٽ سنڌي فائنل واري اچي چڪي هئي. تمام سٺن نمبرن ۾ 66 سيڪڙو مارڪون کڻي پاس ٿيو هوس. بابا سائين کي اسان جي استاد محمد صديق سومرو صاحب ۽ استاد مولچند صاحب اسڪول ۾ گهرائي نہ صرف مبارڪباد ڏني پر بابا کي منهنجي رزلٽ ڏيکاري ۽ مون کي اڳتي پڙهائڻ لاءِ همت ڀڏاراياڻون ۽ تاڪيد ڪيائين تہ "چاچا تنهنجي غربت مان ڇوٽڪارو هي ڇوڪرو ڏياريندو باقي ٻيو ڪوبہ چارو ڪونہ اٿو. نہ تہ اهو هاريو اهي ليکا چوکا ۽ اها زميني ڏاري بيگر هلندا رهندا ۽ قرض واري حالت ۾ روزانا واڌارو ٿيندو رهندو."

پر بابا سائين محرومين جو ماريل. هن کي ڪابہ اميد نظر نٿي آئي. بس هن جو دليل هو تہ آئون وڏو قرضدار ٿي ويو آهيان. آئون ڪٿان خرچ آڻيان جو پٽ کي ڏيان ۽ چوانس تہ ابا في الحال هي ڪٽي وڃ. پوءِ ٻيا موڪلي ڏيندس يا پهچائيندس. ان زماني ۾ حيدرآباد ۽ ٽنڊوڄام کان سواءِ

پيو ڪو ويجهو هاءِ اسڪول بہ ڪونہ هو. بابا چوي تہ "حيدرآباد ۾ ڪير بہ اسان جو عزيز ڪونهي جو منهنجي ڇوڪري کي پاڻ وٽ رهائي. پنهنجي پئسي ڪانسواءِ پيو ڪير بہ ڪونہ ٿو پڇي. بس بکيو ڍائو اکين اڳيان هوندو. الله ڏيندو رُکي سُکي کائي پيا پيٽ پريندا سين. بابا مون کي چيو تہ ابا اٿي تہ هلون." استادن اسان کي زوري ويهاري چانهہ پيئڻ لاءِ بہ چيو ۽ بابا کي چيائون "ڇوڪري کان بہ پڇي ڏسون تہ هن جي مرضي ڇا آهي؟"

استاد محمد صديق مون کان پڇيو تہ "ابا تنهنجي دل پڙهڻ تي آهي يا پيءُ سان گڏجي ڪوڏر ڪڻڻ تي آهي."

مون استاد کي چيو تہ "گستاخي معاف ٿئي ۽ اجازت هجي تہ آئون بہ لفظ بابا سان توهان جي روبرو ڳالهايان."

آئون بابا سائين ڏانهن ڏسي ڪنڌ هيٺ ڪري ٿوري دير لاءِ چپ ٿي ويس. استاد مون کي چيو "چئو بابا جيڪي ڪجهہ چوڻ چاهين ٿو سو چئو." مون ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندي چوڻ شروع ڪيو تہ سائين هي منهنجا ماءُ پيءُ آهن ۽ توهان منهنجا استاد آهيو. توهان سڀ جا سڀ منهنجي ڀلي لاءِ ٿا سوچيو پر مون کي جيڪڏهن امان بابا پنهنجي خوشي سان اجازت ڏيندا تہ آئون هر ڪا تڪليف برداشت ڪري هاسٽل ۾ رهي گذارو ڪري بہ پڙهڻ لاءِ تيار آهيان پر جيڪڏهن امان بابا کي منهنجي جسماني محنت ۽ سهڪار جي ضرورت آهي يا انهن کي ڪو خوف آهي ۽ هو مون کي پنهنجي اکين کان پري ڪرڻ لاءِ تيار ناهن تہ آئون ان تي بہ راضي رهي امان بابا کي ناراض ڪونہ ڪندس. پوءِ آئون پنهنجي محنت ۽ سخت پورهيو ڪري سگهان ٿو يا نہ. اها پوءِ جي ڳالهہ آهي. بهرحال آئون بئي پاسا ذهني طور تي تيار آهيان جيڪا الله سائين جي مرضي هوندي ۽ جيئن امان بابا وارا چوندا يا جنهن ۾ امان بابا جي خوشي هوندي اها منهنجي خوشي هوندي. ايتري چوڻ ڪانپوءِ بابا مون کي اٿڻ لاءِ چيو. سائين مون کي مارڪ شيٽ ڏيندي دعا ڪئي. استاد مولچند بابا کي چيو تہ "چاچا جيڪڏهن توهان ڇوڪرو پڙهائڻ چاهيو ٿا تہ آئون ڇوڪري سان گڏجي نورمحمد هاءِ اسڪول ۾ داخلا ۽ نورمحمد هاسٽل ۾ ڪنهن ڪمري ۾ ٻين ڇوڪرن سان گڏ رهڻ جو بندوبست ڪري ڏيڻ لاءِ تيار آهيان ۽ گڏجي

وڃڻ لاءِ بہ تيار آهيان، اهو پاڙي جو خرچ اسڪول ۾ هاسٽل جي في جو خرچ بہ ڪري ڏيندس. ڪتابن ۾ ڪاپين جو بندوبست ڪري ايندس." پر بابا کي شايد ڪا زميندار جي سختي ٿيل هئي تہ قرض تمام وڏي ويو آهي ۾ هاڻ پنهنجي پٽ کي ڪم سان لڳائي ۾ قرض چڪائڻ جو بندوبست بہ ڪر. بابا سڀ ڪجهہ لڪائيندي صرف ايترو چيو تہ پوءِ ڏسنداسين اتي ئي گڏ رهون ٿا هڪڙي ئي ڳوٺ ۾. توهان پري ڪونہ آهيو.

استادن کان موڪلائي آئون ۾ بابا گهر آياسين. امان بہ انتظار ۾ ويٺي هئي. امان کي بہ ٽن نياڻين جي اولاد کانپوءِ چوٿون نمبر ٻار ۾ پهريون پٽ هئس سو ماءُ جو روح آهي. اها بہ مون کي پنهنجي اکين کان پري ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي. اها بہ پاٽمرادو چوڻ لڳي تہ ابا الله ڏيندو رُڪي سُکي پيا کائينداسين. جيڪي ڪونہ پڙهيا آهن سي بہ هلن پيا. ان کانپوءِ پنهنجي ڳوٺ جا ئي ڪيترائي لغاري، شيدي، سوٿهڙ بہ ٽي ۾ چار درجا پاس بہ داروغي ۾ آبداري پيا ڪن تون تہ وري بہ ست پاس آهين. الله ڪندو تہ توکي بہ نوڪري ملي ويندي.

امان جي ڳالهہ ۾ واقعي وزن هو. جيئن 1947ع ۾ ورهاڱو ٿيو. هتان جا لکيل پڙهيل ماٺهو پارت هليا ويا تہ نوڪرين جون جايون ڪافي نڪري آيون. اسان جي ڳوٺ جو غلام الله خان لغاري، ان زماني ۾ ايريگيشن ۾ ايگيزيڪوٽو انجينئر هو. تنهن اسان جي ڳوٺ بخشو لغاري جي ٽن چئن درجن پڙهيلن کي داروغي جا آرڊر ڏياريا. جيڪي تعداد جي لحاظ سان ويهہ پنجويهہ هئا.

آئون بابا سان گڏ ٻني جي ڪم ڪار ۾ لڳي ويس. اڳتي جي پڙهڻ واري اميد ختم ٿي ويئي. ڪم ڪار مان ڪڏهن واندڪائي ملندي هئي ۾ ڪا پراڻي اخبار يا ڪو ماهوار رسالو هٿ لڳي ويندو هو تہ ان کي وري وري پيو ڏسندو هوس. پر ڳوٺ ۾ پئسي وارن مان اهڙو ڪو ماٺهو علم ادب سان چاهہ رکندڙ ڪونہ هو جنهن وٽ ڪو باضابطہ ماهوار رسالو يا ڪا اخبار ايندي هجي. عبرت اخبار ٽپال ذريعي ايندي هئي سا بہ پراڻي ٻن ٽن ڏينهن جي گذرڻ کان پوءِ پهچندي هئي. اها بہ وري مون کي اجان بہ ٽن چئن ڏينهن

ڪان پوءِ هٿ لڳندي هئي يا نہ بہ لڳندي هئي. باقي شاهہ صاحب جو رسالو ان وقت ڪان وٺي مون سان گڏ آهي, جيڪو منهنجو اڄ تائين پرجهلو آهي.

منهنجي پڙهڻ پڙهائڻ جي اميد ختم ٿيڻ ڪانپوءِ منهنجو ٻيو نمبر ڀاءُ حسين بخش (امير ڪريم ۽ رسول بخش جو پيءُ) اهو بہ چوٿين جماعت ۾ پهچي دل شڪستا ٿي پيو چو تہ اڳتي وڌيڪ نہ پڙهائڻ تان ڪيس گهڻي مايوسي ٿي هئي. آئون بہ روزگار جي لحاظ کان ڪجهہ بہ ڪونہ هوس. بي يارومددگار هوس. مون وٽ بہ وسيلا ڪونہ هئا جو ڀائرن کي پڙهائي سگهان. ان ڀاءُ ويچاري بہ پنج درجا پاس ڪري اسڪول ڇڏي ڏنو اسان ٻئي ڀائر گڏجي ٻني جو ڪم ڪرڻ لڳاسين. بابا جڏهن اڪيلو ٻنيءَ جو ڪم ڪندو هو تہ هو سرڙيو ليکيو ويندو هو. هن کي ونڊي جو چوٿون حصو ملندو هو. پر اسان ڀائرن بابا سان گڏجي پنهنجا ڏاند ورتا ۽ هاري جي اڌ واري حساب سان ٻنيءَ ۾ ڪم ڪرڻ لڳاسين. ٻني تي روح ۽ دل سان ڏيان ڏنوسين تہ فصل بہ سٺا ٿيڻ لڳا. ٻنيءَ ۾ ڪم ڪندي ڪندي خبر ناهي ڪنهن غلام الله خان لغاري صاحب کي منٿ ميڙ ڪئي, جنهن منهنجي لاءِ آبداري جي ٽريننگ جو ليٽر موڪليو ۽ اهو ليٽر اسان جي ديهہ بخشو لغاري ۾ ڪم ڪندڙ آبدار حاجي محرم ميمڻ هٿو هٿ ڪٺي آيو ۽ اها ٽريننگ بہ ان وٽ ئي ڪرڻي هئي. ڳوٺ جو ڳوٺ ۾ آبدار هو. ٿورو ٽائيم ڪيئي آبدار کي ٽائيم ڏيڻ لڳس. ڇهہ مهينن جو ڪورس هو اهو پورو ڪيم ۽ ڪجهہ ٻيا بہ اميدوار هئا جيڪي اهي ۽ اسان گڏجي ٽريننگ ڪندا هئاسين پر ڊيوٽي آرڊر صرف اسان مان ٻن کي ڏناءُون. ٻيا سڀ واپس وري وڃي پنهنجن پراڻن ڌنڌن سان لڳاسين.

ڀاءُ مون کي چيو تہ ادا انهن ٽڪن جا آسرا ڪيا ڪر تنهنجي نِڪري وڃڻ يا ٽائيم گهٽ ڏيڻ جي ڪري بہ الاهي فرق پيو آهي. وري اهڙا ڪم نہ ڪجانءِ نہ تہ وري قرضدار بڻجي ويندا سين. ڪجهہ ڏِڳن جا پئسا ڏيڻا آهن هڪ مينهن جا پئسا ڏيڻا آهن. چيومانس تہ دل نہ لاهہ الله وڏو آهي. آخرڪار فاطمه جي مائٽن جو بہ نياپو آيو تہ اسان تان بار لاهيو. پنهنجي امانت اسان کان شادي ڪري وٺي وڃو. غريباڻي حال سان تياري ڪئي سين. اپري سيري حال جي نياڻي پت ڪري اٺ اپريل 1958ع تي اسان شادي ڪئي.

منهنجو گهر ۽ فاطمه جي مائٽن جو گهر جيئن آئون مٿي لکي آيو آهيان هڪڙي پاڙي ۾ ۽ گهر ڇڏي ٽيون گهر فاطمه جي مائٽن جو هو. ٻه ڏينهن فاطمه جي مائٽن وٽ رهڻ کانپوءِ اسان پنهنجي گهر آياسين. زندگي جو صفحو اٿليو ۽ اسان پنهنجي نئين زندگيءَ جي شروعات ڪئي.

فاطمه لغاري جو جنم 2_8_1940ع ٿيو هو ۽ منهنجو جنم 7_8_ 1940ع تي ٿيو هو. اهڙي حساب سان هوءَ مون کان چمار ۾ پنج ڏينهن وڏي هئي ۽ شادي ڪرڻ وقت اسان ٻئي ارڙهن سالن جا هئاسين.

# ننڍڙي مهمان جي آمد جو انتظار

پائر، امان، بابا اسان سڀ جا سڀ هاريءَ ۾ دلچسپي وٺي رهيا هئاسين ۽ پالتو جانورن ۾ ڏاند ۽ پنج ڇهه مينهون به ڪري ويا هئاسين. تمام سٺي نموني ۾ پنهنجي ڪم سان ڪم رکي حالتن کي خوشحالي جو رخ ڏيئي رهيا هئاسين. منهنجي امان ۽ فاطمه پنهنجي ذميوارين کي خوش اسلوبي سان پورو ڪري رهيون هيون. الله سائين جي طرفان برڪت ئي برڪت هئي. ڏاڍو ڏکيو گذريل وقت ياد ايندو هو. جڏهن خوشحالي آئي ته الله سائين جو شڪر ادا ڪندا هئاسين ۽ ڪڏهن ڪڏهن امان پنهنجي ڪنهن اميد جي خواهش جو اظهار ڪندي چئي ڏيندي هئي ته "ابا الله سائين جا لک ٿورا لکين احسان باقي هاڻ رڳو اسان ڏي ڪو ننڍڙو مهمان موڪلي وجهي ته گهر ۾ ڪيڏي نه رونق اچي وڃي." آئون امان کي چوندو هئس ته "الله تي رکي ويهه هو تمام وڏو آهي. هو سئو ورهيه جا دکڙا هڪ لحظي ۾ لاهيندو آهي. آخر اهو ڏينهن به ويجهو ايندو جنهن ڏينهن جي اميد آهي." هڪ ڏينهن فاطمه مون کي چيو ته بازار وڃين ته منهنجي لاءِ ميٺ ڪو چيڪو ڏسي وٺيو اچجانءِ. امان مون کي خوشي مان مبارڪباد ڏيندي چيو ته ابا هاڻ پنهنجو ننڍڙو مهمان خير جو پنڌ ۾ آهي. فاطمه ننڍڙي مهمان جي آجياڻي جون تياريون ڪرڻ لڳي. ننڍڙيون رليون رلڪا، ننڍڙا ننڍڙا ڪلڪا ۽ پهراڻ سبڻ ۽ تيار ڪرڻ ۽ ٻار کي تنجڻ جو سامان تيار ڪرڻ لڳي آخرڪار اهو ننڍڙو مهمان جنهن جي سڄي گهر جي ڀاتين کي الائجي ڪيتري وقت کان سڪ هئي ان مهمان خير جو اٺيهه جولاءِ 1961ع تي ڏينهن جو ٻه وڳي اچي ديدار ڪرايو. الله سائين جا لک ٿورا. ٻار به صحتمند هو ۽ ٻار جي ماءُ فاطمه لغاري به خير خيريت سان هئي. ٻار جو جنم بلڪل نارمل ٿيو. ٻار کي صاف پاڪ ڪري ماءُ فاطمه کي ڏيکاريو ويو. آخرڪار اسان کي دائي طرفان چيو

ويو تہ هاڻ ٻار کي ٻانگ ڏياري ۽ سندس نالو ڪيس ڪن ۾ ٻڌايو. ٻار جو نالو ماءُ فاطمه ٻار کي جنم ڏيڻ کان پهرين سوچي ۽ گهر وارن کي اعتماد ۾ وٺي ٻڌائي ڇڏيو هو. سو نالي جو پڇڻ کان اڳ ماءُ فاطمه چيو تہ ٻار کي نالو ٻانگ مهل انور ٻڌايو پر نالي سان گڏ پويان علي ضرور هجي. اهڙي طريقي سان آذان ڏيئي ٻار کي سندس نالو انور علي لغاري ٻڌايو ويو. ٻار جي ڄمڻ جي ڪلاڪ ٻن اندر پاڙي جي سمورن گهرن ۾ تہ ڇا پر پوري ڳوٺ ۾ خبر پئجي ويئي تہ گلڻ خان جي گهر محمد علي ۽ فاطمه کي پٽ ڄائو آهي ۽ سندس نالو انور علي رکيو اٿن.

اسان جي گهر ۾ خبر ناهي تہ ڪيترن سالن کان پوءِ جي پهرين خوشي هئي، اسان ننڍڙي ٻار (انور علي) جي عقيقي ۽ ڇٽيءَ جي خوشي ملهائڻ جون تياريون ڪيون. فاطمه هوسڙي جي شيديٽين کي ۽ ٽنڊو قيصر جي شيدٽين کي سهرا ڇوڙڻ ۽ ناچ ڪرڻ لاءِ گهرايو. اسان جي شادي تہ غربت جي ڪري بابا ائين نياڻي پت ڪري ٻہ ٽي ديڳيون لهرائي رڳو گهرن ۾ ماني پهچائي هئي پر انور جو ڄمڻ اسان لاءِ صحيح معنيٰ ۾ دل گهري خوشي هئي جيڪا اسان ڏامر ڏوم سان ملهائي هئي. ڳوٺ ۾ جن قوتن سدائين اسان کي غربت جي ڄار ۾ ڦاسائي رکيو هو انهن ڏرين کي اسان جي ملهايل خوشي تڪليف پهچائي هئي پر عزت ۽ ذلت تہ الله جي هٿ ۾ آهي جو وڏ جُڙي جن کان، سو وڙ سيئي ڪن.

# جاگيردار معاشري جي چار ۾ ڦاسڻ

اسان زراعت جي ڪم ڪي نہ رڳو سمجهي چڪا هئاسين پر هر فصل ۾ زرلت ڏئي اسان بابا جو نالو ڪيڊرايو هو. جنهن ڪري اسان جي ڳوٺ جا ٻيا زميندار بہ بابا کي پنهنجي زمين هارپي تي پوکڻ لاءِ صلاح ڪري رهيا هئا. منهنجا ننڍڙا ڀائر بہ ماشاءَ الله مال چارڻ جهڙا اچي ٿيا هئا. اهي بہ اسان سان هٿ ونڊائڻ لڳا. اسان چار ڀائر بابا ۽ هڪ چاچا. منهنجي امان ۽ فاطمه اسان جملي اٺ ئي گهر جا ڀاتي. پنهنجي پورهئي ۾ رڌل هئاسين. اسان ۾ ڪوبہ شاهہ خرچي يا فضول خرچي نشو يا جوا. يا ڪو ٻيو دنيا جهان جو شوق. ڪنهن هڪ ڀاتي ۾ بہ نہ هو. چونڊا آهن تہ همت ۽ ٻڌي ۾ سڀ ڪجهہ آهي. اسان پنهنجي لاڳيتو ۽ پنهنجي روزاني وهنوار ۾ پنهنجي طريقي سان ڪم ڪار سان لڳا رهياسين.

سال 1956ع ۾ سنڌو درياءَ کي گهلين وارو گهارو پيو هو جنهن ۾ وڏي ٻوڏ آئي هئي. وڏو نقصان ٿيو هو. ماڻهو ويچارا دربدر ٿيا لڏپلاڻ تي. ان وقت حاجي وڪيو خاصخيلي ڳوٺ جا ڳوٺاڻا لاڳاپي ۽ واسطي جي لحاظ سان پنهنجا ٻار ٻچا وٺي اچي بہ مهينا کن اسان جي ڳوٺ ۾ رهيا هئا ۽ جڏهن انهن جي ڳوٺ حاجي وڪيو مان ٻوڏ جو پاڻي ڪجهہ گهٽيو يا سڪي ويو تہ پوءِ هو وري واپس ٿي ويا هئا. انهن مان هڪ سٺ ورهيہ جو خوش مزاج ٿورو ڳالهائيندڙ بخشو خاصخيلي نالي وارو شخص هو. بخشو لغاري ۾ آيو ۽ درزڪو ڪم ڪندو هو. ٻيا جيڪي ٻوڏ جا ماريل متاثرين اهي ٻار ٻچا وٺي واپس ٿي ويا هئا ۽ بخشي خاصخيلي بہ پنهنجا ٻار پٽ نوجوان ڀائر ڀائيٽيا سڀ واپس موڪلي ڇڏيا هئا پر پاڻ درزڪي ڪم جي سٺي ڏنڌي هجڻ ڪري بخشي لغاري ۾ دڪان کولي ويهي رهيو ۽ مهيني ٻي ڳوٺ ويندو هو. بابا سان دوستي هجڻ ڪري آئون هن جي دڪان تي واندڪائي جي وقت

وچي ويهندو هوس. ڪجھ ڪاج ٻڌڻ، مشن هلائڻ، هٿ جي سئي سان ڪنڌڙو هڻڻ. اهي شيون آئون سمجهي ويو هوس. سلوار ٻہ سبي ويندو هوس. بابا سندس دوست کي چيو تہ منهنجي پٽ محمد علي کي درزڪي ڪم جو شوق آهي. تون هن کي اهو ڪم سيکار. مون ڇهہ مهينا ڪن لاڳيتو ڏيان ڏنو تہ آئون سلوار قميص جو سنو درزي ٿي ويس. بابا مون کي پنهنجي ڪپڙن سبڻ جي سنگر مشين وٺي ڏني. ڳوٺ ۾ فاطمه جي سڳن سئوٽن سلطان احمد خان ۽ عبدالڪريم جي وچ شهر ۾ هوٽل هئي. ان ۾ هڪ ڪمرو خالي پيل هو. ٿورو ڪو سامان پيل هوس. مون سلطان احمد خان کان گهر ڪئي تہ ڪمرو خالي پيو آهي. ٿورو سامان آهيس جيڪو ڪٿي هڪ ڪنڊ ۾ رکنداسين. مون کي اجازت ڏيو تہ آئون مشين رکي ڪپڙن جي سلائي جو ڪم ڪريان. هن مون کي خوشيءَ مان چيو تہ تنهنجي شيءِ آهي، تون ڀلي اچي ويهہ. ڀاءُ عبدالڪريم کي چيائين تہ پنهنجو جيڪو سامان آهي اهو ڪڍي ڪيڏانهن ٻي هنڌ رک ۽ ڪمرو هن کي خالي ڪري ڏي. مون دڪان هٿ ڪري مشين رکي ۽ ڪم شروع ڪيو. ٻهراڙي واري ڪلچر ۾ آئون هميشه فٽ رهيو آهيان. گهٽو ڳالهائڻ، جهڳي هڻڻ، چانهہ گهرائي اڌ چانهہ جو ڪنهن ٻي سان گڏجي پيئڻ. بس ماحول تيار. ٻن سالن اندر دڪان اهڙو ڄمي ويو جو ڪپڙا سبندي پوري نہ پوان. منهنجي ڪم ۽ طور طريقي کي ڏسي ڪجھ ٻين ڇوڪرن مون کي ڪم سيکارڻ لاءِ چيو. آخرڪار گهٽي منٽ ميڙ ڪانپوءِ هڪ ٻن کي ڪم ٻہ سيکاريم پر پنهنجي دڪان کي گهٽي پيڙ کان پري رکڻ جي ڪوشش ڪيم.

ڪجھ وقت کان پوءِ ٻہ هوٽل جي ڪمري ۾ دڪان هجڻ ڪري ٻهراڙي جي ڪلچر ۾ پاڻ کي گهيريل محسوس ڪرڻ لڳس. ٻاهر هوٽل هو. منهنجي دڪان جي اندر ٻہ ٻہ ٽئنچون پيل هيون گيراڪن جي ويهڻ ۽ هوٽل ۾ ويهي چانهہ پيئڻ بجاءِ منهنجي دڪان ۾ ويهي هوٽل تان چانهہ گهرائي پيئڻ لڳا. جنهن ڪري پنهنجن جي هوٽل ۽ پنهنجن جي جڳھ ڪچي ٻہ نہ سگهان پر تنگ ڏاڍو ٿيس. پر پوءِ ٻہ ڪافي برداشت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. قصو چانهہ کان اڳتي وڌندي چرس، آفيم ۽ ڀنگ تائين وڃي پهتو رئيساڻو ڳوٺ ۽ ڳوٺ ۾ سڀ رئيس موالي ۽ منهنجي زال فاطمه جا ٻئي سوٽ

جنهن جي هوٽل هئي يا جن مون کي ڪمرو ڏنو. اهي پاڻ بہ موالي. ڳالهہ ڏاڍي ڏکي ٿي وئي، پر پوءِ بہ پاڻ کي ۽ پنهنجي روزي ۽ پنهنجي ڌنڌي کي اهڙي ڪلچر کان بچائي رکيم. ان سڄي گندگي کي پاڻ تي اثرانداز ٿيڻ نہ ڏنم ۽ نہ وري بيزاري واري سياءَ جو ڪو اظهار ڪيم.

ڏسندي ڏسندي ڪڪڙن جو شوق ڳوٺ ۾ وڌندو ويو. سلطان احمد خان بہ وڏو شوقين، وڏو نالو. هڪ ڪڪڙ هن جو منهنجي دڪان ۾ پڌل هوندو ٿي هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن چوي هي ڪڪڙ سپاٽي ميل تي ڪٽي اڇجانءِ. ڪوشش ڪري هر گندي عمل کان پاڻ کي بچائي رکيو هيم. موالين ۽ جوارين جي وچ ۾ هئس پر هڪ ڏينهن بہ انهن جي ور نہ چڙهيس. حالانڪ رَويا انهن سان بہ دوستاڻا هوندا هئا. آخرڪار جاگيردار معاشرو نيٺ ڪڪڙن جي شوق ۾ ڦاسي پيس. اڄ هِتي اڄ هُتي بہ ٽي سال تہ دڪان کي متاثر ٿيڻ کان بچايم. پر ڪڪڙن جي شوق جي ڪري ڌنڌي تي اثر پيو. مون کي محسوس بہ ٿئي پيو تہ هي آئون غلط پيو ڪريان. اسان غريب ماڻهو نہ مون کي امان ۽ بابا چون نہ مون کي ڪجهہ پائر چون. فاطمہ جو مون سان جهيڙو هوندو هو تہ هي تون ايڏو سمجهدار هوندي ڇا پيو ڪرين، جيڪي ڪجهہ پنهنجي هٿ سان ناهيو اٿئي ان کي هٿ سان پيڻگ پيو ڪرين. پر مون وٽ ڪڏهن ڪنهن وڏيري جي گاڏي بيٺي هوندي هئي تہ ڪڏهن ڪنهن وڏيري جي جيپ. ڪڪڙ منهنجا ويڙهہ جا پلا هوندا هئا. آئون محمد علي منجهان محمد علي خان اچان بہ رئيس محمد علي خان بنجي ويس. روزانہ ڪڪڙن جو ميل ڪڏهن ڪرم جي ڳوٺ. ڪڏهن ٽنبوآدم ڪڏهن باگو وداداڻي. ڪڏهن پير جي ماڙي ڪڏهن راڇو نظاماڻي. ڪڏهن چڪي شريف ڪڏهن ڪٽي ڪڏهن ڪٽي. آئون روزانو ٻاهر. دڪان کي تالو ڪپڙن وارا پنڌ ڪري ڪري ٿڪجي پيا. ڪڏهن ڪڏهن تون تون بہ ٿي پوندي هئي. آخر ماڻهن کي پريشاني ٿي تہ انهن گيراڪي ختم ڪئي. ۽ ٻيو رخ اختيار ڪيائون. دڪان بند ٿي ويو. مشن ڪٽي وڃي گهر ڦٽي ڪيم. آئون پوءِ بہ چري ڪيئن ڇئي ويران وير وڌ. آئون اهو ئي ڪوڪڙين جي حوالي. گهرو حالتون هڪ دفعو وري پستي واري صورت اختيار ڪري چڪيون هيون. آئون بابا کان لڪندو گهمان، هن جي سامهون

ٻہ نہ اچان. بابا ويچارو ڇا ڪري. پنهنجي اولاد جي ڪنهن سان شڪايت ڪري. ايتري ۾ بابا ويچاري منهنجي ٻئي نمبر ڀاءُ جي مڱڻي ڪرائي ۽ منهنجن انهن افعالن جي ڪري فاطمه سوچي صفا پنهنجو دماغي توازن وڃائي ويٺي. ايتري تائين جو ڪجهہ وقت لاءِ سنگهرن ۾ ٻہ هئي پر بابا جي محنتن ۽ ساڻس سان علاج وغيره ڪرايوسين. ڪجهہ صحيح ٿي. مون پنهنجو ايماندارانہ تنقيدي جائزو ورتو. مون کي پنهنجي غلطين جو بيحد ڏک ٿيو پر ڏڌل ڪير ٿڻن ۾ ڪيئن وجي. جيڪو نقصان ٿيو ان جو ازالو ڪيئن ٿئي؟ وري ساڳي خوشحالي ڪٿان اچي! بابا ويچاري ٻہ مينهون وڪڻي فاطمه جو علاج ڪرايو. فاطمه صحيح ٿي تہ وري حمل ٿيس. ڏينهن گذرندي دير ئي ڪانہ ٿي ٿئي. هڪ ڏينهن مون کي چيائين تہ ڏينهن ٻہ پورا ٿي ويا آهن ۽ ٻار جي ڄر پر ٻہ بيهي ويئي آهي. تون ڪنهن مهل ڪٽي آهين تہ ڪنهن مهل ڪٽي! چيومانس تہ آئون ڪيڏانهن ٻہ ڪونہ ٿو وڃان. تون دل نہ لاهہ هيئن ڪر تہ تون پنهنجي امان سان ڳالهہ ڪر ۽ ان کي چئو تہ هوءَ وري پنهنجي ماءُ سان حال احوال ڪري جيڪا نہ صرف تنهنجي ناني آهي پر ساڳي ڄڄهہ تي دائي ٻہ آهي. ٻارن ڄڻڻ ۾ عورتن جي مدد ڪندي آهي.

فاطمه ماءُ سان حال ڪيو ۽ اها ناني وٽ ويئي ۽ هن کي وٺي آئي. فاطمه کي ڪا دوا ڪارايئون تہ سور وڌيڪ تيز ٿيا. ٿوري گهڙي تڪليف ڪانپوءِ پٽ جي ٻار کي جنم ڏنائين. انور جي ڄمڻ وقت تہ گهر ۾ تمام وڏو سمان ۽ خوشي هئي پر هن وقت معاشي بدحالي جي ڪري خوشي صرف اها هئي تہ فاطمه جي صحت صحيح ۽ ان جي ٻار جي صحت ٻہ صحيح هئي. مون ڪان نالي لاءِ پڇيو ويو تہ ٻانگ ڏيئي ٻار کي سندس نالو ٻڌايو تہ مون چيو تہ ٻار جو نالو واقعي پيءُ رکندو آهي پر والدين فقط آئون نہ آهيان. ماءُ ٻہ اوترو ئي والدين آهي. تڪليفون ماءُ برداشت ڪري ۽ شاهاڻا حڪم پيءُ هلائي. اهو صحيح ناهي. تنهنڪري توهان فاطمه کان پڇي وٺو جيڪو نالو ٻار جو تجويز ڪري اهو رکوس. ماءُ کان پڇيو ويو تہ ٻار چيائين تہ هو منهنجو انور آهي ۽ هي منهنجو منور آهي پر ساڻس علي ضرور هجي. منور علي نالو ٻانگ واري کي ٻڌايو ويو. جنهن ساڄي ڪن ۾ ٻانگ ۽ کاٻي ڪن ۾ اقامت ٻڌائي.

پنجويهہ آڪٽوبر 1965ع تي منور جي پيدائش ٿي. انور جي ڇٺي ۾ عقيقي تي تمام راڳ ناچ ٿيو هو ۾ شيدڻيون گهرايون ويون هيون پر منور ويچاري جي ڇٺيءَ ۾ صرف ٻہ ديڳيون لاهي گهرن ۾ ورهايون ويون. جيڪي قسمت ۾ هو برا ڏينهن مٿان اچي وڃڻ جي ڪري وڏيڪ خوشي نہ ملهائي سگهياسين.

ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ بابا ٻڌايو تہ ابا تنهنجي ياءُ جا سهريجا چون ٿا تہ اسان تان بار لاهيو. اسان ڪان پنهنجي امانت سنڀالي وٺو. مينهون هيون، اهي بہ وڪڻي ڪرايوسين فاطمه جو علاج. هاڻ اهي ڏاند آهن در تي جيڪي پنڻ جو ريچ آهن. ڏڳن جي آڏار تي ٻني پوکڻ لاءِ ملندي آهي. اهي جيڪڏهن وڪڻون تہ پوءِ ڪير ٻني پوکڻ لاءِ بہ ڪونہ ڏيندو. بيو تہ وڪڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ بچيو آهي. چيومانس تہ بابا دل نہ لاهہ الله وڏو آهي. هڪڙو ڏڳو وڪڻي غريباڻي شادي ٿا ڪريون. جهڙي توهان منهنجي ڪئي هئي. ٻئي ڏڳا نہ ٿا وڪڻون. ٻئي وڪڻنداسين تہ پوءِ ٻہ ڏڳا اوڌر تي ڪير بہ نہ ڏيندو. شادي ڪانپوءِ هڪ ڏڳو ناٽي يا في الحال وهائڻ لاءِ ڪنهن ڪان وٺنداسين. تيسين خدا ڏيندو پنهنجو وٺي وڃهنداسين. مهيني ڪن جي وٿي رکيسين. جيئن ڏڳو وڪڻون ۾ سو بہ چڱن پئسن ۾ نيلام تہ نہ ڪريون. في الحال شادي ڪي ظاهر نہ ڪيوسون. نہ تہ وٺڻ وارا سمجهن ها تہ انهن کي شادي لاءِ پئسن جي ضرورت آهي. تنهن ڪري ڏڳو هر حال ۾ وڪڻندا. ان ڪري صحيح پئسا نہ ملن ها. ڏڳو وڪڻي شادي جي تاريخ پڪي ڪئي سين تہ نئين چاول ٻار يعني منور جي حالت ڏاڍي خراب ٿي پئي، ايستائين جو ياءُ جي شادي واري رات منور جي صفا اميد لاهي ڇڏيسين. فاطمه چيو تہ ياءُ جي شادي ڪوشش ڪري اٺ ڏينهن پوئتي ڪري ڇڏ. تاريخ وڌائي ٻيو ڏينهن ڏيئي ڇڏ. شادي ڪا ايڏي وڏي ڪانهي نہ ئي ڪي دعوتون ڏنل آهن. چار نياڻيون اينديون. انهن کي چئي ٿا ڇڏيون. شادي جو ڏينهن تبديل ڪيوسين. سڄي رات ويهي منور تي گذاريسين. الله سائين خير ڪيو دوائون وغيره ڊاڪٽرن جي چوڻ موجب استعمال ڪندا رهياسين. خدا شفا ڏني. ٻچڙي جي صحت سڌري پئي.



چاچي فاطمہ ۽ چاچا محمد علي لغاري پنهنجن پوٽين عروبيا، ماھ نور ۽ پوٽن عمار ۽ ميثم ڏمار ۽ ٻين پوٽن سان گڏ.



چاچي فاطمہ پنهنجي وڏي پٽ ڊاڪٽر انور لغاري سان گڏ.



چاچي فاطمہ پنهنجي پوٽي اسد لغاري ۽ اسد جي ناني جميلہ سان گڏ.



چاچي فاطمہ پنهنجي پوٽي عروبيا سان گڏ.

چاچي فاطمہ جي والده
زينب لغاري ۽ اسد لغاري





چاچي فاطمہ ڪريمہ جي امان/مير زاديءَ ٽنڊي بهاول جي ڳوٺاڻيون عورتون،
شهيدن لاءِ ڪاڏ خورلڪ ۽ سارسنڀال لهندي




چاچي فاطمہ جي 14 مارچ تي پاڙي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد جي تصوير.




سنڌ نيشنل ڪائونسل جي پليٽ فارم تان سنڌ جي حقن جي حاصلات لاءِ چاچي
فاطمہ جي جدوجهد




سنڌ نيشنل ڪائونسل پليٽ فارم تان سنڌ جي پاڻي تي ڌاڙو ڇو؟
چاچي فاطمہ جي جدوجهد ـ حيدرآباد سيشن ڪورٽ




سنڌ نيشنل ڪائونسل جي پليٽ فارم تان سنڌ اندر پاڻي لاءِ چاچي فاطمہ ۽ چاچا
محمد علي جي جدوجهد جي تصوير – پريس ڪلب حيدرآباد.

# بحران مٿان بحران

منور جي ڪجهه طبيعت ٺيڪ ٿي ته فاطمه مون کي پاڻ چيو ته پاءُ جي شادي پلي ڪري وٺو. اسان جي ڪا ٻاهر دعوت ڪانه هئي. ڳوٺاڻي سطح تي ٿي برادر کي ياد ڪيو هوسون. سو ٻه ٽي ديڳيون پلاءُ جون هڪ ٻه ڪا مٺي جي ديڳ ڪجهه نياڻين کي گنديون ڪپڙا تحفي ڏاج ۾ ڏناسين. غريباڻي حال سان. جهڙي منهنجي ۽ فاطمه جي شادي اسان ڪئي هئي. اهڙي ئي پاءُ حسين بخش ۽ ميرزادي جي ٿي ويئي. جيڪڏهن ڪنهن شادي جي باري ۾ ساراهه جا ڏِڪ نه پريا هئا ته گهٽ ۾ گهٽ گلا شڪوه جو به ڪنهن وٽ موقعو ڪونه هو. پاڇائي ميرزادي کي تمام سچي پيار سان گهر وٺي آياسين، چو ته غريب گهراڻي جي غريباڻين شادين ۾ مصنوعيت ڏيکاءُ ۽ نشونما نه پر سچو پيار ۽ عزت احترام هوندو آهي. گهٽ ۾ گهٽ منهنجن ننڍن ڀائرن ۽ ڀينرن ۽ امان ۽ بابا سميت، اسان کي بيحد خوشي ٿي هئي، حد درجي جي خوشي ٿي هئي. هڪ ڳالهه جي پڌرائي ڪريان ته انور ۽ منور جي ماءُ ۽ منهنجي پاءُ جي نئين آندل ڪنوار پاڇائي ميرزادي پاڻ ۾ به تمام ويجهيون عزيز ۽ رشتيدار هيون. رشتو به ڪهڙو؟ پاڇائي ميرزاري جو والد صاحب ۽ فاطمه جي سڳي ناني پاڻ ۾ سڳا ڀيڻ پاءُ هئا ۽ هڪڙي ئي ماءُ پيءُ جو اولاد هئا. اسان گهر وارن کان وڌيڪ پاڇائي ميرزادي جي پرڻجي اچڻ جي فاطمه کي خوشي هئي. ان جا ٻيا سبب به ڪيترا ئي هئا سڀ کان وڌيڪ اهو هو ته منهنجي امڙ سعدان دم جي مريضه هئي ۽ ويچاري گهر جو ڪم ڏاڍي تڪليف سان ڪري سگهندي هئي. ان کان سواءِ فاطمه کي منور جي شڪل ۾ هڪ ڪمزور ۽ بيمار ۽ هڪ ننڍڙو ٻار هو ان سان گڏوگڏ گهر جو ڪم ۽ ٻاهرين برادري جن به پڌو ٻُڌو ته چاچا گلڻ خان پٽ جي شادي ڪئي آهي پا حسين بخش ۽ ميرزادي شادي ڪري چڙهي آهي ته اهي اسان جا عزيز

ميرزادي جا عزيز گلاب لغاري يا باگوودداڻي جا مبارڪباد يا ڏاج پوٽ ڏيڻ لاءِ اچڻ جو سلسلو شروع ٿي ويو. فاطمه ڪي بہ هڪ اهڙي گهريلو ساٿي جي ضرورت هئي ۽ ساٿي بہ اهڙي جيڪا مردن کان بہ مٿانهين هجي. بس خير خوبي سان گهر جو گاڏو هلي پيو. سال ٻن ۾ ڀاءُ حسين بخش خان ۽ ميرزادي کي بہ امير بخش جي شڪل ۾ الله سائين ٻچڙو عطا ڪيو. ان ٻار جي امان ۽ بابا کي مون ۽ فاطمه سميت اسان سڀني کي گهڻي خوشي ٿي. ڪجهہ ڏينهن تہ خير خوبي سان گاڏو پي هليو پر الائجي ڪنهن جي نظر لڳي جو اوچتو منهنجي ڀاءُ کي ساهريجن طرفان اچي چورت. چونءِ چوان شروع ٿي تہ محنت تون ڪرين رات ڏينهن سور تون ڪائين. نالو ۽ ڳالهہ سڄي محمد علي ۽ فاطمه جي. آڌي رات جو جيڪڏهن ڪي مهمان اچن تہ بہ ماني ميرزادي اٿي تيار ڪري. اهو فتنہ خوري جو سلسلو شروع ٿي ويو. ٻئي پاسي ڀاءُ ڀاڄائي کي ٻار ڄائو تہ چنيءَ کانپوءِ ڀاڄائي ٻار کي کڻي وڃي ماٽن ۾ رهائش اختيار ڪئي. نيٺ لاچار ٿي ڀاءُ حسين بخش وڃي ساهريجن وٽ رهي پيو ۽ هن کي زمين پوکڻ لاءِ ساهريجن پنهنجن عزيزن کان هاريي تي وٺي ڏنائون. ڀاءُ ويچارو سادو ماڻهو ڪجهہ نہ ڪڇي اسان کي هن ويچاري جي حال تي رحم ٿي آيو. بابا چوندو هو تہ ابا ڳالهہ نہ مُهاڙ. مايون پاڻ ۾ صلاح ڪري چوڪري ويچاري کي ڳڙي تي چاڙهي ڇڏيئون. پين ڀائرن دوستن سمجهايس. پر ڀاءُ ويچارو چئي آئون مجبور آهيان. ڇا ڪريان. گهر واري کي گهڻي ئي سمجهايان ٿو پر هوءَ آچئي نٿي. ڀاءُ ويچارو رات ڏينهن مسلسل رت وِلوڙيندو رهيو محنت مزدوري ڪندو رهيو پر پوءِ بہ ويچارو قرضدار ٿي ويو.

هوڏانهن آئون ۽ منهنجا ٻہ ڀيا ننڍا ڀائر گهنور خان ۽ محمد بخش عرف محمد خان بابا سان گڏ ٻني جو ڪم ڪندا رهياسين. ڀاءُ حسين بخش جي ڏار ٿي وڃڻ کانپوءِ سال کن جي اندر ڳوٺ جي رئيس خدابخش خان جي مهربانين سان مون کي عالم اينڊ برادرس جي بسن تي ڪنڊيڪٽري ڪرڻ جو موقعو ملي ويو. ان زماني ۾ ڪنڊيڪٽري صوبيداري يا ٽپيداري کان گهٽ نہ سمجهي ويندي هئي. پگهار، ڀتا، ڪميشن، ضرورت جي حالت ۾ ايڊوانس وغيره تمام عياشي هئي. عالم اينڊ ڪو جون بسون حيدرآباد

ڊگهڙي وايا ماتلي ٽنڊو غلام علي حيدرآباد کان ميرپور ٽنڊوالهيار حيدرآباد۔ کان گلاب لغاري شيخ پرڪيو. حيدرآباد کان مسو پرڳڙي وغيره تي هلنديون هيون. ڇهن مهينن ۾ ئي مالڪن جو اعتماد بحال ڪري ويس. تمام بهين ڪنڊيڪٽرن جي پيٽ ۾ بهترين رزلٽ ڏيئي مالڪن جو راضپو حاصل ڪيم. سال کن ۾ اسان غريبن جي مالي حالت سادي زندگي گذارڻ ۽ ڪفايت شعاري جي ڪري بهتر ٿي آئي. سال کن کان پوءِ ... موڪل ڪري ڳوٺ آيس. ڀاءُ جي خبر پئي ته تمام تڪليف ۾ آهي. امان ۽ بابا کي ساڻ وٺي آئون ۽ فاطمه گڏجي ڀاءُ وٽ وياسين. ڇيوسين بابا ڀارڙا وٺي هل. اٿي ته گهر هلون. ياد رهي ته انهن ٻن سالن جي عرصي دوران ڀاءُ حسين بخش ۽ ڀاڄائي ميرزادي کي ٻيو پٽ ڪريم بخش عرف ڪريم به ڄائو هو. مون ننڍڙي ڪريم کي گود ۾ کنيو ڀاءُ ۽ ڀاڄائي کي چيم گهران ڪجهه به نه کڻو جيڪي به ٿورو گهڻو جيڪو به توهان جو آهي اهو توهان پنهنجي امان وارن جي حوالي ڪري هلو.

ڀاءُ مون کي چيو ته منهنجو فصل پوکيل آهي ۽ انهن جو وري مون تي قرض آهي ۽ مينهن ورتي اٿم ان جا پئسا ڏيڻا آهن. بابا سائين پنهنجي پٽ حسين بخش ۽ ان جي گهر واري کي چيو ته جنهن جو به قرض آهي انهن کي پري ڏيون ٿا ۽ فصل به انهن ڏٺين کي چئو ته اهو توهان کي آيو. ائين ڪري اسين پنهنجي ڀاءُ ۽ پنهنجي ڀاڄائي کي گهر وٺي آياسين. ان رات واري ملپل خوشي مون کي اڄ تائين ياد آهي. ٻئي ڏينهن صبح جو بابا سائين جو حڪم ٿيو ته بابا تنهنجي ڀاءُ تي جنهن جو به قرض آهي. ڀاءُ کي گڏ وٺي وڃي ڏيئي اچو ۽ اسان بابا سائين جي حڪم جي بجا آوري ڪندي، جنهن جا به جيترا پئسا هئا اهي ڀاءُ حسين بخش جي هٿان جمع ڪرائي آياسين. حسين بخش ته منهنجو جانب ڀاءُ هو. اهڙا ڀائر دنيا ۾ تمام ٿورا آهن.

هو اسان کان يا پنهنجي ماءُ پيءُ کان ڌار نه ٿيو هو. پر هو پنهنجي ننگ تان به هٿ کڻڻ جي پوزيشن ۾ نه هو. شڪراني جي نماز ادا ڪيم. ٻه ٽي ڏينهن موڪل وارا ڀائرن، امان، بابا، فاطمه سان گڏ گذاريم. ان کانپوءِ وري ڊيوٽي تي وڃڻ جي تياري ڪيم. فاطمه مون کي چيو ته پنهنجي گهر جي پرسان جيڪو پنهنجو پلاٽ پيو آهي، ان تي گهر ٺهرائڻ جي شروعات

ڪريون. بچن شال عيال ھاڻ وڏو ٿي ويو آھي. مون چيو تہ پلي ٺھرايو پئسا توکي ڏيئي ٿو وڃان ۽ ڀياموڪليندو رھندس. بابا کي چئي گھر جي ڪم جي شروعات ڪريون ٿا. بابا ۽ ڀائرن سان صلاح ڪري منظوري وٺي بابا کي چيم تہ بابا سائين پئسا گھر پيا آھن. جنھن مھل بہ توھان کي جيتري ضرورت ھجي ڪٽي وٺجو. ڀائرن ۽ امان بابا کي ڪم سان لڳائي انھن کان موڪلائي حيدرآباد لاءِ روانو ٿيس. ٻار جيڪي اسڪول ويندا ھئا انھن لاءِ سندن استادن کان رپورٽ ورتم ۽ انھن کي پڙھڻ لاءِ اتساھيندو حيدرآباد لاءِ روانو ٿي ويس.

آئون ڪنڊيڪٽري بہ ڪندو رھيس. بابا، امان، فاطمہ، ڀائرن ۽ ٻارن جي خبر بہ رکندو رھيس ۽ ٻني ٻاري جي حوالي سان انھن جي سرپرستي بہ ڪندو رھيس. ھڪ دفعو وري بہ الله سائين جي رحم ڪرم سان زندگي جا ڏينھڙا سٺا گذري رھيا ھئا. گھرو ماحول بہ ڏاڍو سازگار ھو. ڀاءُ حسين خبش جي گھر ۾ وري اميدواري ھئي. ڀاڄائي کي ٿوري تڪليف ٿي، ڊاڪٽرن چيو تہ ٿورو گھر ۾ آرام ڪرايوس ۽ ڊليوري جي حوالي سان فاطمہ پنھنجي ماءُ کي ڀاڄائي ميرزادي سان گڏ اسپتال موڪليو اتي ڀاءُ کي ٽيون پٽ ڄائو. ان جو ماءُ کان نالو پڇيم جنھن ٻڌايو تہ رسول بخش رکوس. ٻار جو ٿورو جلدي ۾ ويم ڪرايو ويو ھو. جنھن ڪري ڀاڄائي ۽ ٻارڙي کي ڊاڪٽرن ٻہ ھفتا رھائي ڇڏيو. آئون روزانو شام جو ڊيوٽي تان واندو ٿيندو ھوس تہ سڀ کان پھرين ڀاڄائي ڏانھن اسپتال ويندو ھوس. جنھن شيءِ جي ضرورت ھوندي ھئي تہ ان جو پورائو ڪندو ھوس ۽ ڪلاڪ ڪن ويھي پوءِ واپس ٿيندو ھوس. فاطمہ جي امڙ ڀاڄائي وٽ اسپتال ۾ گڏ رھيل ھئي جيڪا منھنجي سس بہ ٿئي. ٻن ھفتن کان پوءِ ٽيڪسي ڪري انھن کي ڳوٺ روانو ڪيم. مون ڀاءُ کي چئي ڇڏيو ھو تہ تون ڪابہ پريشاني نہ ڪجان. آئون ھتي ويٺو آھيان. توھان بي فڪر پنھنجي ڪم سان پنھنجي گھر مزي سان رھيا پيا ھجو. الله چڱي ڪندو. نئون چاول ٻار ۽ ڀاڄائي خير سان جڏھن گھر پھتا تہ ڀاءُ سان گڏوگڏ فاطمہ ۽ امان بابا کي بہ خوشي ٿي.

نئين گھر جي تعميرات جو ڪم بابا شروع ڪري ڏنو ھو. گھر ۾ گڏھن تي مٽي وجھرائڻ شروع ڪيائين ۽ بابا چيو ابا سادي نموني پراڻي

طريقي وارو ڪليل گهر ٺهرايون ٿا. ڪمرا بہ پلي وڏا هجن ۽ ورانڊو بہ پلي وڏو هجي ۽ اڳيان اڱڻ بہ ڪشادو هجي. منهنجا پوٽا ۽ انهن جا دوست هڪ جيڏا جي گهر ۾ ڪرڪيٽ راند ڪن تہ بہ کلي دل سان کيڏي سگهن. ائين ئي گهر جو بہ ڪم هلندو رهيو. هڪ ڏينهن ڇت جو ڪم گاري جو هلي رهيو هو. بابا سيمينٽ جي تغاري خالي هيٺ اڇلي ۽ منور ننڍڙو اچانڪ اندران ڪمري مان نڪتو ۽ اها تغاري سڌي زور سان اچي منور کي مٿي ۾ لڳي. بابا کي بيحد صدمو پهتو ڇو تہ سمورن ٻارن ۾ بابا منور کي پيائيندو هو. ڏک جي زخم مان ايترو تہ رت ڏنائين جو رت بند ئي نہ ٿئي. نيٺ ڊاڪٽرن وٽ اسپتال ۾ وٺي ويا جتي ڊريسنگ ڪئي وئي.

منور جي طبيعت بابا سان ۽ منهنجي ننڍي ڀاءُ محمد بخش عرف محمد خان سان لڳندي هئي. بابا سان ٻني تي گڏ گهر گڏ. بابا هڪڙو ڇيلو منور کي وٺي ڏنو هو. ان ڇيلي کي ڪاهي پيو گهمندو هو. ٻني تي ڪاهي پيو گهمندو هو. پوءِ هڪ ڏينهن سندس ماءُ فاطمه منور کي چيو تہ ابا ڇيلي جو يا مال ڌارڻ جو شوق سٺو آهي پر ڇيلي سان دل تي وئي تہ ٻڪرار ٿي ويندين. توکي پڙهڻو آهي محنت ڪرڻي آهي هر ڳالهہ ڪان پري رهڻو پوندئي. فاطمه ڏاڏي کي چيو تہ ڏاڏا ڇيلو وڪڻي ۽ پئسا منور کي ڏيئي ڇڏيو. ڏاڏا ڇيلو وڪڻي پئسا منور کي ڏنا ۽ منور اهي پئسا وري سندس ماءُ فاطمه جي حوالي ڪري ڇڏيا.

# ٻارن جي پڙهائي

بابا سائين جي پوري زندگي جي غربت، احساس محرومي، معاشي بدحالي جي ڪري بلڪل ئي نااميدي تي ڇڪي هئي. ڪنهن به عزيز ۽ صاحبِ حيثيت پاڙيسري کان چڱائي جي اميد هڪ رتي برابر به نه هئي. آبداري جي ڪورس ڪرڻ کانپوءِ به ڪا به سٺي موٽ نه ملڻ جي ڪري مون پنهنجي پاڻ سان هڪ واعدو ڪري ورتو هو ته ٺيڪ آهي بابا ويچارو چاهيندي به نه پڙهائي سگهيو پر هي علم دشمن سوچ رکندڙ قسم جا ماڻهو جن سدائين خوشحالي ۽ عزت واري زندگي گذارڻ جي رستا روڪ ڪئي آهي. انشاءَ الله جي زندگي ساٿ ڏنو ته پنهنجي هر هڪ ٻار کي، پنهنجن پائرن جي هر هڪ ٻارن کي پوءِ اهو نياڻي جو هوندو يا پٽ جو ٻار هوندو پر ان کي علم جي زيور سان مالامال ڪندس. ۽ امان، بابا، پائرن ۽ گهر وارين جي ساٿ ۽ سهڪار سان پنهنجن ٻارن کي علم جي زيور سان مالامال ڪري علم دشمن ماڻهن جو ڪنڌ جهڪائيندس. آئون بيماري جي حالت ۾ هڪ به دفعو علاج لاءِ حيدرآباد ۾ ڪنهن ڊاڪٽر وٽ ويس ته هن جي لکيل ڊگري تي نظر پيم. حيدرآباد ۾ وڃڻ ته منهنجو علاج جي ڪري ٿيندو هو پر لکيل ڊگري M.B.B.S منهنجي لاءِ چئلينج هوندي هئي. مون کي ڪيل پنهنجي پاڻ سان واعدو (عزم) ياد ڏياريندي هئي. وڌيڪ سرگرم ڪندي هئي. مون انور کي ڳوٺ واري اسڪول ۾ داخل ڪرايو. استاد هوندو هو محمد جمن پرڳڙي ان سان ميٽنگ ڪيم. ان جي اڳيان پنهنجو سمورو عزم واضح ۽ ظاهر ڪيم. سائين دلچسپي ڏيکاريندي واعدو ڪيو ته تعليم جي معاملي ۾ الله ڪندو ته ڪا به ڪمي پيشي نه ٿيندي.

انور کي اسڪول ۾ ويهاري واپس گهر آيس. مهيني کن کانپوءِ پنهنجي گهر واري، انور منور جي ماءُ سان ٻار جي پڙهائي جي معاملي ۾ ميٽنگ

ڪيم. چيومانس تہ منھنجي ڪوشش ھوندي تہ ھر ٻار کي سٺي تعليم ڏياريان پر ٻارن کي تعليم ڏيارڻ ۾ ماءُ جو تعاون ۽ دلچسپي تمام ضروري آھي. خصوصن ماءُ جي ٻار سان خومخواھہ قسم واري مراعات ۽ رعايت نہ ھلندي. آئون تنھنجي واتان ٻارن جي معاملي ۾ ھي نہ ٻڌان تہ آئون اڻ پڙھيل آھيان ۽ ڀيوجيڪو ماءُ وارو بيجا پيار اھو تعليم جي رستا روڪ ثابت ٿيندو آھي ۽ ٻارن کي تيار ڪرڻ سميو ڪرڻ اسڪول ڏانھن موڪلڻ اھا سڄي ذميواري ماءُ جي ھوندي. ان معاملي ۾ ڪابہ ڪمي پيشي نہ ٿيندي. اِھو قطعي ٻڌڻ لاءِ تيار نہ آھيان تہ ٻار ننڍ مان اٿن نٿا آئون ڇا ڪريان.

ڪجھہ ڏينھن ڪانپوءِ جڏھن محسوس ڪيم تہ انور ھاڻ اسڪول وڃڻ جو باضابطا عادي ٿي ويو آھي تہ ھڪ ڏينھن موڪل کان پوءِ انور کي ويھاري ھن جي ٻڌڻ، سمجھي سگھڻ ۽ سوچي سگھڻ جھڙيون ڳالھيون ھن سان شيئر ڪيم. چيومانس تہ پٽ ڏس ٻاڻ سڀ غريب قسم جا ماڻھو آھيون. توھان جا ڏاڏا ۽ ڏاڏي زندھہ وينا آھن. انھن جي زندگي ڪھڙي ڪٺن ۽ ڏک واري گذري آھي. ھتي جو شرفا ۽ صاحب حيثيت ايڏو تہ واترادو آھي جو اھڙا محاورا. چوٽيون ۽ پھاڪا جيڪي جاگيرداري معاشري جا مروج ڪيل آھن. اھي پيش ڪري ٽنوليون ڪري علم جي روشني جي رستا روڪ ڪندو آھي. بابا پٽ، اسان وٽ جيڪا ماٿنياٽي ملڪيت آھي اھا توھان جي سامھون آھي. اسان جيڪڏھن ڪا عياشي ڪري ماٿٺ واري ڇڏيل ملڪيت تباھہ ڪئي آھي تہ اھو بہ ڏاڏا ۽ ڏاڏي زندھہ وينا آھن، انھن کان پڇي سگھو ٿا. جواري آھيون، موالي آھيون، ڪم چور آھيون، گھرو ذميوارين کان ناواقف آھيون. اسان جھڙا بہ آھيون توھان جي آڏو آھيون. بابا پٽ اسان وٽ ايتري ڪابہ ملڪيت ڪانھي جو اسان توھان کي ڏيئي ڪو ڪاروبار ڪرائيندا سين ۽ نہ وري توھان کي ڪا زمين وٺي ڏيڻ جي طاقت رکون ٿا. اسان توھان سان صرف سھڪار ڪري سگھون ٿا. باقي سڀ ڪجھہ پنھنجي لاءِ توھان کي پاڻ ڪرڻو پوندو. علم حاصل ڪرڻ لاءِ سستي، ڪاھلي ۽ لاپرواھي جي رَتي برابر بہ گنجائش ناھي ۽ نہ ئي وري علم حاصل ڪرڻ جي معاملي ۾ اھڙي رعايت جي ڪا اسان والدين ۾ اميد رکجو. ھيا توھان جا انگل آرا پنھنجي مالي حيثيت جي دائري تائين

ڪٽنداسين، باقي تعليم حاصل ڪرڻ جي معاملي ۾ رعايت جي ڪابہ گنجائش ڪانهي. ايتري سمجهائڻ ڪانپوءِ اسڪول وارو سلسلو هلي پيو پر سال کن جي گذرڻ ڪانپوءِ ماءُ فاطمه ۽ ناني جي انور سان بيجا پيار جي ڪري لاپرواهي ۽ سستي جي ٿوري بدبوءِ محسوس ٿيڻ لڳي. فاطمه کي چيم تہ غلط پئي ڪرين. پٽ توکي بہ مٺو آهي تہ مون کي بہ مٺو آهي. پر اهو پيار يا اها رعايت جيڪا اڳتي هلي پٽ لاءِ هاڃيڪار ٿئي جنهن جو پاڻ ازالو نہ ڪري سگهون. ڳالهہ هٿن مان نڪري وڃي ۽ نوبت اُتي اچي پهچي جو اسان ماڻهن جي اڳيان اها وضاحت ڪندا گهمون تہ ادا اسان گهڻي ئي ڪوشش ڪئي پر ڇوري کي پنهنجو نياڳ ڪنيو بيٺو هو. پاڻ نہ پڙهيو اسان ڇا ڪنداسين. فاطمه ماءُ هئي تنهن پٽ جو طرف ڪٽندي چيو تہ ٻار آهي، سمجهي ويندو. آخرڪار نوبت اتي اچي پهتي تہ هڪ ڏينهن انور اسڪول ئي ڪونہ ويو آئون سڄي رات پاٽي جو وارو پورو ڪري صبح جو گهر اچان تہ رول ٻارن سان بلورن راند پيو ڪري، مون تي نظر پيس تہ ماءُ ڏي ڀڄڻ لڳو. پڇيومانس تہ اسڪول ڇو نہ ويو آهين تہ روئڻ لڳو. آئون بہ ٿورو تيش ۾ اچي ويس ۽ انور کي محسوس ڪرايم تہ جيئن انور سوچي وٺي ۽ اهو سمجهي ڇڏي تہ نہ پڙهندس تہ بابا ماريندو. آخرڪار ماءُ وچ ۾ پئي ضمانت ڏني تہ آئنده اهڙي غلطي نہ ڪندو. مون انور کي چيو . ڪتاب ڪٿي آهن، ڪڻ ڪتاب هل اسڪول. انور سان گڏجي اسڪول وٺي آيومانس. استاد کي حاضري طور شڪايت ڪندي سائين کي چيم تہ سائين ڪو شاگرد نٿو اچي تہ هن کي ڇوڪرا موڪلي گهرائيندا ڪريو. اڄ تہ مون انور کي گسائڻ جي ڪافي سزا ڏني آهي. آئنده لاءِ الله ڪندو اهڙي صورتحال پيش نہ ايندي.

ان ڏينهن کان پوءِ جيئن ئي انور جي دلچسپي پڙهڻ ڏانهن ٿي تہ وري اهڙو موقعو شڪايت جو نہ مون کي ۽ نہ وري استادن کي مليو. انور ماءُ جي ضمانت جو ڀرم رکندو آيو.

انور تہ ڀرم رکندو آيو پر وري منور ٽن چئن سالن جي وٿي ڪانپوءِ (۽ هونئن بہ انور ۽ منور جي ڄمار ۾ چار سال جي وٿي آهي) ان کي بہ ساڳي ئي طريقي سان سمجهايو هئم پر هِن بہ اهڙا پير کڻڻ شروع ڪيا جيڪي شروع ۾ انور کڻڻ لڳو هو. پر منور ڏڄڻو بہ هو ۽ سمجهدار بہ هو. مون جڏهن منور

ڪان اڪيون ڦوٽاري پڇيو تہ اڙي اسڪول ڇو نہ ويو آهين تہ يڪدم ٻانهون ٻڌي پنهنجي غلطيءَ جو اعتراف ڪندي هڪدم اچي پيرن تي ڪريو. معافي وٺندي چيائين تہ "بابا واعدو ٿو ڪريان تہ اجوڪي غلطي جي معافي ملي. آئنده وري اهڙي غلطي ڪريان تہ مون کي قطعي معاف نہ ڪجو." ٺيڪ آهي تنهنجو معافي نامو قبول ڪري توکي موقعو ڏيان ٿو ۽ وري منور بہ ڪڏهن اهڙي غلطي نہ ڪئي ۽ اڳتي هلي انهن کي پنهنجين ذميوارين جو ايترو تہ احساس ٿيو جو مون کي تعليم ڏيارڻ جي سلسلي ۾ ڪجھ بہ چوڻ ۽ پڇڻ جي ضروت محسوس نہ ٿي. باقي زندگي ۾ اهو هڪڙو هڪڙو واقعو ٻنهي سان پيش آيو. پاڻ کي بہ ياد هوندن.

اِهڙي قسم جو واقعو انهن جي پلي خاطر ضرور پيش آيو باقي هونئن سڄي زندگي اسان پيءُ پٽ جي رشتي وارا گهٽ، دوست وڌيڪ لڳندا هئاسين. خصوصن منور ۽ آئون ڇو تہ منور ۾ منهنجي طبيعت ۾ مذاق جو اثر آهي. انور مذاق جي ڪوشش ضرور ڪندو آهي پر هر وقت مذاق نہ ڪري سگهندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪندو آهي پر اهو سٺو مذاق هوندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن مذاق منور يا آئون فاطمه سان بہ ڪري وٺندا هئاسين. هن مرحومہ کي پوڳ جو ڏانءُ نہ ايندو هو. پوءِ ناراضگي جو اظهار ڪندي چوندي هئي تہ پيءُ پٽن کي ڳالهائڻ اچي ويو آهي پاڻ کي خبر ناهي ڇا ٿا سمجهن. پوءِ منور پيرين پئي معافي گهرندو هوس.

# بخشي لغاري کان حيدرآباد ڏانهن سنبت

1972ع جي شروعات فيبروري يا مارچ جو مهينو هو. انور پنجين درجي جو امتحان پاس ڪري ڪلندو ڪڏندو گهر پهتو. اسان سمورن گهر ڀاتين کي بيحد خوشي هئي. ٻه رڪعتون نفل شڪرانا نماز جا ادا ڪيم. ڏٽي جي در دعا جا هٿ کنيم تہ الله سائين مون کي غرور ۽ تڪبر کان پنهنجي امان ۾ رکجان. صحيح سوچ، حوصلي، همت ۾ منهنجي رهنمائي ڪجان. عزت ۽ ذلت تنهنجي هٿ ۾ آهي، تون ئي هر شيءِ تي قادر آهين (آمين). شاهہ صاحب جو بيت ياد آيو:

ڳمي ڳمي اٿياس، ڀُونڊا ڪوڙي ڀُونءِ،
ماءِ مرادون، ڀُنيون، آئي متي مون.

هاڻ انور اسڪول کان واندو ٿي پنهنجي ڪرڪيٽ ۾ ٻي راند روند کي لڳي ويو. هڪ ڀيرو وري منهنجي مٿي تي ذميواري اچي ويئي. ڪنڊيڪٽري مان ٻہ ٽي ڏينهن موڪل ورتم. استاد کان سرٽيفڪيٽ وٺڻ ۽ نور محمد هاءِ اسڪول ۾ انور جي داخلا جا ٽارگيٽ مقرر ڪري تياري ڪيم. انور جي رهائش جي مسئلي کي آسان بنائڻ ۽ هن کي تڪڙو حل ڪرڻ ۽ مطمئن ٿي وري پنهنجي ڊنڊي سان لڳڻ. ان سڄي معاملي کي ترتيب ڏئي ڪوششون شروع ڪيم. فاطمه مون کان پڇيو تہ انور لاءِ ڇا سوچيو اٿئي ۽ اُن لاءِ ڇا ٿو ڪرڻ چاهين؟ چيومانس تہ پهرين ڳالهہ تہ الله سائين تمام ٻاجهارو آهي ۽ هن جو نالو ڪٽي الله توهار ڪئي آهي تہ ان لاءِ سڀ سٽايون ٿيو وڃن. ٻي ڳالهہ تہ هڪڙي هٿ جي تاڙي ڪانہ وڄندي آهي. ڪجهہ تون ڪندين ڪجهہ آئون ڪندس تہ سڀ ڪجهہ خير خوبيءَ سان ٿي ويندو. مون کي فاطمه چيو تہ آئون زال ذات ڇا ٿي ڪري سگهان؟

چيومانس تہ تون گهڻو ڪجهہ ڪري ٿي سگهين. جيئن توکي چوانءِ ائين ڪندي اچ تہ سڀ ڪجهہ ٿي ويندو. پهرين ڳالهہ تہ انور جي اسڪول کلڻ يا هلڻ ۾ اڃان هڪ مهينو آهي ۽ مهينو انهن ڪمن لاءِ پاڻ وٽ گهڻو آهي. تنهن جي حصي جو ڪم آهي ان کي تون لڳي وڃ ۽ منهنجي حصي جي ڪم کي آئون ٿو شروع ڪريان. ڪجهہ عقل ۽ سمجهہ کان بہ ڪم وٺڻو پوندو. في الحال پنهنجو اڃان هڪ ڀيرو پيو پڙهڻ لاءِ حيدرآباد هلي. ان هڪڙي لاءِ جاءِ وٺي هلي گهر نٿا هجي ويهنداسين تہ ٿي سگهي ٿو تہ پاڻ جلدي ٽڪي پئون. ايترو پاڻ وٽ پئسو ڪونهي، تنهن جي ڪري توکي مڙسي ۽ همت ڪرڻي پوندي. فاطمه پڇيو تہ آئون ڇا ڪريان؟ چيومانس تہ روئڻ ڪانسواءِ ماءُ بہ پار کي ٽيج نہ ڏيندي آهي. تون پنهنجي ماءُ کي راضي ڪري حاجي شفيع محمد جي ماءُ وٽ وڃ. جيڪا تنهنجي ماءُ جي سڳي ڀيڻ آهي ۽ تنهنجي ماءُ ۽ ماسي جي ماءُ جيڪا تنهنجي بہ ناني ٿئي ۽ حاجي شفيع محمد جي بہ ناني آهي ۽ حيدرآباد واري سڄي گهر کي اها پئي هلائي.تون همت ڪري پنهنجن انهن واسطن ۽ لڳ لاڳاپن جي آڌار تي انهن کي راضي ڪري انور جي رهڻ جو بندوبست ڪري وٺ. انهن کي چئو تہ مئٽرڪ تائين انور کي رهائين، پوءِ اسان پنهنجو بندوبست ڪري وٺنداسين. تون انهيءَ پاسي ڪوشش ڪر. آئون تيستائين انور کي ساڻ ڪري هن جي داخلا جو بندوبست ٿو ڪريان. فاطمه گهبرائجي ويئي. چيائين تہ آئون ڪانہ چونديس. اهو ڪم مردن جو آهي. تون پاڻ حاجي چام خان ۽ حاجي شفيع محمد خان کي چئو. فاطمه کي همت ڏياريندي چيم تہ حاجي شفيع محمد خان يا ان جي والد صاحب محترم حاجي چام خان کي آئون بابا کي ساڻ ڪري ٻنهي کي چوندس پر تون شروعات تہ ڪر. ٻچ نہ پاڻ کي عزت ڏيندا ۽ انور کي رهائيندا. چيومانس تہ انور تہ ٻار آهي ۽ انهن جو پنهنجو آهي پر حاجي صاحب وارا علم دوست ماڻهو آهن. هنن وٽ الائجي ڪير ڪير رهي ۽ پڙهي ويا آهن. هن وقت بہ حضوري وساڻ رهيو پيو آهي. گل حسن لنڊ رهيو پيو آهي، باقي پنهنجي ٻار کي ڪونہ رهائيندا ڇا؟ تون همت ڪري چوڻ چائڻ ميڙ منٿ شروع ڪري ڇڏ. چيائين تہ ڀلا امان کي تون چئو. چيومانس تہ اٿي هل تہ ٻئي گڏجي هلي ٿا چئونس.

ياد رهي تہ انور پنهنجي نانيءَ جو وڏو دادلو هوندو هو. آئون فاطمه سان گڏجي سندس ماءُ وٽ آياسين جيڪا منهنجي سس بہ ٿئي. سڄو قصو ٻڌائي سس کي سرگرم ڪري ماءُ ڏيءَ کي رئيسن ڏانهن روانو ڪيم ۽ آئون داخلا وٺڻ جي تياري کي لڳي ويس. ضروري سرٽيفڪيٽ هٿ ڪري انور کي ساڻ وٺي حيدرآباد اچي نورمحمد هاءِ اسڪول ۾ داخلا ڪرائي رئيسن جي گهر چڙهي آئون وري ڊيوٽي ڪرڻ لاءِ هليو ويس. فاطمه منهنجي پاءُ کي مون ڏانهن حيدرآباد موڪلي چوائي موڪليو تہ عورتن کي مون راضي ڪيو آهي، باقي مردن کي پاڻ ڇڏيو. ٻہ ٽي ڏينهن ترسي بابا کي ساڻ ڪري پنهي حاجين وٽ گذارش ڪئي سين، حاجي صاحب وارن مانِ بخشيو. گهر اچي فاطمه کي سڄي حقيقت ٻڌايم تمام گهڻي خوش ٿي. مون چيو تہ تون هاڻي تياري ڪر. تنهنجي ماءُ کي بہ گڏ وٺيو وڃ ۽ انور جا ڪپڙا گندي بہ ڪٽبو وڃ. وڏيڪ گهڻو سامان هجي تہ گاڏي ڪري ڏيانو.

اسڪول کلي ويا، انور ۽ اسلم گڏجي اسڪول لاءِ روانا ٿيا. آئون ڪنڊيڪٽري واري ڊيوٽي تان واندو ٿي شام جو روزانو انور وٽ ويندو هوس. جيستائين نہ ويندو هوس تيستائين انور بالڪوني ۾ بيٺو هوندو هو. انور مون کي چوندو هو تہ بابا مون کي جيڪي توهان خرچ لاءِ پئسا ڏيو تہ اهي مون کي الڳ پنهنجي منهن ڏيندا ڪريو.

هڪ ڏينهن حاجي شفيع محمد مون کي چيو تہ چاچا انور وٽ پلي ملڻ ايندا ڪريو توهان جو پنهنجو گهر آهي پر خرچي جا پئسا نہ ڏيندا ڪجو. نہ تہ ٻار گهڻي پئسي جي ڪري بگڙجي ويندو. چيومانس تہ انور ۾ محنت، شرافت ۽ ڪفايت جو رت ٻوڙي ٿو هو ڪونہ بگڙندو.

# خوشحالي ڏانهن ڪجهه وِکون

انور جي اسڪول ۾ گهر ۾ خبر رکندو رهيس ۽ پنهنجي ڊيوٽي به ڪندو رهيس. منور به اسڪول ويندو رهيو ۽ پاءُ جي پٽ کي اسڪول ۾ داخلا وٺرائي ڏنم. هن کي به چيم ته پٽ منهنجو تون به اهڙو ئي اولاد آهين جهڙا انور ۽ منور آهن پڙهڻ جي معاملي ۾ منهنجو رويو توسان به اهڙو ئي رهندو جهڙو انور ۽ منور سان آهي. ضرورتن جي پورائي ۾ ڪابه ڪمي پيشي نه ايندي پاڻ ۾ پائر گڏجي اسڪول ويندا هئا ۽ گڏجي ايندا هئا. منور اسڪول جو ڪم پورو ڪرڻ کانپوءِ يا ته پنهنجي ڏاڏا يا چاچا محمد سان گڏ هوندو هو. ٻني تي ويندو هو جيڪو به ڪم ڏاڏا ڪندڙ هوندو ته پاڻ به ان ۾ شامل ٿي ويندو هو. وڻوڻ وڍرائي، ڦٽيون چونڊي، ڦٽيون تورائي يا گاڏي مان ڪريل ڦٽيون چونڊي واٽئي جي دڪان تي وڪٽي اچي. ير شيءِ جي بجاءِ ڪاپي ڪو ڪتاب يا سليٽ وٺي ايندو هو. پاڻ ضدي طبيعت جو هوندو هو. ٿورو به گهر ۾ ناراض ٿيندو هو ته گهر جا نڪر ٿانءَ برتن ڀڃي ڇڏيندو هو. هڪ ڏينهن هوٽل واري محمد يوسف منگئي الائجي ڇا چيس ته ان جي هوٽل جي ڇت تي چڙهي، ڇت مٿان پٿراءُ ڪري ٿانءَ سڀ ڀڃي ڇڏيائين. مون کي جڏهن خبر پئي ته منور نقصان ڪيو آهي. هوٽل واري کان نه رڳو معافي ورتم پر هن کي ڪوپ ساسر سڀ نوان وٺي ڏنم.

هڪ ڏينهن مون وٽ ننڍو قيصر جو دوست گهمڻ آيو. ماني گڏجي کاڌي سين. ڪچهري ڪئي سين. ڪچهري ۾ موضوع اسان جو نڪري پيو. ننڍو قيصر ـ باغ/ سودو واپار دلال، پنجاب ۽ ڪوئٽيا، پشاور ۽ ٻين منڊين ۾ انب موڪلي پئسو ڪمائڻ. ڳالهين ڳالهين ۾ انبن جو واپار گڏجي ڪرڻ لاءِ همت ٻڌي ويهي رهياسين. ٻه چار سال اهو وٽ واپار به ڪيوسين. هڪڙو سال اسان جي بخشي لغاري جي ڳوٺ جي لغارين جا باغ به ورتاسين. سودو

واپار ڪيوسين. انبن جي سودي واپار ۾ ڪيترو به واپاري زميندار سان صحيح هلي پر زميندار کي هميشه ڏالي جي شڪايت رهندي آهي. صحيح پڪل ڪونه هئا. چاڻي جا انب هئا يا رڳو خالي شاخون هيون. يا وري خاص ۾ نج ڪونه هئا. هِتان هُتان جا گڏيل هئا وغيره وغيره. جڏهن ڳوٺ وارا باغ ورتا هئاسين تڏهن منور مون کي چيو ته توهان پئسن سان هين کي به انب ڏيندا آهيو. مون کي به حساب ڪتاب سان ڏيو آئون پڙي لڳائي وڪرو ڪندس. توهان جو حساب توهان کي ڏيندس ۽ باقي مون کي جيڪي بچيو اهو آئون رکندس.

منور انبن جي سيزن مان چڱي بچت ڪئي ۽ ان ڪانپوءِ ڳوٺ جي حجم سان هڪ ڏيهن رابطو ڪري هن کي چيائين ته چاچا مون کي طهر ڪرائڻي آهي جي طهر ڪرين ته توکي پنهنجو حساب ڪتاب ڏيندس نه ته آئون سياڻي پرين وڃي اسپتال مان ڪرائي ايندس. حجم منور کي چيو ته طهر ڪرائڻ جو تنهنجي پيءُ کان ته پڇان متان اهو ناراض ٿئي. منور چيس ته طهر منهنجي ٿو ڪرين ڪو بابا جي ته ڪونه ٿو ڪرين. ڪرين، طهر ڪرين ته ڪر نه ته نه ڪر. حجم چيس ته تيار ٿي گوڏ ٻڌي اچ. منور چيس ته پهرين پئسا ٻڌاءِ؟ حجم چيس ته به سئو رپيا ڏي. منور چيس ته سئو رپيه ڏيندس ڪرين ته ٺيڪ آهي نه ته پاڻ سياڻي سول اسپتال ۾ ڏڪ ئي به لڳندا. طهر ڪرائي موٽي ايندس. حَجم ڏٺو ته چورو ضدي آهي. اِهو سئو روپيه به ٿو وڃي تنهن منور کي چيو ته ٺيڪ آهي تيار ٿي وٺ. منور کي ياد هو ته به هفتا اڳ هڪ چوڪري طهر ڪرائي هئي. انهيءَ وٽ گوڏ جو ڪپڙو پيل هو. ان کان وٺي گوڏ ٻڌي طهر ڪرائي گهر هليو آيو. گهر ۾ منور جي ماءُ ۽ چاچي به موجود نه هيون. گهر ۾ صرف ڏاڏي ويٺي هئي، تنهن چيس ته منور مبارڪ هجئي پر هي ڇا ڪري آيو آهين. منور چپ رهيو. طهر ڪرائڻ مهل اسان جو هڪ پراڻو ساٿي ورڪر ڪم وارو صديق شيدي بيٺو هو. تنهن منور کي طهر ڪرائيندي ڏٺو هو تنهن اچي مون کي ۽ منهنجي ياءُ محمد کي ٻڌايو ته منور طهر ڪرائي چڏي آهي، بچايو حجم کان. اسان گهر آياسين ته چاچا محمد چيس ته هي ڇا ڪيو اٿئي؟ چيائين ته سياڻي توهان وري ٿورا ۽ احسان چتايو ها ته تنهنجون طهرون ڪرايوسين، ڪاج ڪياسين. تنهن

جي ڪري رئلن کي پٽڪا پوتيون ڪري پرچايوسين. برادر کي راضي ڪيوسين. منهنجي ڪري ڪا تڪليف نہ ڪٽو باقي وڏيڪ توهان جي مرضي جڏهن ڏاڏا گهر آيو تہ هن کي خبر پئي تہ منور طهر ڪرائي ڇڏي آهي تہ خوش ٿيندي وڏي خوشي جو اظهار ڪندي چيائين منهنجي دل وٺان ڪم ڪيو اٿئي، اصل مڙساڻو ڪم ڪيو اٿئي، واقع مڙس جو پٽ آهين.

# بخشي لغاري کان حيدرآباد ڏانهن

سال 1976ع ۾ انور نائون ڪلاس پاس ڪري مئٽرڪ ۾ پهچي چڪو هو ۽ منور پنجين جماعت پاس ڪري چڪو هو جڏهن تہ ياءَ جي پارن مان امير چوٿين جماعت پاس ۽ ڪريم ٽي جماعت پاس ڪئي. ياءُ حسين بخش جي آخري پٽ رسول بخش کي اسڪول ۾ داخل ڪرايو هوم. سو ہي جماعت ۾ هو. الله جي مهرباني هئي. امان ۽ بابا جي دعائن سان ڳاڏو خير خيريت سان هلي رهيو هو. غلام فاطمه مون کان پڇيو تہ انور کي رئيسن ۾ ويهاريئي پر منور جو ڇا ٿو ڪرين ۽ ايندڙ سال وري ياءُ جو پٽ بہ پنجون پاس ڪري ايندو. ڪيترا ڏينهن ڪنهن کي منٿون ڪنداسين. اڳ پوءِ گهر وٺنداسين. سو هينئر ئي پنهنجو بندوبست ڪريون. ڇيومانس تہ سوچڻ ڏي. اسان جو ميٽنگ هال ۽ ٽائيم ٽيبل گهر جو بورچي خانو هوندو هو. صبح جو سويل فجر نماز چانهہ ۽ ناشتي لاءِ اتي گڏ ٿيندا هئاسين. ڪل پوڳ بہ ٽي ويندو هو ۽ ڪم ڪار جي بہ سڄي ڏينهن جي رٿابندي ٿي ويندي هئي. مون کان غلام فاطمه پڇيو تہ منور جي داخلا لاءِ ڇا طئي ڪيو اٿئي ۽ رهائش جو ڇا ٿو ڪرين؟ ڇيومانس تہ حاجي شفيع محمد خان وارن کي چوڻ مناسب ڪونهي پر انهيءَ ساڳي بلڊنگ ۾ حاجي شفيع محمد وارا هيٺ ٿا رهن ۽ مٿئين حصي ۾ حسين بخش خان وارا رهن ٿا. آئون چاهيان ٿو تہ هڪ سال لاءِ منور کي انهن وٽ ويهاريون. جيڪڏهن حسين بخش خان وارا هڪ سال ويهارڻ لاءِ راضي ٿي وڃن تہ ان ۾ پاڻ کي بہ ٽي فائدا ٿيندا. غلام فاطمه پڇيو تہ اهو وري ڪيئن؟ مون چيو تہ حيدرآباد ۾ گهر ڳولڻ لاءِ هڪ سال جو ٽائيم هوندو ۽ ان سال سڄي ۾ پاڻ کي حيدرآباد واري گهر لاءِ ضروري سامان کهڙو کهڙو گهرجي ان جي بہ ٿوري ٿوري خريداري ڪندا رهنداسين. في الحال ڳوٺ واري گهر ۾ رکندا ويندا سين. توکي هر وقت شڪايت هوندي

آهي تہ گھر تہ نئون گھٽيئي پلو نھرايو آهي پر سامان ڪانسواءِ ڪنھن دڪاندار جو پاندو نظر ٿو اچي. اهڙي حالت ۾ هتان گھران خالي هٿئين نڪرنداسين تہ ڳوٺ وارا ٺٺول ڪندا. چوندا تہ هڪڙي ڪٽ ۽ هڪڙو تڏو کڻي نڪتا آهن. پاڻ کي موقعو ملي ويو تہ پاڻ ضروري شين جو بندوبست ڪري وٺنداسين ۽ پيو جيڪو وڏو فائدو ٿيندو اهو هي تہ جيڪڏهن حسين بخش خان وارا منور کي ويهارن، تہ هڪ سال ئي سهي پر پئي پائر هڪڙي بلڊنگ ۾ گڏ رهندا. منور ويچارو ننڍڙو آهي ان کي بہ انور پاڻ سان گڏ وٺي ويندو ۽ گڏ وٺي ايندو. غلام فاطمہ مون کي چيو تہ هاڻ تون اهو قصو تہ بيان ڪري وئين پر حسين بخش خان وارا منور کي رهائين بہ! انهن کي ڪير چوي. غلام فاطمہ چيو تہ آئون تہ ڪانہ چونديس. مون انور لاءِ چيو اهي تہ منهنجا مِٽَ هئا پر حسين بخش خان وارن کي تون پاڻ چئو. هڪ تہ حسين بخش خان جي گھر واري تنهنجي ماسات ٿئي ۽ هن جي ماءُ جيڪا تنهنجي ماسي ٿئي ٿي، اُها بہ اجان جيئري زندهہ سلامت ويٺي آهي ۽ سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ تون حسين بخش خان جو تمام وڏو ۽ دادلو هاري آهين. هر ڪم ڪار کي منهن ڏيو ويٺو آهين. سڄي حياتي ماءُ پيءُ سميت غلامي ڪئي اٿئي. هن وقت تون بہ آزمائي ڏسينس. هڪ سال جي ڳالهہ آهي. مون موقعي جو انتظار ڪيو. حسين بخش خان ڳوٺ پنهنجي ٻاري ڏسڻ گھمڻ لاءِ ڳوٺ ايندو هو. حسب معمول هن جو پنهنجي گھمڻ لاءِ اچڻ ٿيو. گڏجي پنهنجي گھمي واپس ٿياسون. چيومانس تہ سائين ڪجهہ گھرو پريشاني آهي توهان جي مدد جي ضرورت آهي. پڇيائين تہ آهي تہ خير. چيومانس تہ منور پنجون پاس ڪري چڪو آهي. هڪ سال لاءِ توهان هن ٻارڙي کي گھر ۾ رهايو. ايندڙ سال انور مئٽرڪ ڪري وٺندو. پوءِ ڪو ڪرايي تي گھر وٺي ڏيندوسانس. حسين بخش خان چُپ ٿي ويو ٿورو سوچي پوءِ چيائين تہ ان جو جواب آئون گھر وارن سان صلاح ڪري پوءِ ڏيندس. ائين چئي هو واپس حيدرآباد لاءِ روانو ٿي ويو. گھر آيس تہ غلام فاطمہ مون کان پڇيو تہ ڏي خبر رئيس تو واري ڇا چيو؟ چيومانس تہ رئيس مون واري چيو تہ گھران پڇي پوءِ ٻڌائيندس. غلام فاطمہ چيو تہ اميد مڙيئي گھٽ ٿي نظر اچي. حسين بخش خان گھر پهچي، گھر واري سان ڳالهہ ڪئي، تہ هاري چوي ٿو تہ منهنجي پٽ کي هڪ سال لاءِ

توهان پاڻ وٽ رهايو. گهر واري پڇيس تہ پوءِ تو ڇا چيو؟ حسين بخش خان ٻڌايو تہ مون چيومانس تہ گهران پڇي پوءِ ٻڌائيندس. گهر واريءَ پڇيس تہ ان معاملي ۾ تنهنجي ذاتي مرضي ڇا آهي؟ چيائين تہ منهنجي مرضي آهي تہ ٻار آهي ڪنهن ڪنڌ ۾ پيو هوندو. پيو پاڻي گهر جو ڀريندو. ٻاهريون ڪم ڪار ڪري ايندو. ماني ۾ مهانگو ڪونهي. وڏيڪ جيڪا توهان جي مرضي. گهر واريءَ چيو تہ تون پاڻ انڪار ڪري اچين ها تہ اهو وقتائتو انڪار هو ۽ هاڻ جيڪڏهن انڪار ڪنداسين تہ مون تي الزام ايندو. ڳوٺ وارا سمجهندا تہ رئيس تہ ڇوڪري کي ويهاريو ٿي. پر گهرواري نہ ويهڻ ڏنو. هاڻ منور جي ماءُ کي چوائي موڪل تہ ڇوڪري کي ڇڏي وڃي. غلام فاطمه کي نياپو مليو تہ خوش بہ ٿي ۽ خوشي خوشي ۾ ڏاهپ جو طعنو بہ ڏنائين.

انور ۽ منور ٻئي ڀاءُ گڏجي نور محمد هاءِ اسڪول ويا. انور ڀاءُ جي داخلا ورتي. روزانہ ڀائر گڏجي اسڪول ويندا رهيا. غلام فاطمه منور کي رئيسن جي گهر ويهارڻ کانپوءِ هفتو کن حيدرآباد ۾ ترسي پٽي ۽ پوءِ ننڍي پٽ سندس مائٽن خصوصن سندس ناني ۽ وڏي پٽ انور کي ننڍي ڀاءُ جي پارت ڪندي واپس ڳوٺ رواني ٿي ويئي.

آئون ڪنڊيڪٽري واري ڊيوٽي مان روزانو واندو ٿي. ٻارن سان ملڻ ويندو هوس. ڪل ڀوڳ ڪري خرچي ڏيئي واپس پنهنجي رهائش واري جاءِ تي ويندو هوس. غلام فاطمه حيدرآباد جي وڃڻ لاءِ تياري شروع ڪري ڇڏي هئي. ڪڏهن پلنگ خريد ڪيائين تہ ڪڏهن فرج. ڪڏهن صوفا سيٽ خريد ڪيائين ڪڏهن ٿانءُ برتن تہ ڪڏهن هنڌ بسترا ٺاهيائين. ڇو تہ بخشي لغاري واري ڀهراڙي واري گهر جي بہ تہ هڪ پنهنجي ضرورت هئي. هڪ تہ عيال وڏو ٻيو آيو ويو اوطاق جو منهن ۽ اوطاق هلائڻ تمام همت جو ڪم آهي ۽ فاطمه هڪ ڏينهن ٽي وي وٺي ڳوٺ بخشي لغاري ۾ ڪٽي آئي. اُنهن ڏينهن،شهرن ۾ تہ ٽيليويزن جام هئا پر ڀهراڙين ۾ اجان ايترا ڪونہ هئا. بهرحال بخشو لغاري ۾ پهريون ٽيليويزن هو. ٻيو تہ ٺهيو پر رئيسنجي گهرن ۾ ٽي وي ڪانہ هئي. ڀهراڙي جا ماڻهو ٽيليويزن ڏسي ان تي حيرت ڪائي چوندا هئا تہ ڳانٺو ڳائي بہ ويٺو ۽ ڏسڻ ۾ پيو اچي. اسان جو هاريي وارو ڪم ماشاءَ الله امان بابا جي دعائن محنت ۽ شرافت سان گڏوگڏ ڀائرن جي ٻڌي همت ۽

محنت جي ڪري، تمام سٺا فصل پيا لٿا ۽ ٻهراڙي ۾ شگرملون لڳي چڪيون هيون. بخشو لغاري ۾ اسين ٻهريان هاري هئاسين، جيڪي ڪمند جو ٻج خريد ڪري پنهنجي خرچ تي، رسڪ ڪٽي ڪمند پوکيوسين، الله سائين جي مهرباني ٿي فصل ڀلا لهندا آيا. ڪمند مان به تمام سٺي آمدني ٿي.

منور ويچارو حسين بخش خان جي گهر رهندو هو. هيٺ حاجي شفيع محمد وارا رهندا هئا. مٿئين حصي ۾ رينٽ تي حسين بخش وارا رهندا هئا. اندرو اندر چاڙهي هئي، بجاءِ مشين پاڻي جي وڻڻ ۽ بجلي جي بل کان بچڻ لاءِ جيڪو سرڪاري طور تي ميونسپالٽي وارا موڪليندا هئا. انهن مان پاڻي ڀريندا هئا نه ته پوءِ ٻي صورت ۾ حاجي شفيع محمد وارن جي مشين هلائي ان مان پاڻي ڀريندا هئا. پاڻي جي ضرورت هئڻ جي ڪري گهر وارن منور کي چيو ته مشن هلائي پاڻي ڀري ڇڏ. ڇو ته منور جي روازنو ڊيوٽي هوندي هئي ۽ هو رات جو هڪ وڳي تائين پاڻي ڀري پوءِ سمهندو هو. ان رات جيئن ئي منور مشن هلائڻ جي ڪوشش ڪئي ته مشين جي وائرن مان منور کي ڪرنٽ ايترو ته زور سان لڳو جو اڇلي ڇڏيائين. الله سائين پنهنجو رحم ڪيو جو زندگي جي سلامتي رهيس. منور کي انهيءَ يارنهن سالن جي ڄمار ۾ هي ٽيون ڀيرو هو جنهن ۾ موت اٽيڪ ڪيو هو پر اجان ڪا زندگي هئس پهريون ڀيرو ماءُ جي پيٽ ۾ هو ته ذري گهٽ ڏهه مهينا گذري ويا حرڪت به ٻار جي بند ٿي چڪي هئي. ٻيو ڀيرو ڀاءُ حسين بخش جي شادي ۾ سخت بيمار هجڻ ڪري شادي جي تاريخ بدلائڻي پئجي ويئي. ٽيون ڀيرو پاڻي جي مشين مان بجلي جو ڪرنٽ لڳس.

ڳالهين ڪندي فصل ڪٽندي سال گذري ويو انور مئٽرڪ ڪئي. تمام سٺن نمبرن ۾ پاس ٿيو. گهر جي ڳوٺا ڪئي سين. غلام فاطمه جي ماما جا به پٽ اهي به حيدرآباد ۾ رهندا هئا. وڏو شاهد خان اهو ڊالڊا گيهه ڪارپوريشن ۾ نوڪري ڪندو هو ۽ اهو سندس ماما حسين بخش خان جي گهر رهندو هو ۽ ٻيو اسلم خان اهو وري حاجي شفيع محمد خان وارن جي گهر حاجي شفيع محمد جي ماءُ يعني پنهنجي ڦڦي وٽ رهندو هو ۽ انور ۽ اسلم ڇهين جماعت کان گڏ پڙهندا هئا ۽ مئٽرڪ به گڏ ڪئي هئائين.

انهن ٻنهي ڀائرن غلام فاطمه سان ملي پاڻ ۾ جڳهه ونڊي گڏجي ويهڻ تي ويچاريو. رشتي ۾ غلام فاطمه جي ماءُ ۽ شاهد ۽ اسلم جو پيءُ پاڻ ۾ سڳا ڀيڻ ڀاءُ هڪڙي ماءُ پيءُ جا هئا ۽ اهي ان وقت به ٻئي زنده هئا. مون کي غلام فاطمه ٻڌايو ته شاهد ڀاءُ جي مرضي آهي ته گڏجي رهون. اڌ خرچ گهر جو مسواڙ ۽ بلن سميت اسين ڏيون ۽ اڌ خرچ توهين ڪريو. غلام فاطمه اجا به وضاحت ڪندي چيو ته شاهد ڀاءُ چئي ٿو ته منهنجو ڀاءُ اسلم انور کان الڳ ڌار رهي ڪري پڙهڻ جي پاڻ ۾ همت نٿو ساري. تنهن ڪري انور ۽ منور لاءِ به چئي ٿو ته منهنجا ڀائر آهن. غلام فاطمه مون کان پڇيو ته ان ۾ تنهنجي ڪهڙي مرضي آهي. چيومانس ته گهر ۾ توکي رهڻو آهي. تنهنجي مامي جا پٽ آهن. مون کي ذري برابر به اعتراض ڪونهي. پر اهو خيال رکجان ته ڪنهن ننڍڙي ڳالهه تان ناراض ٿي پاڻ تان ماڻهوءَ نه ڪلائجو. وڏا ويچارا چوندا هئا ته ڀائيواري جو پٽ ٿئي گهوريو. سو سٺو وڃائجي پر ساءُ نه وڃائجي. ٽڪي پئسي يا ليکي چوکي يا ڏيٺي ونٺي ۾ ڪوبه اعتراض نه ڪجان، چو ته رت جا رشتا ڏاڍا نازڪ ٿيندا آهن. ڪٿي ائين نه ٿئي جو خوامخواهه رڌٽي ۾ رولو پئي.

غلام فاطمه ۽ هن جي مامي جا پٽ پاڻ ۾ گڏجي رهڻ تي متفق ٿي ويا. چوڪرن هفتي کن جي لاڳيتو ڪوشش سان لياقت ڪالوني ۾ جاءِ ڳولهي ورتي. غلام فاطمه ۽ چوڪرن جاءِ پسند ڪئي. مون کي ايڊوانس ۽ سامان پهچائڻ ۽ گهر ۾ ويهاري سيٽ ڪري اچڻ لاءِ بار بار چيو ويو. مون غلام فاطمه کان پڇيو ته توهان کي ڪڏهن جاءِ ۾ ويهارجي. چيائين ته ڏينهن سڀ الله سائين جا آهن. جڏهن تون چاهين، مون چيو نيڪ آهي.

حيدرآباد باضابطه وڃڻ کان پهرين اسان گهر جا ڀاتي صلاح مشوري لاءِ گڏجي ويٺاسين. امان بابا ڀائر ۽ اسان ٻن ڀائرن جون گهر واريون سمورن کي ويهاري مون چيو اڄ ڪانپوءِ هڪ گهر مان وڏي به گهر پيا ٿين ۽ ٻارن جي تعليم جي ڪري جيڪي به تڪليفون ايندي اهي برداشت ڪنداسين، ظاهر آهي ته خرچ به وڌندو. ان کان وڌيڪ ڪم جي تڪليف اسان جي عورتن تي وڌندي ڳوٺ واري گهر ۾ تمام گهڻو ڪم آهي ۽ اسان جون به ئي ته عورتون آهن. امان ويچاري ته پيرسن آهي پر پوءِ به هوءَ پاڻ کي واندو ۽

بيڪار نہ رکندي آهي. هوءَ هميشه پاڻ کي مصروف رکندي آهي. گهر جي ڪم ڪي جتي اسان جون ٻہ عورتون ٻہ پوريون نہ پونديون اُتي هاڻ اڪيلي ياچائي ميرزادي کي منهن ڏيڻو پوندو ۽ ياچائي تمام همت واري آهي. گهر ياتين ڪانسواءِ ڏهن ڪان پندرهن مزدورن تائين ماني ڪائڻ وارا هوندا آهن ۽ ان ڪان پوءِ اوطاق جو منهن آهي آيو ويو مهمان مڙو۔ سڄو ڏينهن هڻ هٽان لڳي پيئي هوندي آهي. مون ٻہ ڏينهن لاڳيترو سوچيو آهي تہ حيدرآباد وارو گهر جيڪو آهي اهو غلام فاطمه ڪانسواءِ نہ هلندو ڇوڪرا غلام فاطمه ڪانسواءِ ياچائي جي پڪڙ ۾ نہ ايندا. ڳوٺ جي گهر وارو ڪم اڪيلي غلام فاطمه نٿي سنڀالي سگهي. پر ياچائي ميرزادي اڪيلي سر وڏي همت سان سنڀالي سگهي ٿي. ياٹرن کي ذميواري ڏيئي ڇيمر سامان کڻي حيدرآباد گهر ۾ رکرائي. گهر وارن کي ويهاري پوءِ اچو. الله جي مهرباني سان حيدرآباد وارو گهر هلي پيو. ياچائي ميرزادي ڳوٺ واري گهر کي تہ وڏي همت سان هلايو. پر شهر وارو گهر غلام فاطمه جي مامي جي پٽن ٽن مهينن جي اندر ئي غلام فاطمه کي جواب ڏنو. اسان خرچ نٿا پري سگهون. شاهد خان چيو تہ آئون واپس ماما حسين بخش وٹ وڃي رهان ٿو باقي اسلم جي مرضي. اسلم چيو تہ آئون انور سان رهندس. مون غلام فاطمه کي چيو تہ اسلم پنهنجو ٻچو آهي ياءُ آهي. پلي وينو هجي. پنهنجا ٻچا ڪائيندا تہ اسلم بہ ڪائيندو. الله ڪري تہ شال پاڻ ڪان پڙهي نڪري.

انور ۽ اسلم گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موري ۾ داخلا ورتي. ٻنهي بائلاجي ڪنئي. خير خوبي سان وقت پاس ٿي رهيو هو. لياقت ڪالوني وارو گهر سال کن ڪان پوءِ خالي ڪري ٽنڊو ولي محمد ۽ پوءِ ميرن جي قبن وٹ گهر ڪرايي تي وٺي اچي رهياسين. ڪريم بہ پنج درجا پاس ڪري نورمحمد هاءِ اسڪول پهچي چڪو هو. موڪلن ۾ ڇوڪرا ڳوٺ آيا. ڳوٺ ۾ انور کي سائي جي بيماري ٿي پئي. منهنجي هڪ ڀيڻ گلاب لغاري ۾ آهي. بابا سائين پنهنجي ياءُ جي شادي جي عيوضي ۾ شادي ڪرائي ڏني هئي. ان جو پهريون پٽ رشيد نالي سورنهن سترهن سالن جي عمر جو هو. انور جي طبيعت پڇڻ لاءِ ڏينهن جو 11_12 وڳي گلاب لغاري ڪان ڳوٺ بخشو لغاري پهتو. شام جا پنج ٿيا هئا. انور ڪان ۽ ٻين گهر وارن ڪان موڪلائي مون وٹ

آيو. موڪلائيندي چيائين تہ ماما آئون ويندس ڳوٺ چو تہ بابا چيو هو شام جو موٽي اچجان. چيومانس تہ ترسي پئہ صبح جو وڃجانءِ. چيائين نہ ماما انور ياءُ جي طبيعت پڇڻ جي ڪري آيس نہ تہ ڪم تمام گهڻو هو نڪري نہ پيو سگهان. هو موڪلائي ويو. چاليهہ منٽن ڪان پوءِ زخمي صورت ۾. ائين ڪٽي چوان تہ لاش جي صورت ۾ مليو هو جنهن ڊائنسن ۾ ويٺل هو ان ڪي بس ٽڪر هنيو. پيا سڀ مسافر خير خيريت سان هئا. آئون رشيد ڪي ان زخمي حالت ۾ کڻي حيدرآباد سول اسپتال پهتس پر ڊاڪٽر تصديق ڪئي تہ هو ديٿ تي چڪو آهي. واپس لاش کڻائي پيرڻ ڏانهن گلاب لغاري پهتس.

تمام گهڻو ڏک ٿيو. ايترو صدمون پهتو جنهن جو اظهار نٿو ڪري سگهان. مائٽن جو شهزادو خوبصورت ۽ باهمت پٽ هو ماءُ جي حالت ڏسي نہ سگهان. بس قدرت جا فيصلا آهن. انهيءَ صدمي ۾ مون ڪي ٻن مهينن اندر ”ٽي-بي“ ٿي پيئي. وات ڪان رت جون تغاريون غلام فاطمه هڪڙي ڦٽي ڪري اچي تہ ٻي پرجيو وڃي. نَوَ مهينا ڪورس ڪرڻ ڪانپوءِ وڃي ڪجهہ جان ۾ جان آئي.

# ڀائرن جا مگڻا

هڪ ڏينهن گهر حيدرآباد ۾ ٻئي ڄڻا ويٺا هئاسين، غلام فاطمه پاڻ ڳالهه جي شروعات ڪئي ته تنهنجا ٻه ڀاءُ ته هاڻ ويچارا وڏا اچي ٿيا آهن. ڀاءُ ته تنهنجا آهن پر وڏي ڀاڄائي هجڻ جي ناتي ۾ ماءُ جيتري عزت ڪندا آهن. پنهنجي جڏهن شادي ٿي هئي ۽ جڏهن آئون پرڻجي هن گهر ۾ آئي هيس تڏهن محمد ڀاءُ ويچارو صفا ٻار هو چيومانس ها تڏهن ڀاءُ ويچارو پنجن ڇهن سالن جو هو. مون کي غلام فاطمه چيو ته محمد ڀاءُ لاءِ رشتو آئون ٿي ڳوليان ۽ گهنور خان لاءِ تون ڳول. پڇيومانس ته محمد ڀاءُ لاءِ ڪو رشتو ڳوليو اٿئي ڇا؟ چيائين ته مامي جي ڌيءَ شاهد ۽ اسلم جي ڀيڻ وڻئي آهي. منهنجي دل چوي ٿي ته چونداسين ته انڪار ڪونه ڪندا. چيومانس ته ڪوشش ڪر. هاڻ آئون ڪنڊيڪٽري ڇڏي چڪو هوس، ۽ باغن جي ڌنڌي ۽ ڀائيواري ۾ ٿورو تبديلي محسوس ڪرڻ لڳس. موقعي جي مناسبت سان ان مان ٻه هٽ ڪييم. ڀائرن جي مرضي هئي ته ٽريڪٽر جي پاڻ کي ضرورت آهي. ان جي بڪنگ ڪرائي ڇڏيون. ٽن ڇئن مهينن ۾ ملي ويندو. مون ڀائرن جي ڳالهه کان ڪڏهن به انڪار نه ڪيو آهي. هفتي کن اندر ڪنهن دوست جي مدد سان بڪنگ ڪرائي پئسا جمع ڪرائي ٽوڪن وٺي ڇڏيم. ڇئن مهينن ۾ ٽريڪٽر ملي ويو. ڀاءُ کي چيم ته ڊرائيور ڪو ساڻ ڪري ٽريڪٽر کڻي اچو. ٽريڪٽر کڻي آيا، اچي روان ڪيائون. آئون زمين جي ۽ همراهن جي سرپرستي ڪندو هوس ۽ حيدرآباد واري گهر ۾ ٻارن جي سار سنڀال لهندو هوس. حيدرآباد آيس ته غلام فاطمه ٻڌايو ته اسلم سان ملڻ لاءِ ماما پنهنجي گهر آيو هو. سو مون به ڳالهه ڪري وڏي مانس. مون پڇيومانس ته پوءِ ڇا چيائين. غلام فاطمه ٻڌايو ته هن چيو ته توهان کان وڌيڪ ڀيو اسان کي ڪير آهي؟ هن کان اڳ ۾ توهين ٻه جيڪي وينيون

آهيو. ميرزادي سڳي مامي جي ڌيءُ آهي ۽ تون سڳي پيڻ جي ڌيءُ آهين ۽ چوڪرو محمد خان چنيهہ لکٽو آهي. چاچي گلڻ خان ۽ ان جي گهر واري جو ملهہ ڪونهي. اهڙي گهر ڪان وڌيڪ بيو نياٽين لاءِ ڪهڙو گهر ڳولهيون؟ ٻہ ٽي ڏينهن ڇڏيو. آئون گهر وارن سان ڳالهايان پر توهان پڪ سمجهو. چيومانس تہ غلام فاطمہ جيئن هڪڙي جو لايو سجايو ڪرين پئي تہ ٻي جي لاءِ ٻہ ڪو لڳ جانچ تہ ٻنهي جا مڱڻا پرٽا هڪڙي خرچ ۾ ڪري ڇڏيئون. مون کي چيائين تہ ٻي چوڪري پنهنجي پاڙي ۾ گهر جي گهر ۾ آهي. منهنجي سئوٽ عبدالڪريم خان جي چوڪري وڏي آهي پر غلام فاطمہ چيو تہ آئون ڪانہ چونديسانءِ. رمضان شريف جو مهينو هليو پيو، عيد جون موڪلون ٿيون. سيئي ڳوٺ وياسين. عيد تي شام جو غلام فاطمہ ۽ ٻار عيد ملڻ لاءِ ماڻٽن ۾ ويا. ماما غلام فاطمہ کي ڏسي چيو تہ هاڻ آئي آهين تہ گهوٽ ٻہ تنهنجو تہ ڪنوار ٻہ تنهنجي. مٺائي ورهايو وڃ. پنج سئو رپيہ ڪڍي مٺائي گهرايائين. ۽ پنج سئو روپيہ ان ڪنوار چوڪريءَ کي خرچي جا ڏنائين. ٻي ڏينهن تي آئون ۽ بابا سائين ٽورا ميجڻ ۽ چوڪري کي عيد جي خرچي ڏيڻ لاءِ انهن جي گهر پهتاسين.

ڪجهہ وقت ويهي انهن جي چانهہ پي واپس گهر آياسين. ڪلاڪ کن ويهي عبدالڪريم جي پڇا ڪيم تہ ڪٿي آهي؟ خبر پئي تہ گهر آهي. آئون امان پوڙهي ۽ بابا کي وٺي عبدالڪريم جي گهر وياسين. انهن مون کان پڇيو تہ آهي تہ خير پوڙهي ۽ پوڙهيءَ کي تڪليف ڏني اٿئي. مون چيومانس تہ امان ۽ بابا کان پڇ. بابا چيس تہ ابا توهان جا پاڙي ۾ رهندڙ غريب ياءَ آهيون. هن سڳوري ڏينهن تي اميد رکي توڏي آيا آهيون. اُها اميد جيڪا پائرن ۾ رکبي آهي. عبدالڪريم ۽ سندس گهر واري چيو تہ اسان کي ڪجهہ وقت سوچڻ ڏيو پوءِ ٻن ڏينهن ڪانپوءِ چوائي موڪليائون تہ پلي مٺائي ورهائي وجو. غلام فاطمہ عيد جي موڪلن ڪري ڳوٺ هئي، شيدائيون گهرائي راڳ ناچ ڪرائي ننڍڙين نيگرين ڪنوارن کي جوڙا ۽ منديون پارائي خرچيون ڏيئي آئي موڪلون پوريون ٿيون تہ اسان واپس حيدرآباد لاءِ روانا ٿيا. حيدرآباد شهر ۾ رهندڙ ڳوٺ جا ماڻهو مبارڪباد ڏيڻ

لاءِ ايندا رهيا. باقي ڳوٺ ۾ رهندڙ ماڻهو وري ڳوٺ واري گهر امان پوڙهي ۽ ياچائي ميرزادي کي مبارڪباد ڏيڻ لاءِ ايندا رهيا.

اسان ميرن جي قبن واري پاڙي مان لڏي هاڻ اچي پنڻ ڪالوني ۾ رهياسين. هڪ ڏينهن گهر ويٺا هئاسين تہ اوچتو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو پٽ سائين علي محمد خان ۽ ان جي گهر واري ۽ سائين غلام الله خان لغاري صاحب جي نياڻي ادي زيب النساءِ عرف ادي زيبو هڪ گهر آيا. اسان پڇيو تہ ادا ۽ ادي توهان ڪيئن پلجي اچي غريبن جي ڪکن تي نڪتا آهيو. اسان غريبن وٽ توهان جي ويهارڻ جهڙي مناسب جڳهہ بہ ناهي. اپرا سپرا صوفا سيٽ آهن. انهن تي ويهو. چيائون تہ ها ٿوري دير لاءِ ويهون ٿا. غلام فاطمه پڇين تہ چانهہ پيئندو يا ٿڌو؟ موٽ ۾ هنن چيو تہ ڪجهہ ڪونہ ٿا پيئون توهان سان ٿورو حال احوال ٿا ڪريون. جي سائين توهان جي مهرباني. پاڻ پڇيائون تہ هن گهر جي مسواڙ ڪيتري ٿا ڏيو. غلام فاطمه ٻڌاين تہ ڇهہ سئو روپيہ. ٺيڪ آهي. هن گهر کي ڇڏيو هلي اسان جي گهر ۾ رهو. توهان کان ايڊوانس بہ ڪونہ ٿا وٺون. اسان کي صرف ڇهہ سئو رپيا ڏجو. غلام فاطمه چين تہ سائين توهان وڏا ماڻهو آهيو. ڪنهن وقت بہ چوندا تہ جاءِ خالي ڪريو تہ اسان ڇا ڪري سگهنداسين. اسان تہ رُلي وينداسين. انهن چيو تہ نہ بابا اها جڳهہ ئي توهان جي آهي. گهڻي اصرار ڪانپوءِ اسان چيو تہ چاٻي اسان کي ڏئي ڇڏيو. يا پوءِ ڏجو. اسان پهرين تاريخ اچي ويهنداسين. پهرين تاريخ شايد مئي جو مهينو هو. يوم مئي اچي هيرآباد آباد ڪئي سين.

هيرآباد ۾ سامان رکي اچي ويٺاسين تہ پهرئين ايندڙ جمعي تي غلام فاطمه دعاءِ خيرات ۽ قرآن خواني ڪرائي، ان ڪانپوءِ ميلاد وري سچي بي بي جي ڪهاڻي ۽ قدم گاهہ جي زيارت، جو سلسلو لاڳيتو جاري رهيو. هاڻ ڇوڪرا بہ وڏا ٿي ويا هئا. انهن جون ماشاءَالله دوستيون. انهن جو اچڻ وڃڻ، گهر بہ حيدرآباد جي سينٽر ۾ هو. انور ايل ايم سي ۾ پهچي چڪو هو. ڇوڪرن جا دوست ۽ ڳوٺاڻا ماڻهو گهر ايندا رهيا. اسان جي طبيعت ۾ شروع کان ئي مهمان نوازي هئي. بابا چوندو هو تہ ابا مهمان ڏسي منهن نہ گهنجائجو ۽ ڳوٺ واري گهر ۾ بہ منهنجو باضابطہ باقاعدگي سان ڳوٺ رهڻ جي ڪري

اتي بہ ماڻھن ڪمن ڪارن وارن جي يارن دوستن جي اچ وڃ وڌيڪ ٿيڻ لڳي. ڳوٺ ۾ رهڻ جي ڪري مون کي مرڻي پرڻي جون دعوتون ملڻ لڳيون. انهن ۾ شرڪت کي لازمي سمجهيم ۽ اٿڻ ويهڻ لڳس تہ اجا بہ راڄن پاڳن ۾ وڌيڪ عزت احترام ٿيڻ لڳو. اهڙي عزت ۽ احترام جي ڪري مون کي بہ نظر جي لڳڻ جو خوف ۽ ڪڏهن ڪڏهن غرور ۽ تڪبر جي پيدا ٿيڻ جو ڊپ رهندو هو. آئون هر وقت الله سائين جا شڪرانا بجا آڻڻ سان گڏوگڏ توبهہ تائب ٿيندو رهندو هوس. هڪڙي مسلمان هجڻ جي ناتي حضرت علي عليه السلام جي شخصيت جي علم ڏاهپ، سچائي ۽ بهادري جي ڪري ۽ امام حسين عليه السلام جي صبر کان متاثر ٿي انهن جو عقيدتمند هوس. هر سال تي پلي ۾ پلو ۽ خوبصورت ڏاند قربان ڪندو هوس. ذڪر اهليت ڪرائڻ هڪڙي عالم جو بندوبست ڪري مجلس بپا ۽ نذر نياز ڪري حضرت علیؑ ۽ امام حسينؑ جي شخصيت سان وابستگي ظاهر ڪري روحاني سڪون حاصل ڪندو هوس. غلام فاطمه مون کي هڪ ڏينهن چيو تہ ڳوٺ واري گهر ۾ ڪم تہ هونئن بہ گهٽو هو پر تنهنجو ڪنڊيڪٽري ڇڏي زمين سنڀالڻ ۽ ڳوٺ ۾ مستقل رهڻ جي ڪري اچ وڃ وڌي ويئي آهي. ڪم تمام گهڻو وڌيو آهي، اڪيلي ميرزاديءَ کي تڪليف ٿئي ٿي. ڪٿي ائين نہ ٿئي تہ گهڻي ڪم ڪار جي ڪري بيمار نہ ٿي پوي ۽ هير آباد واري گهر ۾ روزانہ اچ وڃ وڌندي. تنهن ڪري ننڍين پٽڙن جون شاديون تہ هونئن بہ ڪنداسين ۽ ڏاڏي بہ بہ ٽي دفعا پنهنجي ڳالهين ۾ خواهش جو اظهار ڪيو آهي تہ ابا هاڻ ساهہ تي ڀروسو ڪونهي. ڪيڏي مهل بہ هليا ويندا سين پر ننڍين پٽن جون شاديون ۽ خوشيون ڏسون. سو شادي جي تياري ڪري گهوٽن کي پرڻائي ڏاڏي جي اڳواڻي ۾ ڳوٺ واري گهر جي ذميواري ڪريون ٿين پرڻجي آيل ڪنوارن جي ۽ آئون پيڻ ميرزادي کي حيدرآباد وٺي اچان. اسان ٻئي گڏجي هير آباد جي گهر ۽ ٻارن جي دوستن کي سنڀاليون.

غلام فاطمه جي تڪليفن ۽ ان جي لاءِ ۽ هن جي تجويزن سان سهمت ٿيندي ٻنهي پٽڙن جي ساهريجن سان ملي ٻنهي پٽڙن جي گڏيل هڪڙي ئي تاريخ مقرر ڪري مهيني جي وٿي رکي. دعوت ناما ڇپرائي شادي جي تيارين کي تيز ڪري ڇڏيم. الله سائين جي فضل ڪرم سان سڀ ڪجهہ

گنج هو. ياڻرن بہ سالن جا سال محنت ڪئي هئي. سو منهنجي بہ دل پئي چيو تہ پنهي ياڻرن جون مثالي شاديون ڪري ياڻرن جا ٿورا لاهيان ۽ امان ۽ بابا کي بہ خوش ڪري دعائون حاصل ڪريان، ڇو تہ سوين سال غربت ۾ لوڙيندي گذريا هئا. ويچارن کي اسان ٻن وڏن پٽن جون شاديون بہ ائين نياڻي پٽ ڪري نڪاح پڙهائي پنهنجا ننگ گهر وٺي آيا هئاسين. پر هن وقت جيئن تہ امان ۽ بابا جي دعائن، محنتن ۽ شرافت ۽ سچائين جي عيوض الله سائين گهڻو ڪجهہ ڏنو هو ۽ اسان جي پنهنجن لڇڻن، عادتن ۽ روين جي ڪري بہ راڄ ۾ سٺي ساک ۽ سڃاڻپ هئي ۽ راڄن ۾ مرٽي پرٽي ۽ اٿي ويٺي ۾ بہ پيڙ پريل هئا. شادي ۾ انور جي مرضي هئي تہ محمد يوسف کي گهرايون. انور حيات رند جي معرفت ٽي هزار رپيا ايڊوانس ۾ جمع بہ ڪرائي آيو پر الائجي ڇا جي ڪري نہ اچي سگهيو باقي فنڪار پيا ڪوڙ هئا. بهرحال الله سائين جا لک ٿورا خير خيريت سان ياڻرن جون شاديون ڪري ياڻرن کي گهر ويهاري شڪراني جي نماز ادا ڪيم ۽ مولا جي نالي سان ڪجهہ نذر نياز ڪيم. اڳتي لاءِ بہ الله سائين پنهنجي ٻاجهہ ڪندو.

ياڻرن جي شادي متعلق هڪ ڏينهن حسين بخش خان پنهنجا تاثرات ٻڌائيندي چيو تہ شادي توهان اهڙي ڪري ڇڏي آهي جو وري توهان چاهيندي بہ نتا ڪري سگهو.

## زندگيءَ جا موڙ ۽ ان جي اُٿل پُٿل

زندگي ۾ لاها چاڙها ايندا رهندا آهن. هڪ سچ ۽ ٻه پاڇا هوندا آهن. مون تي هر صبح جي سياڻي جو خوف ڇانيل رهندو آهي ۽ آئون پاڻ کي صبر ۽ شڪر جي تلقين ڪندو رهندو آهيان ۽ ان جي ذريعي پاڻ کي ٻه توانو محسوس ڪندو آهيان. روزانو الله سائين کان دعا گهرندو آهيان ته الله سائين مون کي هر آزمائش کان محفوظ رکجان. شل نه ڏٽي تعاليٰ ڪنهن کي آزمائش ۾ وجهي. آئون سدائين لطيف جي زباني دعا گهرندو آهيان:

ستر ڪج ستار، آئون اُگهاڙي آهيان،
ڍَڪج ڍَڪڻهار، ڏيئي پاند پناهه جو
(شاهه سائين)

منهنجي امان ويچاري حد درجي جي سادي، غربت ۽ محرومين جي ماريل، ماءُ ۽ پيءُ طرفان يتيم، سس سهري کان ٻه محروم ۽ هڪ اهڙي گهر ۾ شادي ڪري آئي، جتي الله جي نالي کانسواءِ ٻيو خير هو.

آٽين ۽ چاڙهين، ڏٿ ڏهاڻي سومرا.

گهر ۾ ٻه پاڻ اڪيلي عورت هجڻ جي ڪري سندس حالت صحت جي لحاظ کان پلي ڪهڙي ٻه هجي پر جنڊ ٻه پيهڻو آهي، انهيءَ اٽي مان ماني ٻه پچائڻي آهي. کير ٻه ولوڙڻو آهي، گهر جي صفائي ٻه ڪرڻي آهي ۽ گندي ڪپڙا ٻه ڌوئڻا آهن. بيماري جي حالت ۾ الله سائين کان دعا گهرڻي آهي ۽ ٻهراڙي جا ٽوٽا ڦيٽا يا ڪنهن ڄڃ ۾ ٽڳ جي ور چڙهڻو آهي. بابا سائين مزدوري جي حوالي ۽ امان جون رات ڏينهن در ۾ اڪيون هونديون هيون، اولِ اڪيلي هئي، پوءِ هڪڙو ٻار پوءِ ٻيو ٻار، ٽيون ٻار آخرڪار ويچاري 9 نَوَن ٻارن کي جنم ڏنو. ڪڏهن پاڙي جي عورت (دائي) مدد لاءِ پهتي نه پهتي الله

ڪانسواءِ نہ ڏٺي نہ سائين. نہ اوهي نہ واهي. نون ٻارن کي جنم ڏنائين، جن ۾ چار نياڻيون ۽ پنج پٽ هئاسين. جن مان بہ نياڻيون ۽ هڪ پٽ صحيح علاج نہ هئڻ جي ڪري انتقال ڪري ويا. باقي بہ نياڻيون چار پٽ زندهہ آهيون.

امان ٻڌائيندي هئي تہ ابا اسان جي زماني ۾ اٽي جي مشين ڪانہ هوندي هئي. ڪپڙو ڪنڊ ۽ ڪجهہ ٻيون شيون راشن تي ملنديون هيون. توهان گهٽو ڪري انگ اگهاڙا رهندا هئا. گهر جو جنڊ پاڻ پيهندي هئس. غريبت هئي توهان جا ڪپڙا بہ آئون هٿ جي سئي سان سبندي هئس. منهنجي توهان جي پيءُ جي اڳيان ڪابہ خواهش ۽ ڪابہ فرمائش ڪانہ هئي. زندگي ائين گذاري هتي پهتي آهيان. توهان سڀ منهنجو اولاد آهيو مون کي سڀ هڪجهڙا آهيو. مون کي سڀ مٺا آهيو. مون سڄي ڄمار توهان کي دعائون ڪيون آهن ۽ توهان لاءِ دعائون گهريون آهن. مون توهان جي پيءُ کان اڄ ڏينهن تائين ڪجهہ بہ نہ گهريو آهي ۽ پٽ توهان جي اڳيان بہ مون ڪابہ خواهش ڪانہ رکي آهي. پر الله سائين توکي هن وقت سڀ ڪجهہ ڏنو آهي. اڄ توکي آئون تنهنجي ماءُ هڪڙو سوال ڪريان ٿي. ابا مون کي جواب نہ ڏجانءِ، مون ماءُ کي مايوس نہ ڪجانءِ. امان! مون کي تون سوال نہ پر حڪم ڪر. آئون تنهنجي عزت ۽ خدمت نہ ڪندس تہ پوءِ ڪنهن جي خدمت ڪندس. امان چيو تہ پٽ پوءِ ڳالهہ ٻڌ. تنهنجن ننڍن ڀائرن جي شادي کي لڳ ڀڳ هڪ مهينو ٿيو آهي، منهنجا سيئي هڪجهڙا پُٽ آهيو ۽ گهنور خان بہ منهنجو پٽ آهي پر ساڳي جڳهہ تي تنهنجو ڀاءُ بہ آهي. روزانو صبح جو ننڊ مان اٿڻ مهل مون کي پيرن تي هٿ رکي هڪ عرض ڪندو آهي، هو چوندو آهي تہ ادا وڏو آهي، آئون ان کي تہ نٿو چئي سگهان پر تون ماءُ آهين. مِنٿ ٿو ڪريان تہ تون ڀاءُ کي چئي مون کي لاري (بس) وٺرائي ڏي.

بس جي وٺي ڏيڻ جو ٻڌي آئون ڪافي دير تائين امان ۾ ڏسندو ۽ سوچيندو رهيس. امان وري منٿ جي انداز ۾ چيو تہ ابا پلئو ٿي وجهانءِ. اهو ڪم منهنجي چوڻ تي ڪري ڏي. امان کي چيم تہ امان جيڪو تنهنجو حڪم پر هڪڙي ڳالهہ ٻڌايائين تہ بس تي نوڪري ڪرڻ تہ الڳ ڳالهہ آهي پر پنهنجي بس وٺي هلائڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. بس وٺي هلائڻ معنيٰ

پنهنجي بربادي کي دعوت ڏيڻ جي برابر آهي. سوچيم ته امان جو حڪم زندگي ۾ پهريون پيرو ۽ شايد آخري پيرو هجي. سوچيم ته هي تمام ڏکيو ۽ رِسڪي سودو آهي. حڪم جي تعميل ته هر حال ۾ ڪرڻي آهي پر پائرن ۽ بابا کي ته اعتماد ۾ وٺان. وري بابا کي اعتماد ۾ وٺڻ تي سوچيم ۽ ان تي ٿورو خوفزده ٿيس. مون کي ٿورو هي محسوس ٿيو ته بابا کي ٻڌائڻ سان تي سگهي ٿو ته امان کي دڙڪا نه ڏي. تنهنڪري پائرن حسين بخش ۽ محمد پاءُ سان ذڪر ڪيم ۽ ساڳي جڳهه تي اهو به واضح ڪيم ته امان جي هر ڳالهه کي مٺو ۽ قبول ڪرڻو آهي. امان کي خوش ڪرڻ ۽ خوشي ڏيڻ ۾ جيڪا به تڪليف آئي سا قبول آهي. پائرن سان ذڪر ڪري هفتي کن ۾ هڪ لک رپين جو بندوبست ڪري امان کي ڏنم. امان کي ٻڌايم ته امان تازو هڪ مهينو کن ٿيو آهي ته پائرن جي شادي تي خرچ ڪري ويٺا آهيون. الله جي مهرباني سان پنهنجي مان پنهنجو ٿيو آهي. ڪنهن جو قرض ڪونهي پر هي ڪنهن کان امانت ڪٽي آيو آهيان. اِهو لک رپيه پاءُ کي ڏي ته اهو لک رپيه ڏئي ڪنهن کان بس وٺي اچي. پيون قسطون ڏيندا سين. پاءُ کي ڪونه چڙيندا سين. پاءُ گهنور خان ٽرانسپورٽ جي دوستن سان ملي ڪري بسون ڏسڻ ۽ پڇا ڪرڻ کانپوءِ هڪ بس جو سودو ڪري هڪ لک رپيا ايڊوانس ۽ چار هزار رپيه ماهوار قسط جي حساب سان سودو ڪري گاڏي پاڻ هلائي ڪاهي آيو. بس شيخ پرڪيو روڊ تي حيدرآباد کان ٽنڊو محمد خان وايا شيخ پرڪيو تي هلندڙ هئي. اسان جي پنهنجي سڃاڻپ ۽ ڪارپٽ دوستن ۾ ۽ مارڪيٽ ۾ سٺي هئي. ڊرائيور ۽ ڪلينر به سٺا واقفڪار ملي ويس. بس هڪ مهينو ته سٺو هلي. بس ڏسڻ پسڻ ۾ سٺي هئي. باڊي ۽ ٽائر وغيره نوان هئس پر هيٺان جو ڪم آلٽريشن ٿيل هوس. اسان واري بس ۾ بريڪ جو فيل ٿيڻ هن ۾ پراڻي بيماري هئي، سو مهينو لاڳيتو هلڻ کان پوءِ ڪوبه اهڙو ڏينهن نه هو جو سلامتي ۽ خير خوبي سان پنهنجا وارا پورا ڪيا هجن. يا مسافر خير خوبي سان پنهنجن ماڳن تي پهتا هجن ۽ وري بس وڪڻون به نه پيا. ماهوار قسطون، ٽيڪس ۽ پگهارون ڊيزل، آئل جو بدلي ڪرڻ سڀ گهران. بس بل اچڻ مهل پنهنجي ڪارپٽ کي بچائڻ لاءِ منهن ڏيندو آيس. وڪڻڻ جو چوان ته انا وچ ۾ اچيو وڃي، سوچيان ته ماٺو ڪلندا. ماٺو ته

هونئن بہ ڪليا پئي پر وڪڻڻ واري خواري برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئس.
پائر دوست سڀ ناراض ٿي ويا. سڄي زندگي صحيح فيصلا ۽ صحيح
وقتائين پاليسين جي مدد سان گھرو حالتن کي غربت واري لڪير مان
ڪڍي انهيءَ منزل تي وٺي آيس پر هڪڙي ئي غلط فيصلي جي ڪري نہ
رڳو لوڙهُو پيو پر ڏاڍي خواري ٿي. ڏاڍا ماڻهو ان غلط فيصلي جي ڪري پاڻ
تان ڪلاياسين. ڪرٽي جي پرٽي آهي ئي آهي، جن ماڻهن تي آئون ڪلون ۽
ٽوڪون ڪندو هوس. انهن ماڻهن کي پاڻ تي ڪل وهائڻ جو هٿ سان موقعو
فراهم ڪيم. جيڪي ڪجھ گھر ۾ ٽپڙ هئا. فصل هئا يا مال ڍور هئا. سڀ
جا سڀ بس ڪائي ويئي، آخرڪار 1988ع ۾ سنڌي مهاجرن جي جهيڙن ڪان
پهرين ڪباڙي وارن کي وڪڻي، مارڪيٽ جو قرض لاهي ڪپڙو چنڊي ۽
ٽوال ڪلهي تي رکي اچي گھر ويٺس. گھر ۾ هر ڀاتي جي ناراضگي جو
ٽارگيٽ رهيس. سڀ جون سڀ چڱايون محنتون هڪڙي ئي غلط فيصلي
جي ڪري خاڪ ۾ ملي ويون.

# بابا سائين جي بيماري
# ۽ ڪينسر جو انڪشاف

سال 1983ع جي آڪٽوبر ۾ بابا ڪجهه تڪليف جو اظهار ڪندي چيو ته ابا نظر به هاڻ بيهندي وڃي ۽ پيٽ ۾ سور جي بيحد تڪليف ٿيندي آهي. ڀائرن سان بابا سائين جي تڪليف جو ذڪر ڪيم. ڀاءُ حسين بخش چيو ته انور سان ڳالهه ڪر هو هاڻ ايل ايم سي ۾ پهچي چڪو آهي ۽ ڊاڪٽرن سان صلاح ڪري بابا لاءِ ڪجهه ڪري وٺندو. انور منور چورائي موڪليو ته ڏاڏا سائين کي هيرآباد واري گهر وٺي اچو پوءِ هتي ڪنهن ڊاڪٽر کي ڏيکاري وٺنداسين. بابا کي ساڻ ڪري آئون ۽ بابا سائين حيدرآباد آياسين. اڪين واري ڊاڪٽر کي اکيون ڏيکاريوسين. پيٽ جي تڪليف جو وري ٻي ڪنهن ڊاڪٽر کي ڏيکاري ڪجهه دوا ورتي سين. بابا کي ڪيتري به تڪليف ٿيندي هئي پر اڪثر ڪري هو ان جو اظهار نه ڪندو هو. هن وقت به بيحد تڪليف ٿيندي هئس پر پوءِ به هو محسوس ڪرڻ نه ڏيندو هو. آخرڪار هفتو کن حيدرآباد رهڻ ڪانپوءِ منور کي چيائين ته (تيڏي بابي ڪون آک ته ميڪون ڳوٺ گهن هلي) منور چيس ته ڏاڏا ڳوٺ نه وڃ جيڪڏهن اوچتو ڪا تڪليف ٿي پئي ته اسپتالون ۽ ڊاڪٽر هتي شهر ۾ موجود آهن. پاڻ ان وقت ئي اسپتال هليا هلنداسين. هتي به پنهنجي گهر ويٺا آهيون، هفتي کن ڪانپوءِ وري تڪليف ٿي پئي ڪنهن سٺي ڊاڪٽر وٽ وياسين هن ٽيسٽن ۽ الٽراسائونڊ ڪرائڻ لاءِ چيو. انهن رپورٽن ڪرائڻ ڪانپوءِ ڊاڪٽرن پيٽ جو ڪينسر ٻڌايو. ڪينسر جو ٻڌي ڏاڍي تڪليف پهتي. اکين مان پاڻي اچي ويو. انور مون کي چيو ته بابا آئون وڃان ٿو ڪاليج اتي اسپتال ۾ ڪو پرائيويٽ ڪمرو هٿ ڪري پوءِ ڏاڏا کي وٺي

ٽا هلون ڄامشورو. هاڻ ڏاڏا کي اسپتال ۾ رهڻو پوندو. توهان گڏ رهيا پيا هجو. آئون ڪاليج مان واندو ٿي توهان جي خبر پيو رکندس. ڏاڏا جي تڪليف ۾ روزانو اضافو هو. ۽ پيشاب ۾ تڪليف ٿيڻ لڳي. ڊاڪٽرن کي پيشاب جي نلي لڳائڻي پئي. صحت تيزي سان وڌيڪ خراب ٿيڻ لڳي.. ان وچ ۾ پيشاب جي نلي هڪ ٻه دفعو نڪري بہ ويئي. اها وري لڳرائڻ ۾ مريض کي ڪيترو تارچر ٿيندو هوندو آهي ان جو اندازو مريض کي ئي هوندو آهي. هفتو کن ڇڏي وري نلي نڪري ويئي. بابا منور کي چيو تہ ابا منور هاڻ مون کي نلي نہ لڳراءِ هاڻي مون کي گهر وٺي هلو. منور انور کي چيو تہ ڏاڏا لاءِ ايمبولينس جو بندوبست ڪر تہ ڏاڏا کي ڳوٺ وٺي هلون. انور اسپتال وارن کان ايمبولينس ورتي ۽ پوءِ اسان کي انور چيو تہ توهان پلي ڳوٺ هلو. آئون سياڻي ويندس. ممتاز شاھ جي شادي تي. منور انور تي سخت ناراض ٿيندي چيو تہ ڏاڏا جي حالت هي آهي ۽ تون شادي تي ٿو وڃين. انور کي دوست جي شادي جو لاچار سو ڏاڏا کي ٻڌائي موڪل وٺي هو شاديءَ تي وڃڻ لاءِ اتي ئي رهي پيو. آئون ۽ منور ڏاڏا کي ايمبولينس ۾ ويهاري حيدرآباد واري گهر آياسين. اتان گهر وارن ۽ ٻارن امير ڪريم کي ساڻ ڪري ڳوٺ آياسين. ڀهرين فيبروري 1984ع تي شام جو پنجين وڳي گهر پهتاسين بہ ۽ ٽي فيبروري ڇڏي چار فيبروري ڏينهن جو ٻارهين وڳي بابا جو روح پرواز ڪري ويو. محنت، همت، سچائي ۽ شرافت جو سمبل اسان کان هميشه هميشه لاءِ موڪلائي ويو. اِنا لله وانااليه الراجعون. مون کي هر وقت دعا ڪندي چوندو هو تہ بابا الله سائين هٽ نہ منجهائيندئي. ڪهڙو نہ ماٺهو هو. بابا سائين جي ٽيجهي واري ڏينهن اسان جي پاڙي جي هڪ ٻي شخصيت نالو تہ هن جو صاحب خان هو پر عمل جي ڪري ماڻهو هن کي راڄا سڏيندا هئا. ٽيجهي واري ڏينهن ان جو بہ حيدرآباد مان لاش ڪڇي آيو. پاڙي جا ٻئي انسان دوست شخص اسان کان موڪلائي ويا.

# سياست ۾ پير پائڻ

سال 1980ع ۾ انور جي ايل. ايم سي ۾ داخلا ٿي چڪي هئي ۽ منور بہ نائين پاس ڪري مئٽرڪ ۾ پهچي چڪو هو 1972ع کان تعليمي ادارن ۾ قومي تحريڪ جي هلچل زور وٺي چڪي هئي ۽ مون کي شاهہ عبداللطيف يٽائي سان 1952ع کان وٺي ذاتي لڳاءُ هو. منور کي اسٽيج تي اچڻ جو ائين جماعت کان وٺي شوق رهيو هو. انڪري هر وقت تقرير لکي ڏيڻ ۽ شاهہ صاحب کي پڙهڻ جو ڏانءُ سکڻ لاءِ ڇهتيو پيو هوندو هو. تعليمي ادارن ۾ جشن لطيف يا ٻي ڪنهن نالي سان ڪو پروگرام رکندا هئا تہ مون کي بہ جلسو يا پروگرام ڏيکارڻ لاءِ وٺي ويندو هو. انور بہ ايل ايم سي ۾ پهچڻ سان جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي ميمبرشپ حاصل ڪري ورتي هئي ۽ انهن ڏينهن ۾ ايل ايم سي يونٽ جو صدر ڊاڪٽر دودو مهيري هوندو هو. لٽريچر پڙهائڻ اسٽيڊي سرڪل هلائڻ، هاسٽل تي پروگرام رکڻ ۽ گڏجاڻيون ڪرائڻ جو سلسلو هلي پيو. ايجنسين بہ پنهنجا پنهنجا چينل استعمال ڪندي پنهنجا هٿ ٺوڪيا ماڻهو پيدا ڪيا. پنجابين جون "نيو سنڌي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن" جي نالي سان گروپن کي جنم ڏنو ويو انهن کي فنڊ ۽ هٿيار ڏيئي سنڌي نوجوانن سان وقتاً ڦوقتاً جهيڙا جهڳڙا ڪرائي تعليمي ادارن کي بند رکي تعليم دشمني جا بنياد رکيا. مون کي ياد ٿو پوي تہ شايد 1982ع ۾ محمد علي شهڪي جي نالي سان ۽ ٻيو سانگهڙ جي پاسي جو جٽ، نالو تہ مون کي هن وقت ياد ناهي ۽ ڪجهہ ٻيا انهن کان قادر مگسي تي قاتلانہ حملو ڪرايو ويو جنهن ۾ بيگناهہ اداري جو هڪ ڪلارڪ زخمي ٿي پيو هو. گرفتاري ڪابہ عمل ۾ ڪانہ آئي هئي. ضياءُ الحق جو دور هو. ايل ايم سي جو انهن ڏينهن ڊاڪٽر عظيم عالماڻي صاحب پرنسپال هو. ان واقعي جي ڪري ايل ايم سي خبر ناهي ڪيترو وقت بند رهي. انهيءَ

جهيڙي ۾ بين سان گڏ انور کي بہ ملوث ڪيو ويو هو. سوين سالن ۾ ڪڏهن بہ سپاهي دروازي تي نہ آيو هو پر عالماڻي صاحب ضد تي هو تہ جيستائين پنهي طرفن جا گهربل جوابدار گرفتار نہ ٿيندا. تيستائين يونيورسٽي نہ کلندي سڄي سنڌ جي ٿاڻن تي وارنٽ موڪليا ويا. سائيٽ ٿاڻي تي غلام رسول لاشاري ايس. ايچ او هو. وارنٽ تہ الائي ڪيترن ٿاڻن تي پهتا هئا. پر غلام رسول لاشاري کي جيئن ئي وارنٽ هٿ ۾ آيا. ان مهل ئي گاڏي ڪٽي نڪري پيو. سڌو اچي اوطاق تي منهنجي پڇا ڪيائين. آئون ان وقت تہ ڳوٺ ۾ ڪونہ هئس پر ڳوٺ جي ماڻهن ذاتي ضمانت تي غلام رسول لاشاري کي خاطري ڪرائي تہ اسان هن کي اطلاع ٿا ڪريون هو توهان وٽ پاڻ اچي ويندو.

آئون سائيٽ ٿاڻي تي پهتس، هو مون کي سڃاڻندو هو ۽ چيائين تہ توهان جي ڇوڪري جي گرفتاريءَ جا وارنٽ پهتل آهن. چيومانس تہ هڪڙي انور جي حاضر ڪرڻ سان ڪا ايل ايم سي ڪانہ کلندي، جيستائين سڀ جا سڀ ڇوڪرا حاضر نہ ٿيندا. تنهن ڪانپوءِ منهنجو حيدرآباد وارو گهر مارڪيٽ ٿاڻي جي حد ۾ آهي. انهن کي بہ وارنٽ مليل آهن پر انهن بہ اهڙو تنگ ڪرڻ شروع نہ ڪيو آهي. اسان جو پنهنجي ڳوٺ جو هيڊ ٿاڻو هوسڙي آهي. انهن بہ اهڙي ڪوشش نہ ڪئي آهي هي هڪڙو سياسي معاملو آهي. توهان دوست ماڻهو ٿي ڪري تنگ پيا ڪريو. مون کي چيائين تہ آئون ڪجھ نٿو ڪري سگهان يا انور کي حاضر ڪريو يا پاڻ توهان ويهي رهو. چيومانس تہ لکيا پڙهيا ڇوڪرا آهن. پنهنجو پلو برو سمجهن ٿا. انهن جو پنهنجي فيوچر جو سوال آهي. انهن کي تعليم حاصل ڪرڻي آهي تہ هو پاڻ ئي سڀ گڏجي پيش پوندا. اسان جي چوڻ تي تہ ڇوڪرا حاضر ڪونہ ٿيندا. پيا ڇوڪرا بہ گهربل آهن پر انهن جا والدين تہ پنهنجن گهرن ۾ ويٺا آهن. باقي رڳو مون تي ۽ انور تي ذمر آهي. مون کي چيائين تہ آئون ڪجھ نٿو ڪري سگهان يا انور کي حاضر ڪريو نہ تہ بي صورت ۾ توهان پاڻ ويهي رهو. چوڏهن ڏينهن ٿاڻي تي ايس ايچ او صاحب بيگناھ ويهاري ڇڏيو. چوڏهن ڏينهن ڪانپوءِ فاروق لغاري انهن ڏينهن ايل ايم سي ۾ انور جو ڪلاس فيلو هو ۽ دودو خان رند جيڪو انهن ڏينهن ڊي

ايس پي صاحب هو فاروق صاحب ان کي وٽي آيو جنهن چيو تہ ايس ايچ او صاحب کي چئو تہ چاچا کي چا لاءِ ويهاريو ويٺو آهين؟ هن جو از پيش ڪيو. دودي خان چيس تہ چاچي جي ويهارڻ سان ايل ايم سي ڪلندي چا؟ چاچي کي ڇڏ تہ گهر وڃي. تڏهن مون کي غلام رسول لاشاري ڇڏيندي چيو تہ في الحال پلي گهر وڃو ضرورت پئي تہ گهرائينداسين. پوري هڪ مهيني گذري وڃڻ کانپوءِ هڪ پيرو وري ڇامر شورو ٿاڻي جو اي ايس آءِ آيو. منهنجي پڇا ڪيائون. سچي حقيقت ڪيائون ۽ ان کانپوءِ گڏجي هلڻ لاءِ چيائون. آئون انهن سان گڏجي ڄامشورو ٿاڻي تي پهتس. مون کان اڳ ۾ ڊاڪٽر قادر مگسيءَ جو پي چاچو جيئند مگسي ۽ ڊاڪٽر نواز ڳاهوٽي جو پيءُ حسين بخش، غلام حيدر زرداريءَ جو پيءُ ۽ مامون محمد علي شهڪي جو پيءُ چوڌري شريف ۽ هڪ ٻہ ٻيا بہ ويٺا هئا. ٻن ڏينهن کانپوءِ اسان کي ڪنهن فوجي آفيسر وٽ پيش ڪيو ويو. ٽيستائين ٻنهي گروپن جا شاگرد رضاڪارانہ پيش پيا ۽ ٻنهي گروپن جي شاگردن کي جيل موڪلي ٻي ڏينهن تي ايل ايم سي کولي وئي. فوجين کان ٻاهر نڪتاسين، اسان کي آزاد ڪيو ويو گهر هير آباد آيس تہ غلام فاطمہ چيو تہ انور پٽ کي جيل موڪلي تون ٻانهن لوڏي گهر آيو آهين. چيومانس تہ اهڙا پٽ ڄڻيا اٿئي تہ پوءِ دل بہ مضبوط ڪر. نيٺ چاليهہ ڏينهن جيل ۾ رهي ڇوڪرا آزاد ٿي گهر آيا.

# غلام فاطمه جي بائيو ڊيٽا

پاڻ 02 آگسٽ 1940ع ۾ ڳوٺ بخشي لغاري تعلقہ ضلع حيدرآباد جي هڪ غريب جي گهر ۾ پيدا ٿي. اڃان معصوم ئي هئي تہ سندس پيءُ حَسن علي لغاري وفات ڪري ويو. غلام فاطمه ٻار هجڻ جي باوجود هن ۾ لاتعداد صلاحيتون هيون. هوءَ وڏين خوبين جي مالڪ هئي. ٻار هجڻ جي باوجود بہ هن کي ڇا ڪرڻ گهرجي، انهن سمورين ذميوارين کان آگاهہ هئي. هوءَ پاڻ کان ننڍين ڀائرن کي ڪيچ تي ڪٽي گهمائڻ ڦرائڻ ڪانسواءِ ٻنا ڪنهن ٻڌائڻ ۽ چوڻ جي گهر جي صفائي ۽ گهر جي ٿانون ۽ برتنن کي ڌوئڻ ۽ انهن کي پنهنجي اصلي جڳهہ تي سليقي سان سجائي رکڻ سان گڏوگڏ مغرب نماز ڪانپوءِ بسترن کي لڳائي ڇڏڻ ۽ صبح جو ننڊ مان اٿي ڇانهہ وارا ٿانو ڌوئي صاف ڪري ۽ رات وارن بسترن کي ويڙهي سنڀالي خير خوبي سان انهن کي پنهنجي اصل جاءِ تي رکڻ. اها ئي غلام فاطمہ جي روزمره واري زندگي هئي. هوءَ نہ رڳو پنهنجي گهر جو ڪم ڪار ڪندي هئي، پر پنهنجن سئوٽن ۽ ناناڻن جي چيل ۽ ڏسيل ڪم کان بہ انڪار نہ ڪندي هئي. سڄو ڏينهن ڪم ڪم ۽ ڪم. پاڻ جڏهن ٿوري وڏي ٿي تہ گهر جي ڪم ڪار ڪانسواءِ محنت مزدوري لاءِ بہ ماءُ سان گڏجي نڪرندي هئي. ڳُڏ هجي، لابارو هجي، ٻصرن جي ڪوٽائي هجي يا ڦٽين جو چونڊو هجي، جيڪا بہ موسم هوندي هئي جهڙي بہ سيزن هوندي هئي ۽ جهڙو بہ ڪم هوندو هو يا جنهن بہ ڪم لاءِ چيو ويندو هو. رُڪي سُڪي ڪائي ۽ ٻنپهرن جي لاءِ ماني پچائي ڪٽبي هئي، پر جيڪڏهن ڪنهن مزدوري جي ڪا مُند يا موسم نہ هوندي هئي تہ هٿ جو ڀرت. ٽوپو ٽَڙو يا وري اڳٽ اٽڻ، سڳيون ٺاهڻ، ڇو تہ هٿ جي هنر کي بہ سکڻو آهي ۽ ڪرڻو آهي. صفا ڪنهن بہ ڪم جا ڏينهن نہ آهن تہ ڪنهن سگهڙ مائيءَ کان ڀاڙي پٽي ۾ يا عزيزن مائٽن ۾ ان جي عزت ۽

خوشامند ڪري رڌ پچاءَ جو ڪم سگھندي هئي. مزوري مان ڪيترو به ڪمائي وٺي يا ڪيترو به ڦٽين جو چونڊو ڪري اچي ته اهو سڀ ڪجھ ماءُ جي حوالي ڪندي هئي. ڪڏهن به پنهنجي امڙ کي ڪا فرمائش يا ڪا خواهش ته نه ڏيکاريائين. پر ڪڏهن به امڙ کان ايترو به نه پڇيائين ته ڪيتري مزدوري ڪئي اٿم؟ يا جُتي ڦُٽي ويئي آهي يا عيد آهي ته انهيءَ عيد تي به ڪپڙا گنديون ته ڇا پر ڪڏهن ميندي ۽ چوڙين لاءِ به انگل نه ڪيائين. غلام فاطمه جي اوڙي پاڙي جون پنهنجون پرايون مائٽياڻيون، يا ڏاريون سڀ ساراهون ڪندا هئا. چوندا هئا ته رن زال جي ڏيءَ آهي پر ڏسو ته ڪيتري نه فضيلت واري آهي.

غلام فاطمه نه رڳو ڏيءَ جي شڪل ۾ هڪ فرمانبردار ۽ شهابت ۽ چئيدار ڇوڪري هئي، پر هنن جا ڪپڙا ڏوئڻ ڪانپوءِ هر هڪ جا الڳ ڪري رکندي هئي. ڇئن ڀائرن جي اڪيلي ڀيڻ هئي. سندس وڏي ڀاءُ جو اول اسڪول ويڃڻ هوندو هو ان ڪانپوءِ هن جي آبداري جي ٽريننگ ٿي، ۽ پوءِ هن کي سرڪاري روزگار به ملي ويو ته ان کي به ان انداز سان پئي سنڀاريائين ۽ ان جي ضرورت جي هر هڪ شيءِ کي مخصوص جڳھ تي رکندي هئي ته جيئن ڀاءُ جنهن مهل به ۽ جنهن شيءِ جي گھر ڪري ته رات هجي يا ڏينهن گرمي هجي يا سردي ان مهل ئي پيش ڪندي هئي. ياد رهي ته اسان جي ڳوٺ بخشو لغاري کي بجلي 1975ع ۾ ملي هئي ۽ ڳوٺ ۾ سڀ ڪم بتي يا ڏيئي تي هلندو هو. غلام فاطمه ڀائرن جي خدمت 60ع جي ڏهاڪي کان ڪري رهي هئي. غلام فاطمه جي شادي 1958ع ۾ ٿي چڪي هئي ۽ سند وڏي ڀاءُ جي شادي 1963ع ۾ ٿي هئي. ان وچ ۾ غلام فاطمه پنهنجي گھر کي به سنڀاليندي هئي ۽ ڀائرن جو به خيال رکندي هئي.

غلام فاطمه جڏهن شادي ڪري پنهنجي مڙس جي گھر آئي ته ويتر سندس ذميوارين ۾ واڌارو ٿي ويو. گھر جي ڪم ڪار سان گڏوگڏ هر شيءِ جي سار سنڀال ۽ انهن جو تحفظ شين کي ضايع ٿيڻ کان بچائڻ، هڪ سٺي نُنهن هجڻ جي ناتي پنهنجي سهري ۽ سَس جو خيال رکڻ، سندس مڙس جي ذميوارين کانسواءِ پنهنجن ڏيرن جو خيال رکڻ، جيڪي غلام فاطمه جي پنهنجن ڀائرن کان به عمر ۾ ننڍا هوندا هئا. غلام فاطمه جتي سٺي ڏيءَ ۽ ان

ڪانپوءِ سٺي پيڻ بنجي ثابت ڪري پاڻ مڃرايو هو اتي هن هاڻ هڪ عورت جي روپ ۾ هڪ ذميوار ۽ سٺي زال ۽ سٺي ننهن ۽ هڪ سٺي ڀاڄائي بنجي پاڻ کي مڃرائي رهي هئي. هن کي اهو ثابت ڪري ڏيکارڻو هو ته آئون جتي پنهنجي ماءُ پيءُ جي گهر ۾ رهي پنهنجون ذميواريون خوش اسلوبي سان نڀائي سگهان ٿي اتي پنهنجن ساهريجن ۾ رهي ڪري به گهڻو ڪجهه ڪري سگهان ٿي. شادي ڪانپوءِ غلام فاطمه لاءِ نئون ماحول هو في الحال جيستائين هن کي معلوم ٿئي ته هي ڪهڙن خيالن جا آهن؟ پر اهو سڀ ڪجهه هن پنهنجي خلوص ۽ پنهنجي همت ۽ سچائي سان آسان ڪري ورتو هو. فاطمه جو پنهنجي نئين گهر ۾ ڪجهه ڳالهين يا ڪجهه پاسن تي وڌيڪ ڌيان هوندو هو. جنهن ۾ هڪ ته صفائي، ڪفايت شعاري، سس سهري جو وڌ کان وڌ خيال رکڻ ۽ آئي ويئي ۽ مهمان مڙي جو سڀ کان وڌ خيال رکڻ جيئن ڪا ڪمي پيشي نه ٿئي، ته جئين گهر وارن جي ڪا گهٽتائي نه ٿي پوي. اڪيلي هئي، عيال به وڏو هو. برادر وارن جو اچڻ ۽ مهمانن جو اچڻ ۽ ڪمي ڪاري، هاري مزدور مطلب ته ڪيترو به ڪم هجي، پر غلام فاطمه ڪڏهن به پنهنجي ٿڪاوٽ يا بيزاري محسوس نه ڪئي، گندي ڪپڙي کان وٺي هنڌ بستري تائين، گهر جي هر ڪمري، وراندي يا اڱڻ کان وٺي ٿانون ۽ برتنن تائين ڪير ڏونئري، گيهه مکڻ کان وٺي ڏڌ لسي تائين، ويندي، ماني ڀاڄي آچار، هر شيءِ سليقي ۽ ذائقي واري ۽ صاف سٿري ته جيئن هر هڪ جي ڪائڻ تي تي دل چوندي رهي.

غلام فاطمه جي ذميواري اڃان به تڏهن وڌيڪ ٿي، جڏهن هوءَ پنهنجي پٽن کي جنم ڏيئي ماءُ بنجي ويئي، زال ۽ ننهن، ڀاڄائي ته هُئي ئي هئي پر هاڻ ته ماءُ بنجي چڪي هئي. ماءُ به اهڙي جنهن کي مثالي ماءُ چئجي. هوءَ اصل ۾ ته انور ۽ منور جي ماءُ هئي، پر خبر ناهي ته هوءَ الائي ڪيترن جي ۽ ڪنهن ڪنهن جي ماءُ هئي. مثال طور منهنجا ٽي ڀائر هئا حسين بخش، گهنور خان ۽ محمد خان. اهي رشتي ۾ ته غلام فاطمه جا ڏير هئا، پر هن ماءُ بنجي انهن جا رشتا ڪرايا ۽ شاديون ڪرائي انهن کي گهوٽ بنائي اڇي گهر ويهاريو هو. امير، ڪريم، رسول بخش ۽ نسرين گل هئا ته سندس ڀاڻيا پر ماءُ بنجي انهن جي تربيت ڪيائين ۽ تعليم ڏياريائين. ماءُ ته انور ۽ منور

جي هئي پر رفيق لغاري، سليم لغاري، اشرف نور احمد، ڏاڏا حسن علي، رحمان سلمان ۽ انهن جون پيئرون غلام فاطمه رشتي ۾ ته انهن جي ڀڻي هئي، پر جي غلام فاطمه جو انهن ڀائيٽن سان ذڪر ڪندئو ته اهي سڀ جا سڀ چوندا ته اسان جي ڀڻي نه پر جهڙي ماءُ هئي. منهنجي ڀيڻ مريم، گلاب لغاري ۾ رهندڙ ان جا ٻه پٽ مجيد ۽ نذير آهن. انهن کي گلاب لغاري مان گهرائي تعليم ڏيارڻ لاءِ هيرآباد واري گهر ۾ پاڻ وٽ رهائي تعليم ڏيارڻ جي ڪوشش ڪيائين. انهن سان اچ ٻه غلام فاطمه جو ذڪر ڪبو ته چوندا اسان جي مامي نه پر ماءُ هئي. آغا خان ۾ ڊاڪٽر اسماعيل ميمڻ، ڊاڪٽر عبدالله ميمڻ ڊاڪٽر غلام حيدر زرداري (اسلام آباد). انهن حقيقي ماءُ سمجهي خدمت ڪئي. انهن کان ڪير پڇندو هو ته چوندا هئا ته اسان جي ماءُ آهي. آخري ڇهه مهينا سخت بيماري وارا عبدالرحمان لغاري ويچاري پيرو نه پکو ڪڏهن دوائون وٺيو اچي ڪڏهن فروٽ وٺيو اچي چوندو هو ته منهنجي چاچي نه پر ماءُ آهي.

غلام فاطمه هوندئن ته هڪ اڻ پڙهيل، ڳوٺاڻي، سادي سودي روايتي مهمان نواز هئي پر پٽ جي جيل وڃڻ، روپوش رهڻ، پوليس جو خوامخواهه تنگ ڪرڻ. انهيءَ عمل غلام فاطمه ۾ وڏي تبديلي آندي، هر ڳالهه جو پاڻ مشاهدو ڪيو هيائين. هن کي سئو سيڪڙو پڪ هئي، ته منهنجي پٽ جي رتي برابر به ان ۾ شرڪت نه هئي، پوءِ به خوامخواهه پوليس اسان کي تنگ ڪري بدنام ڪيو ۽ منهنجي ٻچي کي ڏيٽي نه وٺي جيل موڪلي ڇڏيو. منور کي چيائين ته ابا هوندئن آئون توهان تي ناراض ٿيندي هيس، پر هاڻ آئون توهان جي ماءُ به آهيان ته ساٿياڻي به آهيان. منور ٻه ٽي راتيون جاڳي ماءُ کي ميڪسم گورڪي جو ناول ماءُ ڪيس پڙهي ٻڌايو ته هوءَ بلڪل تيار ٿي ويئي ته اڄ کانپوءِ آئون به توهان جا هينڊ بل ورهائينديس. وال پوسٽر لڳائينديس. توهان جي ٽپال کي ساهه ۾ سانڍينديس، جتي به پهچائي هوندي اتي پهچائينديس، توهان جي امانت کي سنڀالي رکنديس. توهان جو جيڪو به محب وطن ساٿي ايندو ان کي جيءَ ۾ جايون ڏينديس، بک هوندس ته ماني کارائيندي سانس، ٿڪل هوندو ته ساهي پٽڻ لاءِ ڪمرو خالي ڏينديس. ڪپڙا ميرا هوندس ته ڌوئي ڏينديس، اڳي رسول ڪريم ﷺ جن جي زماني

۾ جنگيون لڳنديون هيون ته عورتون ملم پٽي ڪنديون هيون. چوندي هئي ته جيڪڏهن مٿي تي آئي ته ملم پٽي ڪرڻ کان به ڪانه ڪيٻائينديس.

غلام فاطمه نه صرف جذبات ۾ اهي واعدا ۽ انجام اقرار ڪيا هئا، پر هن پنهنجي ڪيل قول کي ان ڏينهن کان ئي عملي جامو پارائڻ شروع ڪري ڏنو هو. هير آباد وارو گهر قومي تحريڪ جي ڪارڪنن جو پرجهلو بنجي چڪو هو. ڪارڪن ڪهڙي به گروپ سان تعلق رکندو هو پر لڙي ايندو هو ۽ ٿڪل هوندو هو ته ساهي پٽي وٺندو هو اڃايل هوندو هو ته پاڻي جو گلاس، بکايل هوندو ته ته رکي سکي ماني ملي ويندي هئس.

# حيدرآباد کان ڄامشورو منتقل ٿيڻ

ڊاڪٽر قادر ۽ نواز ڳاهوٽي، انور ۽ غلام حيدر وارا آزاد ٿي واپس ايل.ايم.سي پهچي چڪا هئا. قومي تحريڪ تيزي سان وڌي رهي هئي، جنهن جو محور ۽ مرڪز ته سن شهر هو پر وڏيڪ ڇرپُر ۽ اٿل پٿل جو مرڪز ڄامشورو ۽ ان جا تعليمي ادارا ۽ ان ۾ تعليم حاصل ڪندڙ سجاڳ شاگرد هئا. حيدرآباد به ڄامشورو جو پاڻهن پيلي ساٿي هو. لٽريچر، ليڪچر، تقريرون ۽ ڪيسٽون ڪافي حد تائين مواد تيار ٿيندو هو. ٿي سگهي ٿو ته سنڌ اندر پيون به ڪي جايون هجن پر حيدرآباد شهر ۾ هيرآباد وارو گهر ۽ غلام فاطمه هوندا هئا. پيجل ٿالهه وڄائي سچا سچا ڏينهن قومي گيت ڳائي ڪيسٽ تيار ڪندو هو ته ان جي سار سنڀار ۾ پيش پيش غلام فاطمه هوندي هئي. منور ماءُ کي چوندو هو ته ڪو ڇوڪرو ايندو ان کي هي ڪتاب ڏيڻا آهن. انور چوندو هو ته ڪو ماڻهو ايندو ان کي هي سامان ڏيڻو آهي يا ڪي دوست ايندا، اهي وال پوسٽرن جي گهر ڪندا. انهن کي هي ڪٽي ڏيڻا آهن يا چوندا هئا ته امان هڪ وڳي ڪو مهمان ايندو. آئون جي اچڻ ۾ ٿوري دير ڪريان ته ڪمرو کولي هن کي ويهاري چانهه پيارڻي آهي. اهو سڀ ڪجهه غلام فاطمه خوش ٿي نڀائيندي رهي هئي. اچانڪ ٺوڙهي ڦاٽڪ وارو سانحو پيش آيو منور جا مهراڻ يونيورسٽي جا دوست بسن ۾ لاڙڪاڻي وڃي رهيا هئا. فوجين مورچا بند ٿي سڌيون گوليون هلائي پنج ست نوجوان ماري وڌا هئا. ڪيترائي شاگرد زخمي ٿيا جيڪي سڀ جا سڀ گرفتار ٿي ويا. ڪافي ڪوششون ڇوڪرن ڪيون تنهن ڪانپوءِ ٿن چئن پنجن سالن ڪانپوءِ وڃي آزاد ٿيا. ٿورا ٿورا ڪري پئي ڇڏيائون. قومي تحريڪ جي رستا روڪ ڪرڻ لاءِ خبر ناهي ڪيترن نوجوانن سهڻن، گلڙن کي ڪوڙا هٽي چڪا هئا.

منور ڪاليج جي زماني کان وٺي ڊبيٽ ۾ تقريرن ۾ اسٽيج جي حوالي سان پنهنجو ڌاڪو ڄمائي چڪو هو. سائين جي ايم سيد جي سالگرهه جون تياريون زور شور سان شروع ٿي رهيون هيون. هر ڪا تياري مڪمل ٿي چڪي هئي ته اوچتو سنڌ يونيورسٽي ۾ ڪي شاگرد پاڻ ۾ وڙهي پيا. هڪڙو ڪڙتالي گروپ پاڻ کي چورائيندو هو ۽ ٻيو شايد سپاف جو هو. قادر مگسي کي نيصلي لاءِ چيائون سنڌي شاگردن جو پاڻ ۾ سرچاءُ ڪري راضي نامو ڪرڻو هو جيئن ئي پنج ست شاگرد ڊاڪٽر قادر مگسي سان گڏجي پئي ويا ته ڪنهن حرڪتي ۽ سازشي شاگرد ڪنهن جي چوڻ تي گولي هلائي وڌي، جنهن ۾ شهيد ڪمال راهمون شهيد ٿي پيو. ڊاڪٽر ڪرشن ۽ ڊاڪٽر قادر مگسي شديد زخمي ٿي پيا ۽ ڊاڪٽر دائود آٿو ۽ ٻيا ڪيترائي زخمي ٿي پيا.

سالگرهه ڪافي دوست سن پهچي چڪا هئا ۽ ڪجهه اڃا تيارين ۾ هئا ته هي واقعو پيش آيو. ڊاڪٽر همايون ۽ انور ڊاڪٽر قادر مگسي کي ڪٺائي ڪنهن پرائيويٽ اسپتال ۾ آپريشن جو انتظام ڪري هن جي زندگي بچائڻ جي ڪوشش ڪيائون. ڪيترن کي هنگامي بنيادن تي ڊريسنگ ۽ ٽريٽمينٽ ڏئي گرفتاري کان بچائڻ لاءِ ڪنهن ٻي جاءِ تي آندو ويو جن مان ٽن چئن زخمين کي هيرآباد واري گهر چاچي فاطمه جي حفاظت ۽ نظرداري ۾ ڏنو ويو. انور شهيد ڪمال راهمون جي لاش جو راتورات پوسٽ مارٽم ڪرائي لاش ڀائرن وٽ پهچائڻ لاءِ فضل ڀنبري ڪٺائي، ان جي مائٽن وٽ پهتو. اتي لاش دفنائڻ کانپوءِ ريتن رسمن ۾ به ٽي ڪلاڪ شامل ٿي وري سالگرهه ۾ شرڪت لاءِ سن پهتو. سن مان واندو ٿي دوستن جون زندگيون بچائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. پوليس ڊاڪٽر قادر مگسي جي ڳولا تيز ڪري ڇڏي هئي. دوست سن مان واپس ٿيندي ئي ڊاڪٽر قادر مگسي کي هيرآباد واري گهر کڻي آيا. اچي چاچي جي حوالي ڪيائون. ۽ گهر تي اچ وڃ کي گهٽائي ڇڏيائون. گهر ۾ رهندڙ گهر ڀاتين کي سرگرم ڪيائون ته اهي ئي ضرورت جون شيون پاڻ خريد ڪن ۽ پاڻ ئي کڻي وڃن. ڊاڪٽر قادر جي پيءُ ۽ عزيزن جي اچڻ وڃڻ ۽ ملڻ يا طبيعت پڇڻ تي سختيءَ سان بندش وجهي ڇڏيائون. انور ڊريسنگ جو سامان سول اسپتال مان ئي حاصل ڪندو هو پر اهو به پنهنجي ننڍڙي ڀاءُ چاچي جي پٽ ڪريم جي هٿان وڏي

ڪوشش ۽ خبرداري سان موڪليندو هو. ڪافي وقت ايجنسين ۽ سي آءِ
ڊي ڪنڊرن کي دوکي ۾ رکيو ويو پر آخرڪار انهن کي ڪا ٽس پئي يا
ڪنهن قسم جو ڪو شڪ ٿيو تہ هي ڇوڪرو روزانا مختلف جاين تان
اسپتال مان ڪجهہ کڻي نڪري ٿو ۽ روزانو رستا بدلائيندو ڪڏهن ڪنهن
گهٽي مان ڪڏهن ڪنهن گهٽي مان ڪجهہ نہ ڪجهہ کڻي وڃي ٿو. هو ڇا
ٿو کڻي وڃي ۽ ڪنهن لاءِ کڻي ٿو وڃي، ان کي تاڙيو ويو ۽ ائين. ڪريم کي
واچ ڪرڻ لڳا نيٺ سندن شڪ پڪ ۾ تبديل ٿيو تہ اِتي ڪو خطرناڪ
زخمي رهيل آهي. انهن جو شڪ ان وقت جي بدنام ڊاڙيل ڪشمير خان
يا.... ڊاڪٽر قادرمگسي ڏانهن هو.

هڪ رات ٻارهين وڳي ڊاڪٽر قادر مگسي انور ۽ منور کي چيو تہ
همايون کي گهرايو. هتي مون کي ڪافي وقت ٿي ويو آهي. هاڻ جڳهہ بدلائڻ
گهرجي. مون کي ڪٿي ٻي جاءِ تي کڻي هلو. غلام فاطمه پريشان ٿيندي
پڇيو تہ ڇو ابا مون کان ڪا ڪمي پيشي تہ نہ ٿي آهي؟ ڊاڪٽر قادر مگسي
چيس تہ نہ امان شرمسار نہ ڪر. تو تہ ماءُ بڻجي منهنجا گونهہ مٽ ميڙيا آهن.
تو منهنجا ڦٽ ۽ زخم ڌوتا آهن، تو راتيون جاڳي جيڪا منهنجي پرگهور
لڌي آهي، اها پرگهور ۽ اها خدمت سڀ ڪا ماءُ بہ نٿي لهي سگهي، جيڪا
تو منهنجي خدمت ڪئي آهي. اُها جيڪڏهن حلالي هوندس تہ سڄي
زندگي نہ وساريندس.

همايون آيو انهن تياري ڪئي، ٽن طرفن کان سڏ سماءُ لاءِ امير ڪريم
۽ منور کي بيهاريائون ۽ انور ۽ همايون چيئر تي هن کي کڻي سيڙهين تان
لاهي ڪنهن پاسي ڏانهن کڻي ويا.

صبح جو فجر مهل غلام فاطمه منور کي جاڳايو تہ پوليس جون گاڏيون
چوڌاري پنهنجي بلڊنگ کي گهيري ويون آهن. خير ڪونهي. منور ڏٺو تہ
ڪمانڊو وارن جون تياريون آهن. منور امير ۽ ڪريم کي جاڳايو چاچيءَ
ميرزاديءَ امير ۽ ڪريم جي ماءُ بہ گهر ۾ موجود هئي. ان روئداد ڏٺي تہ اها
مزاحمت لاءِ تيار ٿي ويئي. غلام فاطمه کي چيائين تہ ڇوڪرا ٻار آهن. ڇا بہ
ٿي پوي ڇوڪرا انهن جي حوالي ناهن ڪرڻا. منور کي ان ڏينهن صبح جو
سوير زبير شيخ ۽ اسلم انصاري سان گڏجي ڪراچي وڃڻو هو. زبير ۽ اسلم

۽ تيار ٿي ڪراچي وڃڻ لاءِ منور وٽ پهچي چڪا هئا پر صورتحال ڏسندي ئي واپس ٿيا. انهن کي اها خبر هئي ته ڊاڪٽر قادر مگسي کي ڪنهن ٻي جاءِ تي ٽڪايو اٿن. هنن سوچيو ته هي ٽيئي ٻار آهن. پوليس جو رعب تاب ڏيڏهو الائجي ڪٿي سگهن يا نه. تنهن لاءِ ضروري آهي ته انور وارن کي هر حال ۾ اطلاع ڪجي. ان لاءِ زبير ۽ اسلم کي انور وارن ڏانهن موڪليو ويو جتي اول ته ڪو گهر کان ٻاهر نه اچي. پر نيٺ هڪ نوجوان ٻاهر آيو جنهن کي هنن پنهنجو تعارف ڪرايو. هن کي چيائون ته ادا انور کي ٻاهر وٺي آءُ ضروري ڪم آهي. هن سان ڳالهائڻو آهي. اول ته هو قبول ئي نه ڪري مڃي ئي نه اصل چوي ته يار ڪير انور. ڪير همايون. اسان ته نالا ۽ اڄ پيا ٻڌون. وري انهن پنهنجا ڪارڊ ڪيڍي ڏنا. چيائونس ته يار تون ننڍو سمجهين ضروري ڪم آهي پوءِ هو اندر ويو ۽ انهن جا ڪارڊ واپس ڪري ويو. پوءِ ڊاڪٽر قادر رسڪ کڻندي هن کي چيو ته وڃي اندر وٺي اچ. زبير ۽ اسلم اندر ويا ۽ بنا ڪنهن ويهڻ جي هنن کي سڄي حقيقت کان آگاهه ڪيائون. ڊاڪٽر چيو ته هتان نڪرو ته نڪرون. حيدرآباد کي ڇڏيون ڪنهن ٻئي پاسي نڪري ٿا هلون. صبح جي مهل هئي پر هو نڪري پيا.

هوڏانهن گهر تي پوليس ڪمانڊو سرچ جون تياريون ڪري ورتيون. رسن ۽ سيڙهين تي اندر داخل ٿيا ته هڪ پاسي کان غلام فاطمه ۽ ٻي پاسي کان ميرزادي. ميرزادي ته ڪاتي کڻندي مزاحمت لاءِ تيار ٿي. ڪارروائي ڪندڙ آفيسر سان مخاطب ٿيندي چيائين ته خبردار جيڪڏهن گهر ۾ داخل ٿيا آهيو جيستائين توهان پاڻ سان ڪو جج سطح جو انصاف ڪندڙ ماڻهو يا ڪو پاڙي جو شريف انسان پاڻ سان گڏ نه آڻيندؤ تيستائين توهان کي اندر اچڻ نه ڏينداسين ته جيڪڏهن توهان زبردستي گهر ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي ته پوءِ توهان کي مارينداسين يا اسان پنهنجا پيٽ چيرينداسين. ڪارروائي ڪندڙ ماڻهوءَ چيو ته گهر ۾ جيڪر ڪو مرد هجي ته ان کي اسان سان ملايو ته ان سان ڳالهايون. جنهن تي غلام فاطمه چيس ته جيڪڏهن مرد ماڻهو ڪو گهر ۾ هجي ها ته اسان هيئن توهان تي جرح ڇو ڪريون ها؟ انهن چيو ته اسان کي حڪم آهي ته اسين توهان جي گهر جي تلاشي وٺون. ميرزادي چيو ته ڪنهن امين جي موجودگي ۾ تلاشي وٺو. توهان

گهر اندر ڪو سامان هٿ سان رکي اسان کي ڦاسايو ته اسان توهان کي ڇا ڪنداسين. ڪارروائي ڪندڙ آفيسر چيو ته اسان پاڻ به ٻارن ٻچن وارا آهيون، ائين نه ڪنداسين. تلاشي ۾ سواءِ ڊريسنگ جي سامان ۽ ٿڌي جي شربت وارن بوتلن جي ٻيو ڪجهه به ڪونه مليو. ان ڊريسنگ جي سامان ۽ شربت جي بوتلن جي ڪري، اسان جن ٽنهي ٻارن کي پوليس ڪنپي ڪٽي گاڏي ۾ ويهارڻ جي ڪوشش ڪئي ته پوليس ۽ ميرزادي ۽ غلام فاطمه جي وچ ۾ هاٿاپائي ٿي پئي. غلام فاطمه آفيسر کي وڃي گلي مان جهليو ۽ ڪريم جي امان ميرزادي هڪ آفيسر کي چماٽ هڻي ڪڍي ۽ پڇيائين ته توکي تلاشي ۾ گهر مان ڇا مليو آهي، جو اسان جا معصوم وٺي ٿا وڃو. پاڙي جا ماڻهو سڀ ڪجهه ڏسندا رهيا. پوليس ٽنهي ٻارن کي زوري موبائل ۾ ويهاريو ته غلام فاطمه ۽ ميرزادي به موبائل ۾ چڙهي ويهي رهيون. پوليس ٻنهي عورتن کي زوري ٻانهن کان جهلي لاهڻ جي ڪوشش ڪئي. فاطمه کي ته لاهي ويا پر ادي ميرزادي هڪ پوليس واري سان هاٿا پائي ڪندي جو ٺيلهو ڏنو ته پوليس وارو پنهنجي بندوق جي پٽي ۾ وچڙي ڪري پيو. پنجين وڳي سرڪاري ڪامورا آپريشن لاءِ آيا ۽ ٨ وڳي ٽن ٻارن کي گاڏي ۾ کڻي روانا ٿي ويا.

منور موبائيل ۾ امير ۽ ڪريم کي سختي سان چوندو رهيو ته ڪجهه به پوليس کي ٻڌايو اٿو ته ٺپ ماريندوسانو. انهن کي ڄامشورو ٿاڻي تي کڻي ويا. منور اتي ايس ايڇ او کي چيو ته مون کي ڇا ۾ کڻي آيا آهيو. آئون ته ڊاڪٽر علي محمد انصاري جو پٽ اسلم انصاري آهيان. ڪالهه ڪراچي کان آيو آهيان. اڄ مون کي واپس گهر پهچڻو آهي. توهان کي يقين نه اچي ته هي منهنجي گهر جو نمبر آهي. هي ايڊريس توهان پڇي سگهو ٿا. انهن فون ملائي گهران پڇيو ته اسلم جي ماءُ ڳالهايو. هن تصديق ڪئي ته منهنجو پٽ ڪراچي کان حيدرآباد ڪم سانگي آيل آهي. توهان ڇو هن کي کڻي آيا آهيو. منهنجي پٽ کي مون سان ڳالهرايو ته پڇي وٺان ته ڪهڙي حالت ۾ آهي. هينئر جو هينئر ڪراچي روانو ڪريو نه ته اسان توهان تي ڪيس ٿا داخل ڪريون. منور مان هٿ ڪڍيئون ته منور چين ته مون کي ڪراچي جي بس اسٽينڊ ڦاٽڪ ڄامشورو تي پهچايو ۽ منهنجا پئسا ڪٽي ڪري پيا

آهن يا اتي رهجي ويا آهن. مون کي ڪرايو ڏيو تہ آئون گهر پهچان. پوليس گهر جا پنجاهہ روپيہ ڏئي منور مان جان ڇڏائي.

پر انهن ٻنهي غريبن امير ۽ ڪريم کي ٿاڻي تي پهچڻ سان ابتو ٽنگي سچ پترن سان ڳتيندا رهيا ۽ اهو پڇندا رهيا تہ ڪشمير خان ڏاڙيل توهان وٽ ايندو رهندو آهي ۽ قادر مگسي جو علاج ٿا ڪرايو. توهان ٻئي ان عورت جا پٽ آهيو جنهن اسان جي آفيسر کي چماٽ هنئي ۽ جمعدار کي ڏڪو ڏيئي موبائل مان هيٺ ڪيرايائين. سڄو ڏينهن غريبن کي سچ پترن سان ڳتيندا رهيا. سچ لڳي مهل خبر نہ آهي تہ ڪنهن جي چوڻ تي هٿ ڪڍيئون، ٻئي ڀاءُ رڙهي ڦاٽڪ تي پهتا ۽ اتان ڪان گهر هيرآباد آيا.

سال 1988ع جي شروع ٿيندي ئي حيدرآباد جون حالتون تمام خراب ٿي چڪيون هيون. ڇو تہ 1985ع جي بلدياتي اليڪشن ۾ پ پ پ بلدياتي اليڪشن جو بائيڪاٽ ڪيو هو ۽ ضياءُ الحق جي سرپرستيءَ ۾ ايم ڪيو ايم طاقت وٺي اليڪشن وڏي اڪثريت سان کٽي، اقتدار تي قبضو ڪري چڪي هئي ۽ هٿيارن جي زور تي سنڌي ماڻهن جا لاش روڊن تي، گهٽين ۾ گٽرن ۽ ٻورين ۾ ملي رهيا هئا. ڀهراڙي جو ماڻهو سنڌي ٽوپي پائي حيدرآباد ۾ گهمي نہ سگهندو هو. آگسٽ ۾ جنرل ضياءُ الحق جي جهاز کي بم ڌماڪي سان اڏايو ويو. 30 سيپٽمبر 1988ع تي حيدرآباد ۾ سنڌي مهاجر فساد ٿيا. حيدرآباد ۾ ٻہ ٽي سئو مهاجر ۽ سنڌي ماڻهو مارجي ويا. ان ئي رات ڪراچي ۾ مهاجرن اٽيڪ ڪري سوين سنڌي ماڻهن کي ماري وڌو. حيدرآباد شهر ۾ جن بہ ماڻهن حملو ڪيو هو. اهي حملي ۾ استعمال ٿيل گاڏيون حيدرآباد شهر ۾ روڊن تي بيهاري پيدل آرام سان جيڏانهن بہ ويٺو هون، اوڏانهن هليا ويا. صبح جو هڪ اردو اخبار لکيو تہ جانو آرائين ۽ قادر مگسي جي اڳواڻي ۾ قتل عام ٿيو آهي. حيدرآباد جي سٽن ائن ٿاڻن تي لاتعداد ايف.آءِ آرون ڪٽرايون ويون.

اسان آگسٽ ۾ حيدرآباد وارو گهر خالي ڪري ڄامشورو ايل ايم سي ڪالوني ۾ رهائش اختيار ڪري چڪا هئاسين پر ڀاڄائي ميرزادي حيدرآباد وارو هيرآباد وارو گهر خالي ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي. اهي اتي رهي پيا. مون ڏاڍو سمجهايومان تہ الڳ رهڻ ۾ ڪوبہ فائدو نہ ٿيندو. پريشاني ۽ ٽينشن رهندو. حيدرآباد جون حالتون پنهنجي رهڻ جهڙيون ناهن پر ڀاڄائي

چيو تہ توهان پلي ڄامشورو ۾ رهو پر اسين اتي ئي آهيون. 30 سيپٽمبر واري واقعي کانپوءِ پاڄائي ميرزادي وارا ٻارن کي وٺي ڳوٺ هليا ويا. مون کي ڏاڍي پريشاني هئي. 30 سيپٽمبر کان هفتو کن اڳ ۾ انور ۽ حميد گهر آيا. حميد ميمڻ پنهنجي گهر واري کي وٺي اسان وٽ آيو. گهرواري کي چيائين تہ جيستائين آئون وڃان نہ اچئين تہ تيستائين انهيءَ گهر ۾ رهجان، پيءُ بہ اها اٿئي ماءُ بہ اها اٿئي. ٽيهين سيپٽمبر واري واقعي کانپوءِ حميد ۽ انور ٻئي گڏ هئا، اهي ٻئي حيدرآباد ڇڏيِ بخشو لغاري هليا ويا هئا. آئون ۽ غلام فاطمه ايل ايم سي ڪالوني بنگلو نمبر 7 ۾ رهيا پيا هئاسين تہ هفتي کانپوءِ 6 آڪٽوبر تي مون کي هڪ ذميوار شخص جي فون آئي، جنهن چيو تہ چاچا اڌ ڪلاڪ ٽائيم تو وٽ آهي جي نڪري سگهو ٿا تہ هيڏانهن اچو يا هليا وڃو نہ تہ توهان تي ريڊ ٿيڻ وارو آهي. آئون ۽ غلام فاطمه سوزوڪي ڪرائيي تي ڪري ڳوٺ ڏانهن نڪري وياسين، ڪٺي ڪجهہ بہ نہ سگهياسين، جيڪي بہ هو سڀ گهر ۾ پيل هو. هفتي کان پوءِ ڊاڪٽر نظر محمد جوڻيجو صاحب جي فون آئي تہ چاچا توهان جي گهر جو سامان روڊ تي پيو آهي، ڪنهن تي ڪم رکو يا ڪنهن ماڻهو کي ذميوار ڪري سامان کڻائي وٺو. سامان جيڪو هو سو سڀ چوري ٿي چڪو هو. باقي ڪجهہ ڪتاب ۽ خالي ڪٽا موجود هئا. بهرحال جيڪي هو اهو مون پنهنجي سؤٽ جي پٽ يعني پنهنجي پائيٽي کي موڪلي کڻائي ورتو. 15 آڪٽوبر تي مون وٽ منحوس خبر آئي تہ ڪريم لغاري ۽ احسان لغاري پرڳڙي فليٽ مان ڊاڪٽر محمد علي ۽ احسان جي فليٽ تان گرفتار ٿي چڪا آهن. بس ايڏو ڏک ٿيو جنهن جو ڪير سوچي بہ ڪونہ ٿو سگهي ۽ انور منور ۽ ٻين لاءِ ڇاپا لڳي رهيا هئا. پاءُ ۽ پاڄائي کي تسليون ڏنم. ڪريم ويچارو ماءُ ۽ پيءُ ٻنهي کي گهڻو وڻندو هو ۽ مون کي بہ ڏاڍو وڻندو آهي، جڏهن پهريون ڀيرو گرفتار ٿيو هو تڏهن ڪريم جي عمر 15 سال هئي ۽ ٻيو دفعو جڏهن گرفتار ٿي ويو تہ ڄمار 18 سال هئي. ڪنهن بہ پارت يا سفارش جي تہ ڪا اميد ڪانہ هئي. هاڻ منهنجي ڪوشش اها هئي تہ جيترو جلد ٿي سگهي اوترو جلد ڇوڪرا، جيل پهچن پر جاچ تمام وڏي هئي ۽ ڪريم تي وڏو ٽارچر ٿيو هو. بس قسمت ويچاري جي ائين هئي. انور جو رشتو ڊاڪٽر قادر مگسي جي اصرار تي ڪري ڇڏيو هوسون. مٿان وري انور ۽ حميد جي نوڪرين لاءِ انٽرويو

ڪال آئي. انور جو انٽرويو حيدرآباد ۾ حميد ميمڻ جو سکر ۾ رکيل هو. انور ته خير خوبيءَ سان انٽرويو ڏئي نڪري ويو پر حميد ميمڻ گرفتار ٿي ويو. ڏڙا ڏڙ گرفتاريون ٿيون. غلام فاطمه کي چيمر ته پنهنجن ٻچن کي دعائون ڪريو. في الحال ته تڪليف ۾ آهن. رات ڏينهن چڱن خاصن کي ميڙ منٽ ۾ ٻي پاسي جدوجهد به تيز هئي. مظاهرا ۽ بک هڙتالون غلام فاطمه ۽ ميرزادي جو سک ڦتل هو پر ٻاهرين جيڪا جدوجهد هئي، جيڪا ڪوشش هئي، جنهن ۾ غلام فاطمه ۽ ٻاچائي ميرزادي ۽ احسان جي ماءُ ۽ ٻين عورتن جي ساٿ سان جيل جي آڏو مظاهرا ۽ بک هڙتالون ڪيون انهن اول ته ڇوڪرن کي جيل پيڙو ڪرڻ ۾ مدد ڪئي ۽ پوءِ وري جيل ۾ سهوليتون ۽ آساني ڏيارڻ ۾ مدد ڪئي.

سنڌي مهاجر جهيڙا به هلندا رهيا، مزاحمت ۽ بک هڙتالون به جاري هيون، گرفتاريون به حد درجي جون ٿي چڪيون هيون. ان زماني ۾ حڪومت پيپلز پارٽي جي هئي، ڇوڪرن جون مائرون انهن ليڊرن وٽ وينديون هيون ۽ سائين جي ايم سيد وٽ به وينديون هيون ۽ جدوجهد به ڪري رهيون هيون. اهو سڀ جون سڀ جيڪي به ڪوششون هيون. اهي رڳو ٻارن جي زندگي بچائڻ لاءِ هيون ۽ ان ڪوشش ۽ جدوجهد جي ڪري ڪافي فرق پيو ۽ ٻارن جي مائرن کي به ڪجهه حوصلو مليو.

سنڌي ماڻهن جو قتل عام جو سلسلو جاري هو. ڪو لاش ڪٿي پيو آهي. ڪو لاش ڪٿي پيو آهي. سنڌي ماڻهو شهر ۾ جهيڙي جي خوف کان ۽ گرفتارين جي ڊپ کان تمام ٿورا ايندا هئا. حيدرآباد ۾ رهندڙ وڏيرا پنهنجا شهر وارا گهر خالي ڪري وڃي ڳوٺن ۾ رهيا هئا. اهڙي حال ۾ به سنڌ جا نوجوان ۽ سنڌ جون نياڻيون چاچي غلام فاطمه ۽ ٻاچائي ميرزادي سان گڏ هيون. روزانه ڪنهن روڊ تي يا پريس ڪلب آڏو گوڙ هوندو ئي هوندو هو. هڪ ڏينهن ترقي پسند ونگ وارن بيگناهه حيدرآباد ۾ مارجي ويل سنڌي ماڻهن لاءِ غائبانه جنازي نماز جو اهتمام ڪيو. نماز سول اسپتال حيدرآباد ۾ ڏينهن جو هڪ وڳي رکيل هئي. لاتعداد ماڻهو گڏ ٿيا پر ان ڏينهن غلام فاطمه ۽ ٻاچائي ميرزادي سوين عورتن جي ريلي ڪڍي منفرد احتجاج ڪندي اسپتال آيون هيون. انهن سان هاڻ ادي گلناز به جدوجهد ۾ باظابط شامل ٿي چڪي هئي. مردن غائبانه جنازي نماز. اسپتال جي اندر گرائونڊ تي ٿي ادا

ڪئي تہ چاچي فاطمه ۽ ٻيون عورتون ناراض ٿي پيون. چيائون تہ نماز ٻاهر روڊ تي ادا ڪئي ويجي ۽ فاطمه مون کي حڪم ڪيو تہ نماز تون پاڻ پڙهاءِ. اها نماز مون پڙهائي. لاتعداد ماڻهو هئا نماز ادا ڪري ريلي ڪيڊي ويئي، جيڪا تلڪ چاڙهي، گاڏي کاتي، حيدرچوڪ، ايس پي چوڪ پريس ڪلب پهتي. سنڌي مهاجر جهيڙن کانپوءِ سنڌي ماڻهن جو حيدرآباد شهر ۾ پهريون ڏاڪو هو ۽ پرامن مظاهرو هو. جنهن ۾ ڪاٻہ پيچ ڏاهہ ڪانہ هئي ۽ نہ وري ڪا جذباتي نعري بازي هئي.

هاڻ غلام فاطمه سان ڪافي عورتون گڏجي ويون هيون. خصوصاً گلناز جي محنت، جذبو سمجهداري ان وري پرهہ سنڌي ، ماروي رستماڻي، جميلا سومرو جيڪب آباد، نائلہ راهپوٽو نواب شاهہ خيرپور پر الائجي ڪيترين ڇوڪرين کي سرگرم ڪري وڌو هو. ٻي طرف سرڪار سڳوري تمام سرگرم هئي. پوليس جي سنڌي ماڻهن کي گرفتار ڪرڻ لاءِ نوس نوس جاري هئي پر سنڌي ماڻهن مردن توڙي عورتن جرئت جو مظاهرو ڪري پنهنجا شهر بچائي ورتا هئا. 19 مئي 1990ع رات جو هڪ وڳي گلستان سجاد جي هڪ بنگلي ۾ ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ ڊاڪٽر همايون قاضي کي گرفتار ڪري ورتو. صبح جو جيئن ئي اخبار ۾ خبر ايندي ويئي تہ سڄي سنڌ سراپا احتجاج بنجي ويئي. مرد عورتون ٻار نوجوان پوڙها هاري مزدور، شاگرد روڊن تي نڪري آيا. ست ڏينهن سڄي سنڌ بند هئي. گاڏين ۽ ٽئنڪرن کي باهيون هيون. ست ڏينهن باهہ ئي باهہ هئي. دونهون ئي دونهون هو. ڪجهہ پاڃائي ميرزادي ۽ احسان جي امان جي دل کي سڪون جو ڇنڊو رسيو ۽ ڪا اميد ٿي تہ هاڻ اسان جي پٽن جي بہ مالڪي ٿيندي.

گلناز جي شڪل ۾ سنڌي ماڻهن جي جدوجهد کي هڪ نوجوان لکيل، پڙهيل، هڪ بولڊ بهادر قسم جي ڇوڪري ملي ويئي هئي. جنهن عورتن کي گڏ ڪري عورتن جي هڪ مضبوط تنظيم ناري تحريڪ جي نالي سان جوڙڻ شروع ڪئي. ڏسندي ئي ڏسندي ناري تحريڪ ادي گلناز جي اڳواڻيءَ ۾ فاطمه ۽ پاڃائي ميرزادي جي ساٿ سان عورتن جي هڪ مضبوط تنظيم بنجي وئي.

سنڌ جي مردن توڙي عورتن ست ڏينهن روڊن تي نڪري ڪفن سرن سان ٻڌي قادر مگسي ۽ همايون قاضي جي زندگي بچائي ورتي. عوامي دٻاءُ

آڌو سرڪار جُهڪي انهن جي گرفتاري ظاهر ڪئي. اهڙي عمل ڪانپوءِ همايون جي امان بدر ۽ ڊاڪٽر قادر جي گهر واري ۽ ڀيون سنڌ جون نياڻيون بہ پاڻ مرادو گلناز سان رابطا ڪرڻ لڳيون.

ڊاڪٽر قادر ۽ ڊاڪٽر همايون جي گرفتاري ڪي مشڪل سان بہ هفتا ڪن گذريا. ان زماني ۾ بہ حڪومت پ پ پ جي هئي ۽ جون 1990ع جي پهرئين هفتي ۾ ملڪ جي سربراهہ وزيراعظم بينظير صاحبہ پهريون ڀيرو حيدرآباد سنڌ جي دوري تي آئي ۽ پنهنجي پريس بريفنگ ۾ صحافين سان مخاطب ٿيندي چيائين تہ "هماري حڪومت دهشتگردون ڪو گرفتار ڪرتي هي تو آپ لوگ سڙڪون پي نڪل آتي هين. تو ايسي امن امان ڪيسي بحال هوگا." بينظير صاحبہ جي دوري ختم ٿيڻ ڪانپوءِ ترت ئي ترقي پسند پارٽي گڏجاڻي گهرائي، ايجنڊا صرف وزيراعظم صاحبہ جي پريس بريفنگ هئي ۽ ان ميٽنگ ۾ ناري تحريڪ جي نمائندگي لاءِ ادي گلناز ۽ فاطمہ کي بہ گهرايو ويو هو. گهڻي غور ويچار ڪانپوءِ فيصلو ڪيو ويو تہ لطيف سائين کي دانهن ڏجي تہ تنهنجي سنڌ نگري ۾ اسان کي پنهنجي گهرن ۾ مارين ٿا. موچڙا ٿا هڻن. اسان جي ٻچن کي ٻڌيو ٿاڻن تي ڪٽيو جيلن ڀيڙو ڪن ٿا. دانهون ٿا ڪريون تہ چون ٿا تہ ملڪ دشمن آهن. دهشتگرد آهن، امن امان جو مسئلو ٿا پيدا ڪن. لطيف سائين اسين سنڌي ماٺهو سچي سنڌ جا گڏجي زالين مڙسن ٻارين ٻچين 28 جون 1990ع تي تنهنجي عدالت ۾ تو وٽ دانهين ايندا سين تہ اسان کي ٻڌاءِ تہ اسين ڇا ڪريون؟ ۽ ٻيو سڄي سنڌ جا ماڻهو گڏجي ٻڌائيندا سين تہ اسين پنهنجي سنڌ ڌرتي بچائڻ جا جتن ٿا ڪريون. اسين عزت بچائڻ لاءِ دانهون ٿا ڪريون تہ الزام لڳن ٿا. لطيف سائين تون ٻڌاءِ تہ اسين محب وطن آهيون يا دهشتگرد آهيون؟

ميٽنگ ڪري فيصلي جي ڪاپي پريس ۾ ڏيئي اٺاويهہ جون کي ڪامياب ڪرڻ جي تيارين ۾ لڳي وياسين، انهن ڏينهن آئون ترقي پسند پارٽي جو پريس سيڪريٽري هوس ۽ پٺ شاهہ ڪميٽي جو اڳواڻ بہ مقرر ڪيو ويو هوس، ان ميٽنگ ۾ فيصلو ڪندي ناري تحريڪ جو ادي گلناز سان گڏ سرپرست اعليٰ بہ مقرر ڪيو ويو هوس. دوستن جي ملاقات بند هئي، جنهن ڪري فيصلي جي ڪاپي چيئرمين تائين نہ پهچي سگهي

هئي. جلسي جي ضابطن ۾ سختي سان شامل هو تہ ڪوبہ هٿيار ڪٺي نہ اچي.
ڪنهن کي بہ ڪنهن نعري جي اجازت نہ هوندي ۽ جهنڊو صرف ترقي پسند
پارٽي جو هوندو. گلناز جي اڳواڻيءَ ۾ عورتن سڄي سنڌ جو دورو ڪري پٽ
شاهہ جي پروگرام ۾ عورتن جي وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪرائي جلسي کي
ڪامياب بڻائڻو آهي. عورتون تعداد ۾ مردن کان گهٽ نہ هجن. جلسي ۾ 28
جون تي 11_12 وڳي کان ئي ماڻهن جي اچڻ جو سلسلو شروع ٿي ويو. پريا
روڊ کان بہ بسون عورتن جون ڀرجي آيون هيون. انهن جو ذڪر ان ڪري
ڪيو اٿم جو انهن جي اچڻ ۾ شموليت جو انداز بلڪل ئي منفرد هو ۽ انهن
هڪ اهڙي نعري کي تخليق ڪيو هو جنهن ۾ مڪمل درد جي پيڙا هئي.
نعرو تہ پريا جي ادين تخليق ڪيو ۽ ترقي پسند پارٽي جي قادر مگسي لاءِ
ڪيو هو. پر پوءِ اڳتي هلي ان تي قبضو پ پ وارن ڪيو جيڪو اڄ بہ هو
پنهنجي حق ۾ لڳائن ٿا. ٿورو ذڪر پريا وارين آدين جو سڀ کان پهرين پٽ
شاهہ شهر ۾ داخل ٿيندي ئي بس مان لٿيون. هر هڪ ادي کي ڪارو وڳو پيل
هو ۽ هر هڪ ادي جا پير اگهاڙا هئا. ٻن ٻن آدين جي قطار هئي. ڊسپلين سان
نعرا هڻنديون ويون تہ يا الله يا رسول قادر مگسي بي قصور. جلسي ۾ جيڪي
بہ ماڻهو شريڪ ٿيا هئا. اهي اڄ بہ زندهہ سلامت ۽ شاهد آهن تہ هڪ لک
ماڻهو کان حاضري گهٽ نہ هئي. ادي گلناز فاطمه ۽ ناري تحريڪ جي
جذبن، سچائي ۽ محنت رنگ لاتو جيترا مرد هئا اوتريون ئي عورتون هيون.
اڄ تائين ڪنهن بہ سياسي جلسي ۾ سنڌ جي اندر پنجاهہ هزار جي لڳ ڀڳ
عورتون شامل نہ ٿيون هونديون پر اها لطيف جي دعا سان ۽ گلناز ۽ فاطمه ۽
ناري تحريڪ جي محنتن سان سڀ ڪجهہ ۽ گهڻو ڪجهہ ٿي ويو هو.

جلسي جي ڪارروائي شروع ٿي تہ هڪ سپاهي سول ڪپڙن ۾ مٿي
اسٽيج تي چڙهي آيو جنهن مون کي هڪ پرچي ڏني ۽ اها مون کان ان مهل
ئي ڪامريڊ حسين بخش ڇاهي ڇاهي ڪري ورتي. حسين بخش ڪامريڊ
مون کي چيو تہ ان تي آئون پاڻ ڳالهائيندس. ائين چئي پرچي کيسي ۾ رکي
ڇڏيائين. علي حسن چانڊيي ۽ حسين بخش ڪامريڊ مون کان پهرين
ڳالهايو انهن چيو تہ لطيف جو پڙ آهي، اتي چاچو پلي اسان کان پوءِ ڳالهائي
نہ تہ چاچو اسان کي سنوت ڪونہ ڏيندو.

علي حسن ۽ ڪامريڊ ڳالهايو. ان پرچي تي ڪامريڊ ڳالهايو هو جنهن ۾ ڊاڪٽر قادر مون ڏانهن لکي موڪليو هو تہ اسان کي اڄ رات ئي ٽي سگهي ٿو تہ مچ جيل موڪلي ڇڏين. يا ٻي ڪنهن جيل موڪلين پر لڳي ٿو تہ مچ جيل ڪٽي وڃن.

هن جلسي ۾ ادي گلناز تقرير ڪئي هئي ۽ ٻلي تقرير ڪئي هئي. هونئن تہ جلسن ۾ ادي گلناز تقريرون ڪندي رهندي هئي پر ادي گلناز جون ٻہ تقريرون هڪ سکر سائين جي ايم سيد واري جلسي ۾ ۽ ٻي ڀٽ شاهہ واري جلسي ۾ اهي ٻئي تقريرون ادي گلناز جون مثالي تقريرون هيون. ڪامريڊ حسين بخش ڪانپوءِ مون کي ڳالهائڻ لاءِ سڏ ٿيو. ڪمپيئرنگ چوڪري سعيد آباد واري استاد جي نياڻي نسرين ٻرڙو پئي ڪئي. نالو ٻلجي ويو آهيان. ان مون کي سڏ ڪندي چيو تہ هاڻ ايندو تنهنجو چاچو منهنجو چاچو سڄي سنڌ جو چاچو. اها چوڪري سنڌ جي نياڻي مون کي اهڙو چاچو ڪري ويئي جو پٽ بہ چاچو ٿا چون تہ گهر واري بہ چاچو چوندي هئي. ۽ منهنجي گهر واري فاطمہ بہ سڄي سنڌ جي چاچي ٿي ويئي، هاڻ هو رڳو فاطمہ يا غلام فاطمہ نہ پر چاچي فاطمہ هئي. مون بہ تقرير جي شروعات شاهہ جو بيت پڙهي ڪئي ۽ ان ڪانپوءِ ڊاڪٽر قدر مگسي جي موڪليل پرچي جو ذڪر ڪري ڪجهہ پنهنجي طرفان چيم تہ ڊاڪٽر قادر مون کي پرچي ۾ لکي موڪليو آهي تہ چاچا جتي بہ وڃڻ ٿئيوَ ۽ توهان کي پنج ماڻهو ملن. پنجاهہ ملن، پنج سئو ملن انهن کي توهان منهنجي طرفان چوندا تہ توهان سنڌي ماڻهن روڊن تي پنهجا ٻچا ڪڍي جيڪا منهنجي زندگي بچائي آهي. اها مون وٽ توهان جي امانت آهي. اُن امانت جي گهر توهان جنهن وقت بہ ڪندئو تہ انشاءَالله امانت باسلامت پيش ڪندس. تقرير ۾ ٿورو گرما گرمي پيدا ڪري شاهہ جي بيتن جي روشني ۾ ماڻهن کان پڇيم تہ اسان دهشتگرد آهيون يا محب وطن آهيون؟ سڄو پنڊال لک جو لک ماڻهو اٿي بيٺو ۽ سندن هٿ مٿي هئا. مون حڪمرانن سان مخاطب ٿيندي چيم تہ حڪمرانن جو فيصلو آهي تہ اسان دهشتگرد آهيون ۽ عوام جو فيصلو بہ ڏسي ونو.

# جلسي جون ڪجھ نہ وسرندڙ خوبيون

جلسي ۾ عورتن جو آيل وڏو انگ ۽ خير خوبي سان ماڳ تي پهچڻ، بيو مقرر پوليس آفيسر مون کي پاڻ وٽ گهرائي چيائين تہ "اسان کي خوف هو تہ شايد اڄ آزاد سنڌ جو اعلان ٿئي پر هتي جيئي سنڌ جو پهريون جلسو آهي، جنهن ۾ هڪ بہ فائر نہ ٿيو آهي ۽ هڪ نعرو بہ نہ لڳو آهي."

مون کي جلسي گاھہ ۾ خاڪي جوبي صاحب چيو تہ چاچا توهان سان مير خان لغاري جي ڳوٺ جا ڪجھہ استاد ملڻ چاهين ٿا. انهن سان هيٺ اچي مليس. انهن پنهنجو تعارف ڪرائي مون کان پڇيو تہ توهان ڪٿي ملندا؟ اسين توهان سان گڏجي سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي ڀلي خاطر ڪم ڪرڻ چاهيون ٿا. مون چيومان تہ منهنجو في الحال ڪوبہ ٺڪاڻو ڪونهي. رضاڪارانہ جيڪي ڪجھہ ڪري سگهو ٿا وڃي ڪريو. بيا سڀ دوست واپس ٿي ويا ۽ باقي آئون ۽ سعيد آباد جا ڪارڪن پٽ شاھہ تي رهياسين، سامان ڪٺڻ ۽ ڊيڪوريشن جو حساب ڪتاب ڏيڻ ۽ ٽرڪ ڪرايي تي ڪري صبح جو سامان پهچايوسين.

صبح جو ٿوري دير چانھہ پيئڻ لاءِ هوٽل تي آياسين، ڪجھہ اتي مقامي دڪاندار هوٽلن ۽ مٺائي وارن سان ملي انهن جا تاثرات ٻڌڻ چاهيم، دڪاندار ڏاڍا خوش نظر آيا. هڪڙي دڪاندار ٻڌايو تہ چاچا سائين جيترو اسان پٽ شاھہ ميلي ۾ ٽن راتين ۾ ڪمائيندا آهيون، اوترو اسان هڪ رات ۾ ڪمايو آهي. ٻي دڪاندار کان پڇيم راتوڪي جلسي ۾ آيل ڪارڪنن کان شڪايت تہ ناهي. چيائين تہ چاچا جيئي سنڌ جو پهريون جلسو ٿيو آهي جنهن ۾ جيترو بہ جنهن گراهڪ کان گهريو اٿئون اوترو مليو آهي. اسٽيج ڪولرائي اهو سامان مهراڻ يونيورسٽي وارن جو هو جيڪو ٽرڪ ۾ کڻي انهن کي اتي پهچائي خير سان واندو ٿي شڪر ڪيم.

# اوڻيهہ مئي ۽ ناري تحريڪ

ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ ڊاڪٽر قاضي همايون جي گرفتاري کي سال ٿي
چڪو هو ناري تحريڪ اعلان ڪيو تہ اسان 19 مئي تي "ڪارو ڏينهن" يوم
عذاب طور ڪري ملهائيندا سين. زبردست تياري ڪئي ويئي. حڪومت
ناڪام بنائڻ جي ڪوشش ڪئي. حيدرآباد شهر ۾ ٻاهرين داخلا کي
روڪيو ويو. عورتن جون بسون پرجي اچڻ لڳيون. ٽنڊومحمدخان ۽ ماتلي
بدين وارين بسن کي فتح چوڪ وٽ روڪيو ويو. گلاب لغاري شيخ پرڪيو
۽ بخشو لغاري مان اچڻ وارن کي لين چينل کان اڳتي وڌڻ کان روڪيو ويو.
ميرپورخاص ۽ ٽنڊوالهيار کان ايندڙن کي ريلوي ڦاٽڪ تي روڪيو ويو. هالا
سعيدآباد کان ايندڙ عورتن کي ڪاري موري کان واپس ڪيو ويو. نوابشاهہ
کان ڊاڪٽر ڪرم رستماني ۽ ادي مارئي وارن جي اڳواڻي ۾ بس اچي رهي
هئي تہ انهن کي بہ روڪيو ويو تہ انهن مزاحمت ڪئي. ڳالهہ منهن ماري کان
وڌي هاٿا پائي تائين پهچي ويئي. پوليس ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ فائرنگ شروع
ڪري ڏني تہ معاملو وڌيڪ تيش ۾ اچي ويو. پوليس سڌي فائرنگ ڪندي
هڪ فرسٽ ايئر جي شاگرد ڊاڪٽر نجم عباسي جي ڀاٽيجي فهيم عباسي
کي ماري وڌو ۽ ڪيترائي زخمي ٿي پيا. پوليس بس تحويل ۾ وٺي ڇڏي.
واقعي واري جاءِ کان بہ ڪلوميٽر جي مفاصلي تي راهب خان چانگ نالي
ڳوٺ جي ماڻهن کي خبر پئي. اهي ان وقت ئي متاثرين جي مدد لاءِ پهچي
ويا. زخمين کي ۽ ٻين کي وٺي وڃي ملم پٽي ۽ ماني پاڻي جو بندوبست
ڪيائون. ان وقت قائم مقام صدر ڊاڪٽر دودو مهيري هو. ياد رهي تہ 1991ع
۾ موبائيل فون جي سهولت نہ هئي. تنهن ليٽر ذريعي فيصلو موڪليو تہ
چاچا هاڻ گهٽو ڪجهہ ٿي چڪو آهي. حيدر چوڪ تي بجري ۽ ريتي پٿر
وغيره لاهي ڪاردار تارون هٽي چوڪ کي بند ڪري ڇڏيو اٿن. توهان

ڪنهن چوڪ تي جنرل باڊي ڪري معاملي جي پڇاڻي ڪري ڇڏيو. پرچي مون کي اچي ملي ته گلناز پڇيو ته چاچا ڇا آهي؟ مون پرچي پڙهي ادي گلناز جي حوالي ڪئي. ادي گلناز پرچي پڙهي ناراض ٿيندي چيو ته چاچا توهان هلي ڊاڪٽر دودي سان گڏ ويهو يا ڪٿي وڃي آرامي ٿيو. اسان ناري تحريڪ جون عورتون پاڻ پنهنجي اعلان جو پرم رکنديونسين. ادي گلناز کي مون چار سوزوڪيون ڪن ڪرائي تي ڪري ڏنيون. پٺائي ننگر ڪنيار پاڙو هير آباد ۽ ٽنڊو ولي محمد ۽ ڪاهي روڊ ۽ ٽيون نمبر تلاءَ جي عورتن کي مارئي ٽائون ۾ گڏ ڪري پوءِ اتان کان شروعات ڪئي وئي. سئو ڪن ڪارڪن ڪجهه اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا ۽ ڪجهه پارٽي جا ميمبر ۽ ڪجهه شهري شروعات وقت ته ٻه ٽي سئو هئاسين پر جنهن وقت پٺائي ٽائون ميمڻ پاڙو اختر ڪاٽيج، چانڊيا ڳوٺ هيپي هومز کان ٿيندا مصطفيٰ ٽائون ۽ نسيم ننگر پهتاسين ته انگ هڪ هزار يا ٻارنهن سئو جي لڳ ڀڳ پهچي چڪو هو ۽ اهو انگ وحدت ڪالوني پهچندي ٻه ٽي هزار تائين پهچي ويو. غلام محمد چَندا جي نگراني ۾ سائيڪل موٽرن تي پنجاهه ڪن جي لڳ ڀڳ سيڪيورٽي ڪندڙ نوجوان اچي پهتا. وحدت ڪالوني جي دنگ تي حسين آباد کان اينڊڙ روڊ تي پوليس جي وڏي نفري ايس پي صاحب جي اڳواڻي ۾ بيٺل هئي. مون کي ايس پي صاحب پاڻ گهرائي چيو ته چاچا سائين هاڻ گهڻو ٿي چڪو آهي. اِتان کان اڳتي توهان کي اسين نٿا ڇڏي سگهون. مون چيومانس ته صاحب توهان پنهنجو ڪم ڪريو اسان پنهنجو ڪم ٿا ڪريون. صاحب کي مٺيان لڳي ويئي، اجان اسان انڊس هوٽل وٽ نه پهتا هونداسين. ته ايس پي صاحب آنسو گيس جا شيل ۽ ان کانپوءِ گولي هلائڻ جو آرڊر ڏيئي ڇڏيو. ٻه ٽي ڪي شيل اڇلي گولي هلائڻ شروع ڪري ڏنائون. اسان کي ناري تحريڪ جي آدين، ادي پرهه سنڌي ۽ ادي گلناز چيو ته توهان مرڪزي اڳواڻ گرفتار ٿيڻ کان بچي نڪري وڃو. اسين پاڻ ٿيون سرڪاري ڪامورن سان مهاڏو اٽڪايون. انڊس هوٽل جي سامهون ايس آر ٽي سي واري طرف ٽپيدارن جو ڪاليج آهي. انهن مڙسي ڪري ڪاليج سڄو عورتن جي حوالي ڪري وڌو انهن کي پاڻي ۽ پسيل ڪپڙا مهيا ڪيا. هڪ پيرو وري ان ڏينهن پاڇائي ميرزادي خوب مقابلو ڪيو. انهن جا

موڪليل ۽ اچلايل شيل ڳوڻ جو ٽڪرو ڪو هٿ اچي ويو هوس. ان سان پڪڙي پوليس ڏانهن واپس پئي اچلايائين ۽ آخر ۾ هٿ بہ سڙي پيو هوس ۽ دونهي ۽ مقابلي جي ڪري تپيدارن جي ڪاليج ۾ پهچڻ ڪانپوءِ بيهوش ٿي ويئي هئي ۽ ان ڏينهن واري افراتفري ۾ خاڪي جويو جو هڪ پٽ سرمد گم ٿي ويو هو ۽ جن کي هٿ آيو هو اهي ان ٻار کي گهر ڇڏي ويا هئا. ٻي ڏينهن تي آئون ۽ ڊاڪٽر دودو چاچي فاطمه ۽ ادي گلناز فهيم عباسي جي تڏي تي خانواهڻ پهتاسين. ٽيجهي تائين اتي رهي پياسين. موڪلائڻ مهل فاطمه ۽ ادي گلناز ڊاڪٽر دودي ۽ مون کان منظوري وٺي اعلان ڪيو تہ ادا ننڍڙي فهيم جو چاليهو ناري تحريڪ ڪندي ائين چاليهي تي فهيم جي قبر تي پهتاسين قبر تي گلن جي چادر ادي گلناز ۽ چاچي فاطمه جي نالي مشهور فاطمہ چاڙهي ۽ چاليهي جو خرچ پارٽي طرفان ناري تحريڪ ادا ڪيو. چاليهي جو خاص مهمان ڊاڪٽر نجم عباسي هو ۽ ان جو لکيل ۽ پڙهيل مقالو زندگي تائين ياد رهندو.

# انور جي شادي

هڪ ڏينهن غلام فاطمه مون کي چيو ته آئون ڊاڪٽر قادرمگسي سان ملاقات ڪرڻ تي چاهيان. منهنجو جيل تي پهچائڻ جو بندوبست ڪر. مون چيو ته ڊاڪٽر جا گهر وارا ملاقات تي ويندا آهن، انهن سان گڏجي وڃ. هڪڙي ملاقات تي نبيلا شاهه ويندي آهي ۽ هڪ تي وري ياچائي شميم ويندي آهي. انهن سان گڏجي وڃ. هن ياچائي شميم کي چوائي موڪليو ته جڏهن تون ملاقات تي وڃين ته مون کي به پاڻ سان وٺي هلجان ۽ ملاقات کان هڪ ڏينهن پهرين ٻڌائجان. ملاقات تي ويئي ۽ هو ڊاڪٽر سان ملاقات ڪري موٽي آئي. ڊاڪٽر جو لکيل خط کڻي آئي هئي. خط کولي پڙهيم ته خط ۾ ڊاڪٽر قادر مگسي لکيو ته چاچا اسان جو ٻاهر اچڻ في الحال نه پيو لڳي. انڪري ٻاهر اچڻ ۾ ڪافي ڏينهن لڳي ويندا. اڪيلي ڪريم جو فيصلو ڪونه ٿيندو. سڀني جو گڏيل فيصلو ٿيندو. توهان انور جي شادي جي تاريخ مقرر ڪري شادي جي تياري ڪي لڳي وڃو. شادي کي ٿورو وڏيڪ چڪي وڃجو جيئن سياسي جلسو محسوس ٿيڻ لڳي. شادي جي تاريخ 30 ڊسمبر مقرر ڪئي سين. دعوت ناما ورهاياسين. سياسي دوستن کي به دعوتون ڏنيون سين. اوڙي پاڙي جي زميندارن وڏيرن کي به دعوتون ڏنيون سين. گهرو حوالي سان فاطمه دعوتون ڏنيون، خوشي نه هوندي به خوشي ڪئيسين. شيدڻين کي به فاطمه گهرايو. 3 نمبر تلاءَ جون شيدڻيون ياچائي ميرزادي جون واقف هيون. اهي به اچي نڪتيون. منهنجي ڪوشش هئي ۽ غلام فاطمه کي به سمجهايم ته ياچائي ميرزادي کي ڪريم جي ڪمي محسوس ٿيڻ نه ڏجئين. شادي عباس يائي پارڪ ۾ ڪئي سين. ان ٽائيم ۾ عباس يائي پارڪ خوبصورت هوندو هو. دعوت ۾ ٽنڊومحمدخان جا مير صاحب به سڀ جا سڀ آيا هئا. حيدرآباد واري مير علي احمد خان جو پٽ

مير نبي بخش ۽ مير رسول بخش جو پٽ مير رفيق جن آيا هئا. مير مراد علي خان ۽ مير راجا ۽ ٽيہا پرڳڙي برادري جا دوست پڻ شريڪ ٿيا. حاضري وڏي هئي ۽ ماني بہ بورچين سٺي ٺاهي هئي. شادي ڪري گهر آياسين. گهوٽ ڪنوار بہ گهر پهتا. شادي ڏينهن جو هئي. گهر پهچڻ ڪانپوءِ پرسات بہ ٺڪاءَ اچي ڪيو. گهر پهچي ڪيمرا تي گروپ فوٽو پنهنجي فيملي سان گڏ ڪڍراياسين. ڪريم تہ جيل ۾ هو پر منور بہ ٻاهر هوندي شادي ۾ شريڪ ٿي نہ سگهيو هو. شادي جو ڪم لاهي واندا ٿي ٿان ۽ برتن صاف ڪري اُن ڪانپوءِ ٻاچائي ميرزادي ڪريم کي ياد ڪري ڏاڙون هڻي اوڇنگارون ڏيئي رڙيون ڪري روئڻ لڳي. غلام فاطمه منور کي ياد ڪري اها ڏار روئڻ لڳي. ٻنهي جي هڪ ئي تڪليف هئي، الائجي تہ پٽن کي ڏسي مرنديونسين يا ائين ئي مري ويندديونسين پر لڳي تہ ڪونہ ٿو تہ هو ڪو اولاد ڏسنديونسين.

# ٽنڊو بهاول وارو سانحو

سال 1992ع ۾ نواز شريف جي جيئن ئي حڪومت آئي ته هن اچڻ سان جنرل آپريشن جو اعلان ڪيو. ان اعلان جو فائدو ڪڻندي ٽنڊي بهاول حيدرآباد کان 8 ڪلوميٽرن جي ڏکڻ اوڀر ۾ هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي. ان ۾ رهندڙ پرڳڙي ذات جا ماڻهو تمام شاهوڪار هئا. پئسو سون زمين نه صرف ٽنڊو بهاول ۾ پر ٻين تعلقن ضلعن ۾ ڪافي زمين هئي. حيدرآباد جي پسگردائي ۾ سرن جي ڀٽن جو ڪم هلندو آهي جيڪو ڪم اڪثر ڪري پٺاڻ ڪندا آهن. پٺاڻن جيڪڏهن سڀ جا سڀ نه تڏهن به اڪثر ڪري ائين ڪندا آهن ته ڪنهن شاهوڪار ۽ پئسي واري کي پنهنجي پيڻ يا ڌيءَ جو سنگ ڏيئي سچي گهر جي ملڪيت جا مالڪ بنجي ويهندا آهن. ٽنڊو بهاول ۾ شروعات ان قسم جي هئي. ڳوٺ جو رئيس حاجي مدد علي خان پرڳڙي تمام شاهوڪار ۽ وڏو نالو هو. هن کي چون ٿا ته پاڻ کي اولاد ڪونه هو ۽ ساڳي جڳهه تي عياش ۽ حسن پرست هو. سو غلام محي الدين نالي پٺاڻ کان سندس پيڻ جو سڱ وٺي شادي ڪيائين ۽ ان مان به اولاد نه ڪونه ٿيس پر محي الدين پٺاڻ هن جي ملڪيت حيدرآباد ۾ اسٽيشن تي وڏو بنگلو هو ان کي گهر بنائي ويجي ويٺو. روڪڙ ۽ بئنڪ بيلنس سڀ جو سڀ محي الدين جي حوالي ٿي چڪو هو. ڪافي زمين پنهنجي نالي ڪري چڪو هو پر پوءِ به ملڪيت گهٽي هئي، مدد علي جو پائيٽو رئيس بجر خان پرڳڙي اهو به بي اولادي هو پر اهو به وفات ڪري چڪو هو. هي غلام محي الدين، غلام نبي پٺاڻ ۽ ٻيا سڀ جا سڀ ڪنهن موقعي جي تاڙ ۾ هئا ته ڪو موقعو ملي ته دير نه ڪريون. انهن ميجر ارشد کي سچي قصي کان واقف ڪري معلومات ڏيئي چڙي هئي. ميجر ارشد کي پارٽ جو اسلحو هٿ لڳي ويو هو ۽ جيئن ئي نواز شريف جي حڪومت جنرل آپريشن جو اعلان ڪيو

ان ڏينهن سڀ تياريون مڪمل ڪري رات جو 9 وڳي گاڏيون کڻي جيڪي
بہ ملڪيت حاصل ڪرڻ ۾ رڪاوٽ بڻيل هٽ هئا, انهن کي گرفتار ڪري
هٽ ۽ ٻانهون ٻڌي ڊاٽسن ۾ ويهاري ٽنڊي ڀهاول مان گرفتار ڪري کڻي
نڪتا. اڳيان هڪ موڙ آهي, ان موڙ ۾ جيئن اسپيڊ ۾ ڊاٽسن ٽن ڪيو تہ هڪ
ڇٽو جيڪو بلڪل ئي پويان ويٺو هو ان کڻي پنهنجو پاڻ ڊاٽسن مان ڦٽو
ڪيو باقي 9 ڄڻن کي ڄامشورو پل پار ڪري پل کان اتر طرف سنڌو جي
ڪپ کان ٿورو پري لاهي ٻيهاري نون ڄڻن کي شوٽ ڪري لاشن جي فلم
ٺهرائي ويئي. ٻئي ڏينهن تي سڄو ڏينهن خبر هلائي ويئي ۽ نائين لڳي واري
قومي خبرنامي ۾ فلم هلائي, پارٽ جي حوالي سان خبر هلائي, نواز شريف
پاڻ خبر پيش ڪئي ۽ پارٽ جو اسلحو پيش ڪيو ۽ ڏيڪاريو ويو. ٻي ڏينهن
تي غلام فاطمه اسٽينڊ ورتو ۽ پارٽي وارن کي چيو تہ اهي پارٽي ايجنٽ نہ پر
ڳوٺاڻا هئا ۽ پارٽي وارن دوستن وچي لاش وصول ڪيا. ڪوٽڙي مان لاش
کڻائي حيدرآباد پريس ڪلب تي پريس ڪانفرنس ڪرائي ويئي ان کانپوءِ
لاش ٽنڊوبهاول کڻائي دفن ڪرايا ويا. غلام فاطمه ۽ ڀاڄائي ميرزادي ڳوٺ
بخشو لغاري جون ٻيون عورتون ساڻ ڪري ٽنڊو ڀهاول آيا. پارٽي وارن
چاليهي تائين انهن کي کاڌ خوراڪ پهچائي. ان وچ ۾ بڪرا عيد آئي, ان
عيد جو انتظام بہ ترقي پسند پارٽي ڪيو. غلام فاطمه هر ٻي ڏينهن انهن
عورتن کي ساڻ ڪري مظاهرا ڪرائيندي هئي. ان سموري حقيقت جو
گواهہ ۽ تصديق ڪندڙ شاهد. ان وقت جو هيرالڊ رسالو آهي جيڪو اڄ بہ
اسان وٽ موجود آهي, جنهن ۾ اڄ بہ ٻين عورتن سان گڏ غلام فاطمه ۽
ڀاڄائي ميرزادي جون تصويرون موجود آهن. ان کانپوءِ اسيمبلي ۾ حزب
اختلاف جي ان وقت جي ليڊر بينظير صاحبہ ان مسئلي کي اسيمبلي ۾
وڏيڪ تيز ڪيو ۽ جنهن جي آڌار تي ڪيس وڏيڪ طاقت ورتي ۽ ميجر
ارشد گرفتار ٿيو ۽ آرمي وارن هن تي ڪيس هلايو ۽ وچ ۾ وري موقعي
پرست ۽ بہ نمبري قسم جا ماڻهو گهڙي آيا هئا پر ان وچ ۾ ميجر ارشد کي
موت جي سزا ملي چڪي هئي پر ان تي عمل ڪرڻ کي روڪيو پي ويو پر
مائي جندو جي ٻن نياڻين تمام وڏو قدم کڻي پاڻ کي باهہ ڏيئي ميجر ارشد

ڪي ڦاسي تي لٽڪايو نہ تہ اڄ ڏينهن تائين ڪنهن بہ سنڌي ماڻهوءَ جي قتل ۾ ڪنهن فوجي کي سزا نہ آئي آهي سو بہ ميجر ۽ سو بہ 33 سالہ ميجر ارشد.

نہ سورهيہ بادشاهہ جي ڪيس ۾ ڪو جنرل ڦاسي چڙهيو نہ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي ڪيس ۾ ڪنهن کي ڦاسي آئي پر ٽنڊي بهاول جي نياڻين ڀاڻ کي باهہ ڏيئي ساڙي بہ ميجر ارشد کان نَوَن سنڌي ماڻهن جي پلانڊ ۽ قتل ۾ ڦاسي تي لٽڪائي ڏيکاريو.

# پاڇائي ميرزادي

سال1950ع ۾ پاڇائي هڪ غريب گهر ۾ پيدا ٿي. پاڇائي جو پيءُ مرحوم ڏٽي بخش ۽ اسان جي ڳوٺ جي رئيس حاجي چام خان جي سس ۽ئي پاڻ ۾ پيڻ پائر هئا پر ڏٽي بخش هڪ مشهور موالي ۽ خوش مزاج ماڻهو هوندو هو. ڏٽي بخش جي شادي تعلقي شهدادپور ضلع سانگهڙ جي ڳوٺ باگوواڻي ۾ ٿي هئي. پنهنجي گهر واري ۽ ساهريجن جي ڪري هن جي رهائش گهڻو ڪري باگوودواڻي ۾ هوندي هئي، سندس گهر گهاٽ بہ اتي ئي هو. اولاد ۾ ٽي نياڻيون ۽ هڪ پٽ هئس. پنهنجي ٽنهي نياڻين ۽ هڪ پٽ انهن سمورن جون شاديون بخشو لغاري ۾ ٽيل آهن، رهن بہ اتي ئي ٿا. ميرزادي سمورن ڀينرن ۾ پاڻ کان ننڍي هئي ۽ موالي ڏٽي بخش جي اولاد ۾ سمورن کان باهمت هئي، جڏهن پاڻ حسين بخش سان شادي ڪري گهر آئي هئي تہ هڪ هفتي اندر ئي هن پاڻ ميجرايو هو ۽ مون کي اهڙي پاڇائي ملڻ تي خوشي ٿي هئي ۽ اسان کي اهڙي عورت جي ضرورت بہ هئي، جيئن ڪا سڃاڻ ۽ تجربو رکندڙ عورت هوندي آهي. ائين پاڇائي ميرزادي هئي. عورت ۾ ڪجهہ جبلتون پيدائشي طور تي هونديون آهن. مثال طور تي هڪ تہ عورت پنهنجي ذات ۾ شڪي مزاج هوندي آهي، ٻي ڀرمتڙي هوندي آهي، ٽي ڪنهن جي ٻهڪائڻ تي لڳي پوندي آهي. ڪَنَ جي ڪچي هوندي آهي، جيڪي ڪجهہ ڪير چوندو ائس تہ ان کي صحيح سمجهي وٺندي آهي. سڀ کان وڏيڪ عورت جي مجبوري هن جو پنهنجو اولاد هوندو آهي. اولاد کي ڪير بہ گهر ۾ جائز نموني جي جهٽڪ ڏيندو آهي تہ هڪدم جذباتي ٿي ويندي آهي. عورتون گهر ۾ وڏيڪ تعداد ۾ هونديون آهن تہ ڪم ڪار تان بہ ريس ۽ بحث ٿيندو آهي. پر پاڇائي ميرزادي ۾ انهن جبلتن مان هڪ بہ نہ

هئي، سَسَ ۽ ننهن جو شروع ڪان وٺي تڪرار ڪڏهن ختم ٿيوئي نہ آهي پر پاڇائي انهن ڳالهين ۽ انهن سوچن کان بلڪل متاثر نہ هئي.

پاڇائي ميرزادي ۾ قوت برداشت گهٽي هئي هو هر وقت تيار رهندي هئي، رات هجي يا ڏينهن هجي، گرمي هجي يا سردي، گهر جو ڪم هجي يا ٻاهر جو هجي يا زمين جو هجي. پاڻ کان وڏي جو هجي يا پاڻ جيڏي جو هجي يا پاڻ کان ننڍي جو هجي. هزار دفعا اٿاريوس هزار دفعا ويهاريوس. اڄان اچي ويهي وري ڪو ڪم جو چئوس تہ قطعي انڪار تہ ڇا، منهن ۾ گهنج بہ نہ هوندو هو. گهري ننڊ مان اٿاريون، اٿين نہ پڇندي تہ ڇا آهي؟ پلي مهمان منهنجو هجي ۽ منهنجي گهر واري ويٺي هجي ۽ آئون پنهنجي گهر واريءَ کي ڪم ڪار چوڻ جي بجاءِ جيڪڏهن چوان پاڇائي اٿي هيئن ڪر تہ کلندي مرڪندي وڃيو اهو ڪم ڪري پر ڪڏهن بہ اظهار تہ ڇڏيو پر رَوَين ۾ بہ محسوس ڪرڻ نہ ڏي. منهنجن ننڍن ٻن پٽن جي رشتي ۾ تہ پاڇائي هوندي هئي، پر عزت احترام ۽ پيار خلوص ۾ جهڙي انهن جي سڳي پيڻ. جيڪڏهن ايمانداري سان ڏسجي تہ محنت ۽ همت جهڙي عمل جي ڪري عورت نہ پر مرد لڳندي هئي. اسان جي هن سڄي خوشحالي ۽ ڪاميابي ۾ پاڇائي جو هڪجهڙو هٿ آهي، برابر جو حصو آهي، ڇو تہ اسان بنيادي طور تي هاري ۽ فارمر آهيون ۽ زراعت ۾ وڌ کان وڌ عورت جي ضرورت هوندي آهي ڇو تہ فيملي ليبر کان سواءِ زمين جو ڪم نہ هلي سگهندو آهي. پاڇائي 1968ع ۾ شادي ڪري اسان جي گهر آئي هئي ۽ ٻن ننڍن پٽن جون شاديون 1980ع ۾ ٿيون هونديون ٻارنهن سال ڏينهن رات پاڇائي مرد بنجي ساٿ ڏنو. ننڍا پٽ تہ صبح سويل ڪم تي هليا ويندا هئا ۽ پاڇائي گهر جو ڪم ڪار لاهي صفائي ڪري ماني ٺاهي کير ولوڙي ڏڌ لسي پاڇي ڏيئر مانين جا. چونٽري لسي جي ۽ پاڇي وغيره ڏهن ٻارنهن ماڻهن جي ماني ۽ بابا ۽ پاڇائي گڏجي کڻندا هئا. پوءِ زمين تي پهچي جڏهن پٽ ڏسن ها تہ بابا وارا اچن پيا. تہ ننڍو پاءُ ڊوڙي اچي پاڇائي کان ماني وٺي ۽ پاڇائي ميرزادي وري ڪم سان لڳي وڃي ۽ زمين جي ڪم جي موسم نہ هجي تہ واپس گهر موٽي اچي. هڪ پا بہ سال الڳ وڃي ويٺا هئا. ان ۾ بہ پاڇائي ميرزادي جو هڪ پئسي جو بہ قصور نہ هو پر سندس ماءُ ۽ سندس

پيڻ جي ذهنن جو گند هو ۽ ان معاملي تي بہ ڪڏهن اُن ڳالهہ جو ذڪر نڪري پوندو هو تہ شرمساري محسوس ڪندي هئي.

پٽن ۽ ٻارن جي معاملي تي ڪڏهن بہ محسوس نہ ڪرايائين، تہ ڪو توهان پنهنجي پٽن جي پيٽ ۾ منهنجن ٻارن کي گهٽ ڀانيو ٿا. يا ماٽيجي ماءُ وارو سلوڪ ڪريو ٿا. انسان آهي ڪڏهن ڪڏهن اهڙي غلطي غلام فاطمہ ڪان ٿي سگهي ٿي يا ڪري بہ ويهندي هجي يا وري انسان آهي فطرت آهي ڪڏهن نہ ڪڏهن جذباتي ٿي چئي وجهي يا سوچي وجهي تہ هڪڙي امان اَبي جا آهن ۽ اسين زال مڙس ڪنهن ڳالهہ جو حساب ڪونہ ڪريون ڪونہ پڇون پر اسان جي اولاد سان نوڪرن وارو رويو آهي. قطعي نہ اهڙي ڪڏهن بہ غلطي نہ ٿي وري جڏهن حيدرآباد اچي وينئي تہ ڇا لکان جنهن جو جيترو پورهيو هجي، ان جو اوترو قبول تہ ڪجي. جائز احترام هرهڪ جو حق آهي. ڀاڄائي جا ٻار جيڪي منهنجي ڀاءُ جو اولاد هو مون کي تہ منهنجو پنهنجو اولاد محسوس ٿيندو آهي باقي عورتن ۽ مائرن ۾ ڪو فرق ٿيندو هجي تہ الله ٿو ڄاڻي پر منهنجي ڀاءُ امير ڪريم جي پيءُ بہ ڪڏهن اهڙو موقعو نہ ڏنو ۽ ٻار بہ ٻارڻ کي اڄ تائين هڪڙي ماءُ پيءُجا سڳا ڀائر محسوس ڪن ٿا. ائين جيئن هي وڏو ڀاءُ آهي ۽ آئون هن کان ننڍو آهيان.

باقي منهنجي سدائين هي سوچ رهي آهي ۽ مون ڪڏهن بہ پنهنجن ڀائرن کان پنهنجي ماءُ پيءُ کان پنهنجن پٽن ۽ ڀائيٽن کان ڪجهہ نہ لڪايو. معاشي حالت جهڙي بہ هوندي آهي، اها سامهون رکندو آهيان. مون کي اڄ بہ احساس آهي تہ منهنجو ڀاءُ ۽ منهنجي ڀاڄائي کي ڪريم جي گرفتار ٿي وڃڻ ڪانپوءِ تڪليف پهتي پر پوءِ بہ ڪوشش ڪرڻ جي باوجود بہ انهن کي رليف نہ ڏيئي سگهيس. مون کي احساس آهي تہ ڀاڄائي ميرزادي پنهنجي پٽ ڪريم کي ملڻ ۽ ڏسڻ لاءِ ويندي هئي تہ ان جي لاءِ ڪجهہ وٺي ۽ ڪٿي وڃي نہ سگهندي هئي. آئون اڄ بہ هن معاملي تي جڏهن سوچيندو آهيان تہ ٻارڻ کي ڪنهڙي ۾ محسوس ڪندو آهيان پر ڪري بہ ڪجهہ نہ سگهندو آهيان، ڇو تہ ڏاڏي ۽ ڏاڏي جا اُهي بہ اهڙا ئي پوتا هئا جهڙا انور ۽ منور اسان جي جيڪا بہ آمدني هئي ان تي سمورن ٻارن جو هڪ جيترو حق هوندو هو

پر مصيبتون اتفاق سان اهڙيون اچي ويون جن جو مقابلو ڪرڻ منهنجي وس ۾ نہ هو. انصاف هيئن ٿو چوي تہ:

پاڇائي ميرزادي محنت بہ اسان کان گهٽي ڪندي هئي ۽ عذاب بہ سڄي گهر ۾ پاڇائي ميرزادي ٿي پوڳيا ۽ ان ڪانپوءِ ٻي نمبر تي منهنجي پاءُ حسين بخش. الله سائين بهشت نصيب ڪندن.

پاڇائي ميرزادي جيستائين ٽيهين سيپٽمبر جا قيدي هٿ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ هوندا هئا تہ روزانو جيل تي ملاقات لاءِ ويجي ها تہ ڪريم پٽ لاءِ خالي هٿين نہ ويجي پر ٻين جو سامان ڏيڻ لاءِ خبر ناهي تہ ڪيترو ڪٺي ويجي ۽ ٻين جا ڪپڙا ڌوئڻ لاءِ ملن تہ بہ اهي ڌوئي ۽ انهن جي ماني ڪٺي ها ۽ واپسي ۾ انهن قيدين جا ميرا ڪپڙا ۽ خالي ٿانءَ ڪٺي واپس انهن جي فليٽن ۽ گهرن ۾ پهچائي. اهو سلسلو هلندو رهيو ۽ ڪافي وقت کان بيمار رهڻ لڳي تہ بہ پنهنجي پٽ ۽ انهن پيارن جي ڊيوٽي ڏيندي رهي. ڊيوٽي ڏيندي هڪ ڏينهن ٿانءَ عبدالله ميمڻ جي فليٽ تي ڏيئي، جيئن ئي واپس آئي تہ دماغ کي چڪر آيس. چاڙهين تي ڪري پيئي. ڪٺي اسپتال وياسين. پاڻ ڪوما ۾ هلي ويئي ۽ هوش ڪونہ آيس. 27 نومبر بروز جمع 1992ع ڏينهن بہ وڃي روح پرواز ڪري ويس. انا لله وانا اليہ الراجعون. شاباس هجيس، هن جي زندگي سڦلي ٿي. ميرزادي جو ڪردار قومي هيرو طور هميشہ ياد رکيو ويندو.

# امان پوڙهي

امان پوڙهي متعلق مٿي لکي آيو آهيان تہ ويچاري اڪيلي، نہ ڏٺي نہ سائين. غربت جي لڪير ڪان هيٺ واري زندگي گذارڻ ۾ وري اهڙي گهر ۾ پرڻجي آئي اتي هڪ تہ غربت ۾ بيو تي پائرن پاڻ ۾ عورت هڪ بہ نہ. پاڻ ئي هئي جيڪا گهر ۾ پرڻجي آئي. اگهي ٿئي بيمار ٿئي پر گهر جي پاتين جي پاڻ کي ئي ڪرڻي اٿس. گهر وارا مرد مزدوري تي هليا ويندا هئا. هي پاڻ اڪيلي در ۾ اڪيون وجهيو ويٺي هوندي هئي. جڏهن گهر پاتي گهر اچن تيستائين اڪيلي ويٺي هوندي هئي. امان ٻڌائيندي هئي تہ ابا اسان جي زماني ۾ اٽو اسين پاڻ پيهنديون هيون سين. ڪنڊ ۾ ڪپڙو راشن تي ملندو هو. غريبت هوندي هئي. ٽوپو ٽڙو هٿ سان ڪندي هئس. نَوَن ٻارن کي جنم ڏنم. سيني ٻارن کي گهر ۾ اڪيلي سر جنم ڏنم. ڪڏهن ڪا پاڙي جي مائي دائي طور مدد ڪندي هئي تہ واهہ نہ تہ بس. لاٻارو ۾ ڦٽيون پاڻ چونڊو ڪنديٰ هيس. بيو مائٽن ۾ نسل درنسل دم جي بيماري پئي اچي. ان ۾ وڪوڙجي ويس. ڪڏهن گهٽ ڪڏهن وڌ ويچاري نہ ڪنهن جي پنجن ۾ نہ ستن ۾، نہ ڪنهن جي اڳيان نہ پويون نہ ڪنهن جي گلا نہ ساراهہ. گاڏو ڏڪي اتي پهتاسين، پوءِ الله سائين نهريون ڏنيون جيڪي سڀ چٽي دار هيون. عزت ڪنديون هيون گهر ۾ چڙهئي ڪٽ تي ماني ملي ٿي باقي هاڻ بيماري آهي. اُها الله سائين لاهيندو. ابا منهنجي چوڻ تي تو پاءُ کي بس وٺي ڏني. منهنجي ڪري وڏو نقصان پيو. امان ويچاري ڪنهن وقت کان بيمار رهي ٿي، شرافت جو پيڪر آهي، دعا جو در آهي. بابا ويچارو بہ پنهنجو وارو وڃائي ويو. آئون اڄ ڏينهن تائين فيصلو نہ ڪري سگهيو آهيان ۽ نہ ڪري سگهندس. امان ۾ بابا جو آئون پاڻ کي ڏوهاري ٿو سمجهان تہ مون کي جيڪو وقت پنهنجي ماءُ کي ڏيڻ کپي ها اوترو نہ ڏيئي سگهيس. پنهنجي

ڪوڙي انا ۽ ساراهه جي لالچ ۾ پنهنجي اندر جي وڏائي ۽ سياسي ساک جي بچائڻ جي لاچار ۾ ۽ ماڻهن جون مصنوعي خوشامدن ساراهن ۾ پنهنجو وقت ضايع ڪيم. اڄ ان وڃايل وقت تي پشيمان آهيان. آخري وقت تي به امان مون کي چوي پئي ته ابا آئون وڃڻ واري آهيان. تون مون کي دوا جا پئسا پيو ڏين. مون کي نه دوا گهرجي نه پئسا گهرجن. مون کان تون نه وڃ. آئون امان کي چوان پيو ته امان توکي ڪڏهن بيماري جو اٽيڪ ٿيندو آهي. گهڙي کن آهي ٺيڪ ٿي ويندين. امان منهنجو وقت ڏنل آهي. مون کي خوش ٿي موڪل ڏي. هن مون کي چيو ابا تنهنجي مرضي. امان آئون شرمسار آهيان. مون کي معاف ڪجانءِ امان مون تنهنجي پيٽ ۾ نڪُن جو قدر ڪيو. مون امان سمجهڻ ۾ قدر نه ڪيو. امان مون کي معاف ڪجان. آئون بي وڙو نڪتس. آئون ماءُ کي اهڙي حالت ۾ ڇڏي، ڏنل پروگرام تي پهتس ته اطلاع آيو ته تنهنجي ماءُ جو انتقال ٿي ويو آهي.

انا لله وانا اليه الراجعون.

# صالح جوڻيجو

صالح جوڻيجو سانگهڙ شگرملز ۾ ڪم ڪندو هو. خبر ناهي تہ ڇا تان ناراض ٿي مل وارن جواب ڏنس. ڪورٽ ۾ ڪيس هلندڙ هو. منور زين شاهہ کي چئي جج کان انصاف پلئہ ڏياريو. هرج خرچ پاڪستان جا رائج السڪا ڏيڍ لک رپيہ صالح کي مليا ۽ وري ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ ابرار قاضي جو ڀاءُ امتياز قاضي خبر ناهي ڪمشنر هو يا ٻي ڪنهن اعليٰ عهدي تي هو. ان وري هڪ دفعو صالح کي گرفتار ڪرائي، ڊگهڙي، جهڏو، مٺي، اسلام ڪوٽ، ڏيپلو، ننگرپارڪر تائين مختلف وقتن تي مختلف ٿاڻن تي موڪليندو آيو. هڪ ڏينهن محمد صالح جي گهر واري امان بختاور ۽ سندس امڙ ٻئي گڏجي غلام فاطمہ وٽ نسيم اپارٽمينٽ واري فليٽ تي آيون. گهڙي ڪن ويهي چپائون تہ حال احوال ڪنداسين. غلام فاطمہ پڇيو تہ امڙ ڳالهہ ڪريو؟ ٻڌايئون تہ محمد صالح کي ڇهہ مهينا ٿي ويا آهن ستون مهينو هلي پيو. خبر نہ آهي تہ ڪٿي آهي. پارٽي وارن کان پڇي پڇي بيٺا آهيون، ٻڌائين ٿا تہ ڪو چوي ٿو تہ ڊگهڙي ٿاڻي تي آهي ڪو چوي ٿو تہ مٺي آهي. ڪو چوي ٿو تہ ڪٿي آهي؟ ڪو چوي ٿو تہ ڪٿي آهي. سنبري ارادو ڪري نڪتا آهيون تہ ڳولي ڏسون تہ ڪٿي آهي ڀلا ڇڏائي نہ وٺي اچونس تہ بہ ڏسي تہ اچونس تہ ڪٿي آهي. ڪهڙي ٿاڻي تي آهي؟ ڪهڙو ڪيس آهيس. غلام فاطمہ چيو تہ آئون هڪ ڳوٺاڻي اڻ پڙهيل. اڻ ڄاڻ موڳي. ڪٿي جي بہ سونهي نہ آهيان. پر آئون توهان کي اڪيلو نہ ڇڏينديس. جتي چوندئو اتي هلنديس. آئون گهر آيس تہ غلام فاطمہ مون سان سمورو احوال ڪيو. چيومانس تہ قصو ڏکيو آهي. تون اڳي ئي اڌ ماٺهو ۽ اڻ وقف، پر وڃو

ٽا تہ ڪجهہ پئسا وڏيڪ ڪٽي وڃ، ۽ اهي سنڀالي قابو ڪري ڪٽجان. ڪٽي ڪيرائي وڌئي يا ڪو بسن ۾ ڪڍي ويئي تہ ڏاڍي پريشاني ٿيندئي.

غلام فاطمه ۽ محمد صالح جي آڪهہ سنبري جڙي نڪري رڪشا ۾ ويٺا ۽ مٺي واري بس اسٽاپ تي وڃي لٿا. اتان سڌو مٺي ٽاٽي تي پهتا. اتان ڏس ملين تہ سلام ڪوٽ. اتان ڏس ملين تہ ڏيپلو اتان ڏس ملين تہ ننگر پارڪر. رات پئجي چُڪي هئي. ننگر پارڪر پهچڻ انهن جي وس جي ڳالهہ نہ هئي. انهن کي سواري ملي ويئي. هي وري واپس مٺي موٽي آيا. مٺي اچي لٿا تہ رات جا ٻارنهن ساڍا ٻارنهن ٿيڻ لڳا. مٺي جي ماڻهن کان پڇيائون نندلال جي گهر ڪٿان وڃون؟ اتي جي ڪنهن شهري انهن کي چيو تہ امڙ نندلال مٺي ۾ الائجي ڪيترا آهن. پوءِ نيٺ هڪڙي کي غلام فاطمه ٻڌايو تہ ڊاڪٽر قادر مگسي سان گڏجي سياست ڪندو آهي، ڪامريڊ آهي. پوءِ هڪڙو ڪو رحمدل ماڻهو هو ڪين وٺي نند لال جي گهر ڇڏي آيو. ان مهل رات جو هڪ ٿي ويو هو. گهر وارا ستا پيا هئا. چاچي پنهنجو تعارف ڪرايو انهن کي گهر وٺي ويا. هو گهڙي کن ليٽي پيا. غلام فاطمه گهر وارن کي چيو ابا اسين صبح جو پهرئين گاڏي ۾ حيدرآباد ويندا سين. انهن چيو تہ امان پهريون ڪوسٽر چار وڳي ويندو آهي. چيائين اسان انهيءَ ۾ هليا ويندا سين. توهان کي خبر ناهي تڪليف ايندي هجي تہ پوءِ صبح جو ويندا سين جي تڪليف نہ سمجهو تہ اسان کي ڪوسٽر ۾ ويهاري اچجو. اسين هليا ويندا سين. انهن صبح جو ڪوسٽر ۾ ويهاريو ۽ هو حيدرآباد پهچي ويا. مون بختاور ۽ ان جي امان کي ترسائي وڌو. تڪل هيون. ٻئي ڏينهن پنهنجي گهر ڏانهن روانيون ٿي ويون. غلام فاطمہ تہ ايترو ڪجهہ ڪيو پر جڏهن فاطمہ بيمار ٿي ۽ گذاري ويئي. محمد صالح جا گهر وارا تہ نہ آيا پر محمد صالح پاڻ بہ لڙي بہ وڪون پري بہ قل پڙهڻ بہ نہ آيو الله ڪري شل هو خوش هجي جو وڙ جڙي جن کان سو وڙ سي ئي ڪن.

ڊاڪٽر حميد ميمڻ ۽ انور ڪلاس فيلو بہ آهن ۽ انور جي گهر واري جا رشتيدار بہ آهن. انور ۽ ڊاڪٽر حميد ميمڻ سٺا دوست بہ آهن. آخري فائنل ڊيئر تائين گڏ رهيا پنهجي گهر واري کي 30 سيپٽمبر سانحي کانپوءِ غلام فاطمه ۽ ڀاڄائي ميرزادي سان گڏ گهر واري کي ويهاري ائين چوندو ويو تہ

سهري جو گهر بہ اِهو اٿئي ۽ پيءُ جو گهر بہ اِهو اٿئي. مون کي گهڻا واقعا ٻڌايائين پر هڪ واقعو لکان ٿو. غلام فاطمہ حميد ميمڻ جي زال جي خواهش ۽ اصرار تي هن سان گڏجي ويئي ڪراچي سينٽرل جيل تي ملاقات لاءِ ملاقات ڪري ٻاهر نڪتا تہ ڇتي قسم جي برسات جي حملي ۾ اچي ويا. زوردار برسات، ڇيلهہ جيڏو پاڻي، هي ٻئي عورتون هڪ غلام فاطمہ ۽ بہ ٻيون آخر روڊ پلجي ويون. سواري ڪراچي جهڙي شهر ۾ پاڻي گهٽي هجڻ جي ڪري نپ ٿي ويئي پلجي ۽ ڏڪجي ڪنهن شريف انسان جي گهر وڃي نڪتيون. هنن گهر وارن انهن کي الڳ ڪمرو رهڻ لاءِ ڏنو. ڪپڙا بدلي ڪرڻ لاءِ پيا ڏنا ۽ انهن پسيل ڪپڙن کي سڪايو. رات جي ماني ۽ صبح جو ناشتو ڪرائي ٽيڪسي ۾ ڏينهن صبح جو ملي ويئي ۽ ٽيڪسي واري انهن کي حيدرآباد جي بس ۾ ويهاريو. اهڙي انداز جي زندگي هنن پنج سال گڏ گذاري پر جڏهن هنن جا گهر وارا آزاد ٿي پهتا تہ سڀ ڪجهہ وسري ويو. پنج سال زندگي جا سام طور رهندڙ نجمہ حميد غلام فاطمہ کي بيماري جي حالت ۾ تہ ڏسڻ نہ آئي پر مري وڃڻ کان پوءِ بہ قل پڙهڻ جي بہ تڪليف نہ ڪري سگهي.

اڄان پٽي جيئن، سڄڻ ساري نہ مئين،
وٺيون وهہ گاڏيون، ڇوري ڇو نہ پيئين،
لڳيئي ڪونہ هنئين ڪو ڳڻ ٻاروچل جو.

# چاچي غلام فاطمہ جو
# سياسي ڪارڪنن سان رَوَيو

غلام فاطمه جي ڪارڪنن سان رَوَيي جي ٿوري جهلڪ. هڪ ڳوٺاڻي، اڻ پڙهيل، جنهن جي ڪابہ سياسي موروثيت نہ هجي. ڪابہ اسٽيڊيءَ ڪوبہ مطالعو. ڪنهن بہ انقلابي اڳواڻ جي سوانح عمري پڙهيل نہ هجي. ڪهڙي ملڪ ڪيئن آزادي ورتي؟ ان سان ذري برابر بہ ڄاڻ نہ هجي. ڪنهن بہ تصوير لڳڻ يا خبر لڳڻ جي پرواهہ نہ هجي. ڪنهن بہ شهرت جي ضرورت نہ هجي هن ڪي هي ڄاڻ بہ نہ هجي تہ هن طريقہ ڪار جي رزلٽ ڇا آهي، پوئتو ڇا پوندو آئون ڪنهن جي خدمت پئي ڪريان. سياڻي ڇا ٽيٽو آهي؟ يا هي جيڪي آهن انهن جو تنهنجي گهر سان يا تنهنجن ٻارن سان يا تنهنجي مقصد سان يا تنهنجي پروگرام ۽ نظريي سان يا تنهنجي مستقبل سان يا تنهنجي ڌرتيءَ ۽ تنهنجي ٻوليءَ سان ڪهڙو تعلق. ڪهڙو واسطو ڪيتري سچائي آهي. هو تنهنجي لاءِ ڇا ٿو سوچي، يا تون هن لاءِ ڪهڙي راءِ قائم ڪئي آهي؟ انهن سمورن وڙن ۽ نتيجن کان بالاتر ٿي سوچيندي هئي ۽ پنهنجي ذاتي زندگي کي وڏيڪ خدمتن سان هم ڪنار ڪندي هئي. غلام فاطمہ لاءِ بس هڪ ئي پيمانو هوندو هو تہ سنڌي ٻار آهي ۽ ڪنهن غريب ماءُ جو پٽ آهي، الائي ڪهڙن حالن ۾ آهي؟ هن جي ٿوري بہ خدمت ماءُ بنجي ڪيم تہ ڪهڙو فرق پوندو؟ ڪجهہ ليڊر گهٽو ڪري پچاڙي وارن ڏينهن ۾ يا شروع کان وٽي ڪين ياد رهندا هئا يا وٽس پيرو ڪندا هئا. غلام فاطمه 1972ع کان 2008ع تائين 36 سال زندگي جا قومي تحريڪ ۾ قومي ڪارڪنن کي ڏنا. هڪ ڏينهن صبح جي مهل هئي. فقير دين محمد، عاشق سولنگي، صالح جوڻيجو نند لال مالهي آئون اسين سڀ گهر وينا هئاسين.

ڪو اخبار پيو پڙهي، ڪو ڪجهہ لکي رهيو هو ڪي بہ پاڻ ۾ ڪنهن اشو تي بحث ڪري رهيا هئا. غلام فاطمہ ناشتو تيار ڪري رهي هئي. ناشتو تيار ڪري لڳائڻ يا ڪٿي ڏيڻ لاءِ اٿي تہ دماغ کي چڪر اچي ويس ۽ ڪري پيئي ۽ مٿو وڃي سئي گيس واري چلهي تي لڳس. بي هوش ٿي ويئي. اسان سڀ اٿياسين، پر اسان مان سڀ کان پهرين فقير دين محمد ڪنڀار اٿي گيس اٿاري پاڻي جا ڇنڊا هڻي هوش ۾ آندو ۽ ڪارڪنن چيس تہ امان توهان ڇڏيو ناشتي کي. پر هن چيو نہ ابا آئون ٻيا بيضا يڪدم ٺاهي ٿي وٺان. اڻين اوهان چاچي کان بنا ناشتي جي ڪيئن ويندا. وري ٻيو ناشتو تيار ڪري اسان کي ڪارائي ڪمن سان روانو ڪيائين.

انهي چاچيءَ جو گهر يا چاچي جي رهائش جتي بہ ٿي آهي تہ اها رهائش مرڪزي هائوس جي لاءِ متبادل رهي آهي. نسيم اپارٽمينٽ فليٽ نمبر 50 ۾ رهندا هئاسين. جيڪو ٻن ڪمرن تي مشتمل هڪڙو فليٽ آهي. هڪ ڏينهن ڊاڪٽر قادر ڪانسواءِ باقي سڄي سينٽرل ڪميٽي گهر ۾ موجود هئي. اڪيلي چاچي گهر ۾ هئي پر جنهن کي چانهہ جي ضرورت هئي اهي چانهہ پي رهيا هئا. جنهن کي ماني جي ضرورت هئي تہ اهي ماني کائي رهيا هئا. ڪو اخبار پڙهي رهيو هو. ڪو ڪجهہ لکي رهيو هو. اسان اڻين ئي رليڪس ٿيا ويٺا هئاسين. گهر جو ٻاهريون دروازو بہ کليل هو. محبوب ابڙو خبر ناهي ڪهڙي ڏوهہ يا ڪهڙي ڪيس ۾ پوليس کي گهربل هو. سو ايس ايڇ او حامد ٿهيم ۽ ٻيو تہ الائجي ڪير هو سڌا اندر هليا آيا. محبوب کي چيائون تہ اٿي هل ۽ محبوب بہ اٿي هنن سان گڏجي هليو ويو. پوليس جي وڃڻ کانپوءِ سياسي دوست سڀ هليا ويا. اسين گهر وارا گهر ۾ موجود هئاسين. اڌ ڪلاڪ کانپوءِ پوليس جو اٿالو وري مٿي چڙهي آيو ۽ هڪ سپاهي کي اسان جي دراوزي تي ويهاري ويا ۽ غلام فاطمہ جي پاڻتي کي جيڪو سترهن، ارڙهن سالن جو هو ان کي ساڻ وٺي ويا. غلام فاطمه مزاحمت ڪئي. چيائين چور آهيون، ڌاڙيل آهيون جوا پٽي ڪيئون يا ساقي خانو آهي، تون بہ ڪنهن سنڌي ماءُ جو پٽ آهين. مان تنهنجي ماءُ جيڏي آهيان، بيگناهہ منهنجي ٻچي کي وٺي ٿو وڃين. سنڌي ڪاموري کي هن جو طعنو ڏنو تہ پوليس آفيسر غصي ۾ اچي ويچاري کي نيلهو ڏنو تہ ويچاري وڃي

ديوار (پٽ) سان لڳي. پاڻ بيهوش ٿي ويئي. ايتري ۾ صحافي ۽ ڪئميرا مين به اچي پهتا. اهي غلام فاطمه جي تصوير ڪڍي ۽ اسان کان روئداد پڇي واپس ٿيا. ٻئي ڏينهن جو اخبار ڪاوش ۾ اچي ويو پوليس رسول بخش کي ڇڏڻ لاءِ تيار نه هجي. ويچاري کي 15 ڏينهن لاڪ اپ ۾ رکي پوءِ آزاد ڪيائون.

سال 1998ع جي ايڪيهه مارچ کان ترقي پسند پارٽي جي قيادت سکر کان ڪراچي گورنر هائوس تائين لانگ مارچ جو اعلان ڪري تياري ڪرڻ شروع ڪئي. آخرڪار اهي ڏينهن به اچي ويا. سکر ۾ گهڻتا گهر وٽ يوم مادر وطن ملهائي ۽ لانگ مارچ جي شروعات ڪئي ويئي. پهرين منزل تي ئي مکيه قيادت ڪارڪنن مان هٿ ڪڍي ڪن سببن جي ڪري گم ٿي ويئي. ڪارڪنن لاءِ حڪم هو ته لانگ مارچ ختم ڪري 26 مارچ تي ڦيٿا روڪ هڙتال جو سڏ ڏين ۽ هڙتال جي تياري ڪري، هڙتال کي هر حال ۾ ڪامياب ڪيو وڃي. ڪارڪنن گڏجي پاڻ ۾ ويهي صلاح ڪئي ته اسين ڦيٿا روڪ هڙتال چو ڪريون ۽ لانگ مارچ ختم چو ڪريون. ڪارڪنن ڊاڪٽر دودي کي چيو ته توهان اسان جي اڳواڻي ڪر اسان تنهنجي اڳواڻي ۾ پنڌ ڪريون ٿا ۽ هڪ وک به جيڪڏهن توکي اڪيلو ڇڏي وڃون ته پوءِ اسين تنهنجا ۽ هن سنڌي قوم جا ڏوهاري هونداسين. ڊاڪٽر دودو انڪار تي! ها ئي نه ڪري! ڊاڪٽر دودو چوي، سدائين قرباني جو ٻڪرو ڊاڪٽر دودو؟ آخر گهڻي بحث کان پوءِ ڊاڪٽر دودو راضي ٿيو ۽ اسان پنڌ هلڻ شروع ڪيو. موري پهتاسين. مرڪزي اڳواڻن لڪ چوري ۾ پاڻ کي ظاهر ڪيو ۽ لانگ مارچ جاري رکڻ واري فيصلي جي ظاهري طور ساراهه ڪئي. سڪرنڊ صابو راهو پهتاسين. اتي ويچارن صفا غريب ڪارڪنن غلام عباس بنگلاڻي ۽ قمر ٻرڙي وارن سڄي لانگ مارچ جي قافلي کي رات جي ماني کارائي ۽ رهائش جو بندوبست ڪيو. ان ڏينهن تي صابو راهو کان نڪري سعيدآباد. هالا ڏانهن هلڻ لڳاسين ته خبر پئي ته نوابشاهه کان سڪرنڊ بس هلندي آهي. ان ۾ رڳو سنڌي ماڻهو سفر ڪندا آهن، ان ۾ بم ڦاٽو آهي. ڇهه ست سنڌي ماڻهو مري ويا آهن. مٿان ٻئي ڏينهن تي عيد هئي. هڪ ته عيد تي سنڌي ماڻهن کي لاش مليا. انهن غريبن جي عيد ڪهڙي ٿي هوندي ۽ وري بم ڌماڪي جي جاچ ۾ پوليس انهن ڇوڪرن کي گرفتار

ڪيو جن چوڪرن لانگ مارچ جي ڪارڪن کي رات ترسائي انهن جي خدمت ڪئي هئي. سڪرنڊ واقعيٰ تي ۽ سنڌي ماڻهن جي مرڻ تي، غلام عباس بنگلاڻي کي ۽ قمر ٻرڙي کي گرفتار ڪرڻ تي، غلام فاطمه کي بيحد صدمو پهتو. جنهن جو مون کي لانگ مارچ ۾ اچي ملاقات ڪندڙ دوستن ٻڌايو هو.

پروگرام موجب ٻڪرا عيد ۽ قرباني ڀٽ شاهه تي ڪرڻي هئي. اهو عيد جو ڏينهن موڪل ۽ ساهي جو هوندو. ضابطن ۾ اهو به طئي ٿيل هو ته لاڳيتو هلڻ وارا ڪارڪن پنهنجا نالا لکرائين گهٽ ۾ گهٽ 10 ڪارڪن روزانه لاڳيتو هلن. پر لاڳيتو هلڻ وارا صرف ست ڪارڪن هئاسين. ۽ هي به طئي ٿيو هو ته لاڳيتو هلڻ وارن سان انهن جا گهر وارا عيد ملڻ لاءِ ڀٽ شاهه ضرور پهچن. پر سواءِ فاطمه جي جيڪا نه رڳو پاڻ آئي پر پنهنجون ڀائيٽيون نياڻيون وٺي سڄي وين ڀري ۽ پنجويهن ٽيهن ماڻهن لاءِ ماني ٺهرائي کڻي آئي ۽ عيد وارو سڄو ڏينهن ڀٽ شاهه تي موجود رهي. سموري سفر ڪندڙن سان ويهي ڳالهيون ڪندي رهي ۽ غلام عباس وارن جي آزادي ۽ سڪرنڊ سانحي ۾ مري ويلن سنڌي ماڻهن سان تعزيت ڪرڻ لاءِ زور ڀريندي رهي. آخر شام جو موڪلائي حيدرآباد ۾ پهچڻ ۽ انهن جي آجيان، قافلي جو استقبال، حيدرچوڪ تي ماڻهن جو ميڙ، ان لاءِ پوري تياري ڪيائين ۽ لاتعداد عورتن کي شموليت ڪرايائين. ان ڏينهن پهريون دفعو ڊاڪٽر قادر فيصلو ڪري چاچا محمد علي جي تقرير جي بجاءِ غلام فاطمه کان تقرير ڪرائي. ان ڏينهن ڊاڪٽر دودو جي تقرير جا آريسر لاءِ چيل لفظ اڃ به ڪنن ۾ گونجن ٿا. بهرحال غلام فاطمه وري ڪراچي گورنر هائوس پهچڻ تي ٻهراڙي جي عورتن جي شرڪت کي لازمي ۽ ڀرپور بنائڻ لاءِ ڪوششون ورتيون. عورتن جي ڍهن بسن جي قافلي سان ڪراچي آخري ڏينهن تي پهتي. لانگ مارچ جي پڄاڻي ڪانپوءِ ٻئي پوڙهي پوڙهو گهر آياسين. مون کي ته اپريل جي گرمين ساڙي ڇڏيو هو ۽ فاطمه به بيمار ٿي پئي هئي. اهو بيماري وارو سلسلو ويو تيز ٿيندو. ڪڏهن گهٽ ڪڏهن وڌ. اسان ٻئي ڀٽ کان الڳ رهندا هئاسين. منور ته 1988ع کان اسان کان پري رهڻ لڳو هو پر

انور کان 1992ع ۾ الڳ رهائش اختيار ڪري اچي قاسم آباد نسيم نگر اپارٽمينٽ B-50 ۾ رهڻ لڳاسين.

انور کي ان ڪري ڇڏي آياسين تہ اسان ٻئي چاچي چاچو جتي رهون پيا اتي قومي ڪارڪن، سياسي ورڪرن جو اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. اسان سمجهي ورتو هو تہ اسان جو انور سان گڏ رهڻ، انور لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندو. تنهن ڪري ڌار رهڻ لڳاسين.

هڪ پيري جي ڳالهہ آهي تہ يومِ مادر وطن تي جيڪب آباد وارا سڄي ڪُوچ عورتن جي پري آيا، جنهن ۾ پنج ست مرد نوجوان هئا، باقي ٻيون سڀ اديون هيون ۽ اُها محنت ادي جميلہ سومرو، ادي روبينہ ڪلوڙ ۽ ادا انتظار جي پيرڻ جي محنتن جو ثمر هو. پهرين پنهنجي چاچي وٽ فليٽ تي آيا. اتي اديون فريش ٿي پوءِ جلسي گاهہ ۾ پهتيون ۽ سامان بہ ڪجهہ گهر رکي ويون. ان جسلي ۾ پارٽي وارن ماني ڪارائڻ جو انتظام ڪيو هو. غلام فاطمہ بہ ماني ڪارائڻ وارن ورڪرن سان گڏ سروس ڪري رهي هئي. چار وڳي جلسو ختم ٿيو جنهن ڪانپوءِ گاڏي تي ويهي نسيم اپارٽمينٽ سامان کڻڻ آيا ۽ پوءِ واپس وڃن پيا تہ جنهن جڳهہ تي هن وقت وي آءِ پي فليٽ ٺهيل آهن. تن ڏينهن ۾ اهو خالي ميدان پيل هو. ڊرائيور سوچيو تہ جيستائين سامان کڻي فليٽ تان لهن تيستائين آئون گاڏي گهمائي بيهاريان تہ جيئن ئي گاڏي اسٽارٽ ڪري گاڏي گهمايائين .تہ گاڏي ان ڏبڻ ۽ ڪلر ۾ ويهي ويئي. ڊرائيور ان ميدان کي سمجهي نہ سگهيو. گاڏي جي نڪرڻ جي ڪابہ اميد نہ هجي.هاڻ هڪ چاچي بہ ڪمرا ۽ سٺ ستر اديون. ليڊر جلسو ڪري وڃي سمهي رهيا، ڪو انهن سان ملڻ لاءِ تيار نہ هجي. ڏينهن بہ جمعي جو هجي، ڪا شئي نہ ملي هڪ چاچو ۽ هڪ چاچي. ضرورت جو ڪجهہ سامان گهر ۾ پيل هو باقي ضرورت جون شيون مون وٺي پي پهچايون پر ان معاملي ۾ جيڪب آباد وارا پاڻ وڏي دل وارا آهن. پناڻن جا ٽريڪٽر وغيره گهرائي آياسين، اهي بہ گاڏي نہ ڪڍي سگهيا. جيڪب آباد وارن رابطو ڪري انهيءَ ڪوچ واري ڪمپني کان گهر ڪٽي تہ ٻي گاڏي موڪليو تہ ٻار ٻچار وٺي واپس ٿين تہ انهن جواب ۾ چيو تہ گاڏيون سڀ لائين تي آهن. بيئل هڪ بہ ناهي. نيٺ هالا ناڪي تان ڪماٽي وارا وٺي آيس، جن وٽ وڏا جيڪ ۽ وڏا

تختتا هئا. سچو ڏينهن فجر جو چار وڳي کان وٺي ايندڙ رات يارهين وڳي تائين تڪليفون ڪري ويچارين نياڻين کي سوزوڪين ۾ ويهاري ٽرين ذريعي واپس ڪيو ويو. وڃڻ مهل چاچا ۽ چاچي کان موڪلائيندا ويا. چوندا ويا تہ اسان جي ڪري توهان کي ڪافي تڪليف آئي آهي. افسوس جو چاچي بيمار ٿي ۽ گذاري ويئي پر ڪنهن هڪ بہ جيڪب آباد مان ٽيلفون تي ٻہ لفظ بہ همدردي جا نہ چيا. شاھہ صاحب چيو آهي تہ:

جڏهن صرافن لڏيو، تہ چو نہ لڏئين سونَ،
قدر ڪندئي ڪونہ نيئي گڏيندي گڏون سين.

# سنڌ جي چاچيءَ جو بيمار رهڻ

سال ٻه هزار کان چاچي بيمار رهڻ لڳي. هڪ پٽ ڊاڪٽر آهي. هڪ پٽ انجنيئر آهي. هو جلاوطن آهي. اسان ڊاڪٽر پٽ کان ڊار ان ڪري رهون ٿا تہ جيئن هو پنهنجي زندگي سکي گذاري سگهي. اسان وٽ منهنجي ڀاءُ گهنور خان جو پٽ غلام رضا عرف گل رهندڙ آهي. اسان کي هن جي ضرورت آهي ۽ هن کي اسان جي ضرورت آهي. مون هن کي ننڍي هوندي کان نپايو آهي ۽ هن تي بابا سائين جو نالو آهي. آئون گل سان ڏاڍو پيار ڪندو آهيان. اسان هن کي تعليم ڏياريندا آهيون ۽ هو ان بدلي ۾ اسان جي صحت جو خيال رکندو آيو آهي. چاچي کي ڪجھ ٿيندو هو تہ ڊوڙي ويجي کو ڊاڪٽر وٽي ايندو هو تہ هو اسان جي طبيعت کي سمجهي چڪو آهي. ڇمار تہ ايڏي وڏي ڪانہ اٽس پر وقت کان پهرين سمجهدار بنجي چڪو آهي، جتي هن جي وس کان ڳالھ مٿي هوندي آهي تہ هو پنهنجن پائرن (سئوٽن) ڊاڪٽر انور يا امير ڪريم سان فون تي رابطو ڪري وٺندو آهي. گل جي وڏي ڀيڻ ادي نسرين اها منهنجي ڀاءُ جي ڌيءَ آهي. ميران اسڪول ۾ داخلا هئس. اها وري پنهنجي سئوٽ امير ڪريم وارن وٽ رهندي آهي، ان جو هڪڙو سبب هي بہ آهي تہ ان کي ڀاڄائي ميرزادي ننڍي هوندي کان نپايو هو جيئن تہ ڀاڄائي ميرزادي کي نياڻي جو اولاد ڪونہ هو امير ۽ ڪريم وارن کي ڀيڻ ڪانہ هئي ۽ ڀاڄائي ميرزاديءَ کي نياڻي جو اولاد ڪونہ هو ۽ امير ڪريم وارن کي ڀيڻ ڪانہ هئي ۽ ڀاڄائي ميرزادي جي انتقال کان پوءِ بہ نسرين اتي ئي رهندي هئي ڇو تہ امير جي گهر واري آدي نسرين ۽ گل جي رشتي ۾ سڳي خالہ (ماسي) ٿئي ٿي پر پوءِ نسرين کي بہ آئون پاڻ وٽ وٺي آيس تہ جيئن آئون پاڻ هن کي تعليم ڏياري سگهان. مون غلام فاطمه کي چيو تہ انهن پائرن جو بہ پنهنجي ٻارن جي تعليم ۾ وڏو هٿ

آهي ۽ پنهنجن ٻارن جي ڪري انهن چاچن به لوڙيو آهي. گرفتار ٿيا آهن، ٿاڻن تي پهتا آهن، جوتا کاڌا اٿن، گڏجي محنت مزدوري ڪئي اٿن. ننڍي ٻاءُ کي ته اولاد ڪونهي، پر انهن کي تعليم ڏياري پاڻ پنهنجو فرض ادا ڪريون.

هڪ ڏينهن گهر ويٺا هئاسين ته غلام فاطمه گل سان تڪليف جي شڪايت ڪئي. هن کي بلڊ پريشر گهٽ (سما) هئڻ جي شڪايت رهندي هئي. ڪجهه ٿيندو هو ته گل نمڪو يا لوڻ پاڻي ڏيندو هوس. پر ان ڏينهن صفا سيڙجي ڪاٺ وانگر ٿي ويئي. گل ڪريم ٻاءُ کي فون ڪري چاچي جي حالت ٻڌائي. هن مجيد کي موڪليو جيڪو (منهنجي گلاب لغاري واري پيڻ جو پٽ آهي) مجيد کي سمجهائي موڪليائين تون چاچي کي ڪلهي تي کڻي هيٺ لاهي گاڏي ۾ کڻي راجپوتانا پهچ، آئون هلي ڪمري جو بندوبست ٿو ڪريان. پنج هزار رپيا جمع ڪرايا ۽ ڪمرو هٿ ڪيائين ڊاڪٽرن چيڪ ڪيو. هفتو کن اسپتال ۾ رهياسين. آئون چاچي سان گڏ رهيس. صحيح ٿي ته واپس گهر آياسين.

مون کي به دم جي تڪليف ڏاڍو تنگ ڪندي هئي، پر پٺي هلياسين. ترقي پسند پارٽي وارن سال ڀر هزار ۾ منور جي ميمبرشپ ختم ڪئي. ڊاڪٽر دودي کي به پارٽيءَ مان ڪڍيو ويو مون ۽ فاطمه به پارٽي کي خداحافظ چيو زندگي جي سورنهن سالن جي ضايع ٿيڻ جو ڏاڍو صدمو پهتو. سنڌي ماڻهن سان سچو وقت دوکو ڪوڙ ۽ ٺڳي ڪئي سين. وري به پاڻ کي، تسلي ۽ آٿت ڏني سين ته ڪنهن جي ملڪيت تي ڪو قبضو ڪونه ڪيو اٿئون. ڪنهن کي به اڙي ڪونه چيو اٿئون، باقي غلط فيصلا آهن جن جي ڪري زندگي جو اڌ حصو ائين ئي ضايع ٿي ويو. الله سائين معافي ڏيندو. ٿوري ئي وقت اندر ڪجهه ٻيا دوست به ترقي پسند پارٽي کي ڇڏي آيا. ڊاڪٽر رحيم سولنگي کي مارائڻ ۽ مارڻ جي گندي ڪوشش ڪئي ويئي. سچي سنڌ اهڙي ڪُڌي عمل جي ڌبيل انداز ۾ ملامت ڪئي. الله سائين ويچاري جي ننڍن ٻچن جي صدقي ۾ زندگي بچائي. تڪليف ته ڪافي پهتس. ان ڪانپوءِ هڪ پيرو ڀيهر چئن دوستن تي مشتمل هڪ ننڍي سطح جو ايس اين سي سنڌ نيشنل ڪائونسل فورم جوڙيوسين، ظاهر ۾ ته چار ماڻهو هئاسين پر صاف سٿري عمل جي ڪري مدد ۾ سئا ماڻهو گڏ هئا. ڇهه

مارچ 2002ع تي پريس ڪانفرنس ڪري اعلان ڪيوسين ۽ هڪ هفتي جي ٽارگيٽ تي وڏن دشمن خلاف سڄي دنيا ۾ ملهايو ويندڙ سنڌ ڪائونسل به ان جي ملهائڻ لاءِ سيشن ڪورٽ کان پريس ڪلب تائين لانگ مارچ ڪري جنرل باڊي ڪئي. ان سنڌ نيشنل ڪائونسل جي ان ڀيرين پروگرام ۾ غلام فاطمه سئو جي لڳ ڀڳ عورتون شريڪ ڪيون. هر عالمي سطح تي ملهايو ويندڙ پروگرام سنڌ نيشنل ڪائونسل هتي سنڌ جي اندر سڻن دوستن جي ساٿ سان، جنهن ۾ ڊاڪٽر اشوٿاما، عبدالفتاح دائود پوٽو، مجيد سومرو اڪرم سومرو شوڪت بروهي، عبدالرحمان لغاري حيدرآباد جا، ۽ ڪراچي ۾ جاويد قاضي، باغ ڀڳهيو پير جلال ۽ ٻين ڪافي دوستن جي ساٿ سان حيدرآباد، ڪراچي، لاڙڪاڻي، ۽ ٽنڊو محمدخان جي اندر بهترين طريقي سان جدوجهد جا نوان لاڙا متعارف ڪرايا ويا. ان وقت جون اخبارون ۽ ويب سائيٽ اڄ به موجود آهن انهن هر پروگرامن ۾ عورتن جي شرڪت مثالي ۽ پرڪشش جهڙي هئي. سنڌ نيشنل ڪائونسل هر ٻاهران ايندڙ مهمان کي آنر ڏيئي عزت بخشي. انهن جون دعوتون ڪيون، تحفا پيش ڪيا. انهن کي ڀڏو ويو ۽ انهن کي ڀڏايو ويو ۽ مهمان به اچانڪ يا هڪ ٻه ڀيڻرون پر مسلسل ايندا رهيا ۽ سلسلو هلندو رهيو ۽ انهن جي موجودگي ۾ جيڪي به سنڌ نيشنل ڪائونسل پروگرام ڪرايا. انهن پروگرامن جي نه رڳو ٻاهران آيل مهمانن کي خوشي ٿيندي هئي پر هتي سنڌ جي ماڻهن جي هر شرڪت ڪندڙ کي به حيرت ٿيندي هئي ته ان سطح جا پروگرام به اسان جا سنڌي ماڻهو ڪرائي سگهن ٿا. هڪ ڀيري هڪ مهمان انگريز..... لانڊري آمريڪا مان آيو. ايجنسيون ٿرٿلي ۾ هجن. پروگرام ۾ مزو آيس. ان کان سواءِ سنڌ گهمڻ ۾ به مزو آيس. ڀٽ شاهه، سنڌ يونيورسٽي، موهن جو دڙو ڪينجهر وغيره گهماياسانس. ڊاڪٽر رحيم چيو ته آئون منور جو گهر ڏسندس. اسان هن جي ماني جو گهر ۾ انتظام ڪيو. لنچ گڏجي ڪئي سين. صدر ۾ اسان جي رهائش هئي. فليٽ کان ٻاهر روڊ تي هر ايجنسي بيٺل هئي. ٻاهر روڊ تي هر ايندڙ ويندڙ فڪرمند هو ته مٿي فليٽن ۾ آخر ڪهڙي بلا آهي! گهران واندا ٿي تحفا ۽ گفتون ڏيئي هن کي هوٽل تي وني آياسين. رات جو دير تائين سڀيئي دوست ويهي ڪچهري ڪري هن کي ڪمري ۾ ڇڏي اسان

پنهنجن گهرن ڏانهن وياسين. صبح جو حسب معمول ناشتي واري وقت تي آياسين. ڪامريڊ حسين بخش پهرين پهچي چڪو هو. آئون ۽ ڊاڪٽر رحيم گڏجي آياسين. اسان ڏسون ته مهمان اسان جو ٽڏي سڙڪ تي ڊوڙندو وتي. مون ڊاڪٽر رحيم کي چيو ته وٺي هلوس هوٽل تي چڙهي نه ڪنهن مسلمان جي ور. اسان لانڊري سان ملياسين. ڊاڪٽر رحيم چيو ته هلو هوٽل تي ناشتو ڪريو. ڊاڪٽر رحيم کي ٻڌائين ته سڄي رات مون کي ننڊ نه آئي آهي. اسان کي اچي ڊپ ٿيو ته رات ڪنهن ڊيڄاريو ته ڪونه اٿس. ڊاڪٽر رحيم پڇيس ڇو ڀلا؟ پاڻ ٻڌايائين ته منور جي ماءُ پٽ سان ملڻ ڪان پهرين مري ويندي، منور سان ملي ڪانه سگهندي. ڊاڪٽر رحيم چيس ته هنن ويچارن ٻه ٽي ڀيرا ڪوشش ڪئي آهي پر توهان هُن ويچاري کي ويزا نٿا ڏيو. پڇيائين ته آخري ڀيرو ڪڏهن ڪوشش ورتي؟ ڊاڪٽر رحيم چيس ته جون 2002ع ۾. چيائين ته هاڻ جڏهن ڪوشش ڪريو يا اپلاءِ ڪريو ته پهرين مون کي ٻڌائجو. ان ڪانپوءِ اسان ٻنهي چاچا چاچي جي صحت ڪرندي ويئي، سياست ڪرڻ جهڙا نه رهياسين. سياست کي خداحافظ چئي گهر ويهي رهياسين.

# امير، ڪريم ۽ رسول بخش جي پيءُ جي وفات

هڪ رات جنوري جي مهيني گهر ستا پيا هئاسين اوچتو گهنٽي وڳي دل ۾ چيم منهنجا مولا خير ڪجانءِ دروازو کوليم تہ ڏسان تہ ياءُ محمد جي گاڏي هلائيندڙ منهنجو ڏوهٽو ڪريم لغاري بيٺو آهي. چيائين تہ نانا حسين بخش کي تڪليف آهي پيٽ ۾ ڏاڍو سور اٿس. لهي هيٺ آيس. سول اسپتال آياسين ڪوبہ اهڙو ذميوار چاڳو ڊاڪٽر ڪونہ مليو ۽ داخل بہ نہ پيا ڪن. ڪجهہ دوائون وٺي سور جون تڪيون ڏيئي صبح جو اچڻ لاءِ چئي روانو ڪيائون. واپس موٽي صدر واري فليٽ تي آياسين. چاڙهيون ڏکيون هيون. ڪريم ڊرائيور کي چيم تہ نانا کي وٺي هل. ڪريم امير وارن وٽ هيٺ گرائونڊ تي گهر آهي. هي منهنجو آخري فلور چوٿين پنجين منزل تي آهي. هو قاسم آباد ويا ۽ آئون صبح جو سوير اٿي چانهہ پي تيار ٿي قاسم آباد گهر ياءُ وٽ پهتس. ياءُ ڏاڍو بهادر قسم جو هو پر محسوس ڪيم تہ ياءُ کي تڪليف ڏاڍي آهي. چوڪرن سڏايو تہ چاچا، ڊاڪٽر عزيز لغاري سان ڳالهايو اٿئون 11 وڳي آپريشن ڪندو. آپريشن جو ٻڌي اسي سيڪڙو ڇڱائي جي اميد لاهي ويٺس. آپريشن ٿي. اڌ ڪان گهٽا آنڊا ڪڍي وڍي ٻاهر ڦٽا ڪيائين. اهو مريض ڪيئن بچي. چوڪرن کي تہ پنهنجي پيءُ جو تمام گهڻو فڪر هو. پر اهي ڇا ٿي ڪري سگهيا. آئون بہ ياءُ وٽ هوندو هوس. صبح جو 9 وڳي کان رات جو يارهين وڳي واپس ايندو هوس. ڪپڙا، ويچاري جا جلدي خراب ٿي پيي ويا. اهي سوئيپر کي گهرائي وري بيا پارائيندو هومانس. هر ڇهن ڪلاڪن ۾ ائين پي ڪيم. گند ٿيل ڪپڙا ڪنهن ٿيلهي ۾ جمعدار کان وجهرائي لانڊري ۾ ڌوئڻ لاءِ ٿي ڏنم. چوٿين پنجين ڏينهن امير ڪريم جي مامي جي پٽ جي شادي هئي. مون انهن کي چيو تہ توهان پلي شادي تي وڃو ۽ اسپتال جي ۾ ٿي چار ڏينهن عيد جي موڪل

هئي. سو ڀاءُ جو خيال ڏنم تہ پاڻ گهر هلون، گهر هلون پر تنهنجي صدر واري فليٽ تي، اتي گل بہ هوندو. مون چيو تہ ڏاڪٽر ڏکي آهي. چيائين تہ تون ڪٽڪو نہ ڪر آئون ڀاڻهي چڙهي ويندس. مون امير ڪريم کي چيو تہ بابا جي مرضي آهي. سو اسان کي توهان گهر پهچايو پوءِ توهان ڀلي شادي ڪري موٽو تہ پوءِ اڇجو منهنجي پيڻ بہ ويچاري ڀاءُ جي ڪري حيدرآباد گهر پهچي ويئي هئي. ڇوڪري جي شادي ڪراچي ۾ هئي ۽ وليمون ڳوٺ بخشو لغاري ۾ هو. غلام فاطمه شادي تي ڪراچي تہ ويئي هئي پر جڏهن گهر صدر پهتي ۽ ڀاءُ جي تڪليف ڏٺائين تہ چيائين تہ وليمي تي ڪانہ ٿي وڃان. منهنجو ڀائرن جهڙو ڏير بيمار آهي. هن کي اهڙي حالت ۾ نٿي ڇڏي سگهان. مون سان هٿ ونڊاياائين. گندگي وارا ڪپڙا پاڻ ڌوئڻ لڳي. آئون زور ڏيڻ لڳانس. مون کي ڀاءُ چوي تہ منهنجو بابا آهين، تون مون کي زور نہ ڏي. ڇوڪرا شادي مان موٽيا وري والد صاحب کي اسپتال داخل ڪيائون. آخر موڪل ٿي. وري بہ مون وٽ صدر واري گهر آيو. پٽ چونس تہ پنهنجي گهر هلون تہ جواب ۾ چوندو هو تہ هي پرايو گهر آهي ڇا؟ وري گل کي چوندا هئا تہ گل کي انڪار نہ ڪندو هو. گل چوندو هوس تہ آئون توسان گڏجي قاسم آباد هلي ٿو رهان. ڪجهہ ٺيڪ ٿيو ڳوٺ هليو ويو. پنهنجي ٻني ٻاري تي ويو وري تڪليف ٿي پيس. مون کي منهنجي پٽ انور آپريشن وقت ئي ٻڌايو هو تہ آنڊا تمام گهٽا ڪيي ڇڏيا اٿن. ڇهن مهينن کان وڌيڪ چاچا زندهہ نٿو رهي سگهي. تڪليف ٿيڻ جي حالت ۾ ڇوڪرن وري بہ راجپوتانا ۾ داخل ڪيس. تڪليف وڌي ويئي. ڀاءُ مون کي چيو تہ ادا مون کان کي غلطيون ٿيون هجن تہ معاف ڪجان. ائين چئي اکيون پوري ڇڏيائين. نوَ جون بہ هزار چار تي رات جو 11 وڳي دم ڌڻي حوالي ڪيائين. انا لله وانا اليه الراجعون.

ڀاءُ سڀ ڀاءُ هوندا آهن، سڀ ڪنهن کي پنهنجا ڀاءُ وڻندا آهن. هر ڪو پنهنجن ڀائرن کي ساراهيندو آهي. پر اهڙا ڀاءُ تمام گهٽ هوندا آهن. وڏو خوشنصيب اهو هوندو جنهن جا اهڙا ڀائر هجن. بس ڇا ڪبو الله جي رضا قبول آهي ڪجهہ نٿو ڪري سگهجي.

# چاچي فاطمہ جو علاج لاءِ آمريڪا اُسهڻ

جنوري ۾ هزار اٺ ۾ منور مون کي فون ڪئي تہ تو وٽ اسلام آباد مان ٽپال ايندي، ايميگريشين جي حوالي سان ۽ هو جيڪا توکان گهر ڪن ان جو صحيح معنيٰ ۾ پورائو ڪري موڪلي ڏجان. ٽپال پهتي سڀ شيون مشڪل هجن. آئون ڪاغذن جي ڪوشش ۾ لڳي ويس. ۽ غلام فاطمہ جي صحت بہ روزانو جواب ڏيئي رهي هئي. مون کي غلام فاطمه چيو تہ خوامخواهہ پاڻ کي پريشان پيو ڪرين. پاڻ هاڻ آمريڪا جي بجاءِ مقام تي هلنداسين. اجايو پاڻ کي خفي ۾ وڌو اٿئي. مون آمريڪن ويزا وارن جي گهربل شين جو پورائو ڪري موڪليو تہ انهن مطمئن ٿي اسان کي 24 اپريل 2008ع تي صبح جو ستين وڳي انٽرويو جو ٽائيم ڏنو ۽ باقي شين کي پاڻ سان گڏ کڻي اچڻ جو شرط رکيو. جنهن ۾ هڪ شرط ميڊيڪل رپورٽ جيڪا صرف اچڻ کان هڪ هفتو اڳ جي هجي. هڪ پاسي آئون ڪاغذن جي پورائي جي ڪوششون پيو ڪريان تہ ٻئي پاسي چاچي غلام فاطمه صفا جواب ڏيندي وئي. نتيجي ۾ چاچي غلام فاطمه کي آغا خان اسپتال ڪراچي ۾ داخل ڪرايو ويو. انور پٽ جي حيثيت ۾ ماءُ سان گڏ رهيو. اسپتال جو ذڪر سجو ڊاڪٽر انور جي مضمون ۾ آيل آهي. وڌيڪ منهنجي طرفان لکڻ ڊبلنگ ۾ ورجاءُ ٿيندو.

بهرحال اسان هر هڪ شيءِ جو دوستن جي سهڪار سان پورائو ڪري اسلام آباد لاءِ نڪري پياسين. جهاز ۾ ويهڻ کانپوءِ مون غلام فاطمه کي چيو تہ الله سائين ايڏو وڏو آهي، جو تنهنجي کهڙي بہ حالت آهي ۽ جن ڪاغذن جي ٺهڻ جي اميد نہ هئي ڪانہ هئي اهي بہ ڊاڪٽر اسماعيل جي ساٿ سان ٺهي مليا. اسلام آباد ۾ زرداري غلام حيدر جي گهر رهياسين. انهن کي الله سائين ٻچن سان آباد ڪندو. پنهنجا حقيقي ماءُ پيءُ سمجهي خدمت ڪيائون

تفصيلي ذڪر انور سندس مضمون ۾ لکي ڇڏيو آهي. مون سندن ٿورا مڃڻ لاءِ هي بہ ٽي لائينون لکيون آهن. صبح جو آمريڪن ايمبيسي ۾ اسان کي مسز زرداري پهچايو. انور جي ڪوشش هئي تہ اندر توهان سان گڏجي هلان، پر هن کان اصلي شناختي ڪارڊ جي گهر ڪيائون. نہ هجڻ جي صورت ۾ هن کي اندر هلڻ جي اجازت نہ ملي. مون چيومانس تہ ڪا ڳالهہ ڪانهي. اسان اندر پهتاسين. ڪاغذن ۾ منهنجي تياري مڪمل هئي ۽ سوالن جوابن جي تياري بہ آئون چڱي ڪري ويو هوس ۽ اهو بہ طئي ڪيو هئم تہ جنهن شيءِ جي گهر ڪندا، اها پيش ڪندس. پنهنجي طرفان تڪڙ ڪري آفر نہ ڪبي. منور مون کي چيو تہ اٺ سئو ڊالر جو بندوبست ڪريو وڃجان، ٽي سگهي ٿو تہ في جي گهر ڪن. گهر انهن ڪونہ ڪئي ۽ ڏنا مون ڪونہ مختلف گيٽن تي مون کي سڏ ٿيو. جتي سڏ ڪن فاطمه واري ڪرسي سوڌو پهچي پي ويس. ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ اسان ٻنهي کان قسم ناما کڻائي پاسپورٽ وٺي رکي ڇڏيئون ۽ مبارڪباد ڏنائون. چيائون تہ پاسپورٽ توهان کي اتي حيدرآباد ۾ ملندو. آئون ٻاهر نڪتس. انور انتظار ۾ بيٺو هو. ٻڌايومانس تہ اسان ٻنهي کي ويزا ڏيئي ڇڏيائون. ايتري ۾ منور جي فون آئي. سچو قصو انور ٻڌايس. چيائين تہ بابا في ڏني ڪانهي هو خالي پاسپورٽ موڪلي ڇڏيندا. بابا ڪنجوسپائي ڪري في بچائي. ويزا وڃائي ڇڏي، چيومانس تہ ويزا مون سان گڏ حيدرآباد پهچندي. اسان ٽيڪسي ڪري زرداري صاحب جي گهر آياسين. اتي اسان منور جي دوست ڊي سي او راولپنڊي جمال مصطفيٰ سيد کي فون ڪري ٻڌايو جيڪو ڪلهہ کان وٺي فونون ڪري رهيو هو تہ مون وٽ اچي رهو. ان وقت وري چيائين تہ ڊرائيور کي موڪليان ٿو. ان سان گڏجي گهر اچو. ڊاڪٽر انور چيس تہ توهان مغرب نماز مهل ستين وڳي ڊرائيور کي موڪليو. ماني کائي واپس وري ڊاڪٽر زرداري جي گهر ايندا سين. سامان سڀ اتي پيو آهي پوءِ اتان صبح جو اسان جي فلائيٽ آهي. ائين اسان جمع جي شام حيدرآباد پهتاسين. ڇنڇر ڏينهن صبح جو مون وٽ فون آئي تہ سر توهان جا پاسپورٽ اچي چڪا آهن توهان کڻي سگهو ٿا. پاسپورٽ کڻي ويزا جي پڪ ڪري منور کي ٻڌايوسين. منور چيو تہ جلد کان جلد اچو امان جي طبيعت خوفزده ڪري وڌو آهي. منور ٻن

ٽن دوستن مان هر هڪ کي چيو ته امان بابا سان گڏجي اچو پر هر هڪ دوست چيو ته اسان وٽ ٽائيم نه آهي. ڪم ڪار آهن. مون منور کي چيو ته ڪنهن کي نه چئو اسان پهچي ويندا سين. ٽڪيٽ وٺي پڪ ڪري تياري ڪرڻ لڳاسين. غلام فاطمه کي ڏسان ته الاهي خطره به محسوس ٿين پر الله جي ذات ۾ اميد ڪري تياري ڪرڻ لڳس. گهر ۾ برادر وارن ۽ عزيزن ۽ گهر ڀاتين جي ڏاڍي رش لڳل هئي. چاچي بيمار به سخت هئي، پر هر هڪ جي سوچ هئي، ته چاچي يا ڀڳي يا ڀيڻ يا امان وڃي پئي پندرهين ويهن سالن کان پوءِ پٽ سان ملڻ. آخري رات جنهن رات ننڊرون ڪيا ان رات ته وڏي رش هئي. ڀهرين مئي صبح جو ڇهين وڳي اسان جي فلائيٽ هئي. دير ۾ دير اسان کي چار وڳي ايئرپورٽ اندر داخل ٿيڻو هو. اسين پهتاسين. ايئرپورٽ تي چيئر ورتي سين. چيئر واري کي ٻه سئو روپيه جي آفر ڪيم ته آساني سان وٺي اچي گيٽ نمبر تي ويهاريائين. هن چيو ته اجان ٽائيم آهي توهان هتي ويهو ٽائيم ٿيندو جهاز لڳندو ته آئون اچي ويندس. پريشان ٿيڻ جي ڪا به ضرورت ڪانهي. بهرحال ٽائيم تي اسان جهاز ۾ ويهي. دوها پهتاسين. اتي به مون چيئر واري کي چيو ته مون کي واشنگٽن وڃڻو آهي. انهن اتان به ويهاري ڇڏيو. واشنگٽن تي لهي اتي به چيئر جي گهر ڪيم. هڪ ڪارو وڏي ڄمار جو سنهڙي باڊي سان مليو. مون کي وٺي اچي اميگريشن وارن جي اڳيان ويهاريائين. انهن اسان جا ڪاغذ چيڪ ڪيا. اسلام آباد مان مليل ٽپال جي گهر ڪيائون. اها جمع ڪرايم. هٿن جا نشان ڀنهي کان ورتئون. آخرڪار اُتان خير خوبي سان نڪتاسين ته پوءِ سامان جون بيگون ڳوليونسين. سامان هٿ ڪري ٻاهر نڪري آياسين. منور وارا اتي بيٺل هئا پر اسان هڪ ٻئي کي نه ڏسي سگهياسين. ڪاري مون کان فون نمبر پڇيو. فون تي منور سان رابطو ڪيائين، ته منور ٻن منٽن ۾ پهچي ويو. ڪاري کي خرچي ڏيئي، ماءُ جي پيرن تي ڪري پيو. الاهي پيار ڪري پوءِ انجم کي چيائين ته توهان اتي ويهو ته آئون گاڏي ڪڍي اچان. گاڏي ۾ ويٺاسين ۽ پنهنجي گهر ڏانهن روانا ٿياسين. ڪلاڪ ڪن لڳي ويو گهر پهچڻ ۾. ماءُ کي خوش ڪرڻ ۽ ريجهائڻ لاءِ ڪئين ڳالهيون ٻڌائيندو هليو. پڇيائين ته ڇا کائيندين ته اها شيءِ وٺندا هلون. چاچي فاطمه منور کي چيو ته ڪجهه

ڪونہ ٿو ڪيپي. هل تہ گهر هلون. ائين پنهنجي گهر اچي پهتاسين. دوائون
اسان وٽ آغا خان واريون موجود هيون. آئس ڪريم کائي سمهي رهي. منور
ان مهل کان ئي ٽيليفون تي رابطو ڪري ٽائيم وٺڻ شروع ڪري ڏنا. صبح
ساڻ تيار ٿي چاچي کي گاڏي ۾ ويهاري پهريان هڪ 'ٽاسڪ' نالي اداري
جي دفتر پهتاسين. هي ادارو اهو ادارو آهي، جنهن جا ميمبر اُهي فرد آهن
جن تي رياستي جبر ٿيو آهي. انهن متاثر ماڻهن گڏجي اهو ادارو جوڙيو. منور
بہ ان جو فائونڊر ميمبر آهي. پنجن ماڻهن گڏجي، ان اداري جو بنياد رکيو هو.
هن وقت ان اداري ۾ پنج سئو ورڪر ڪم ڪن ٿا. ان اداري جا سرپرست
اعليٰ هڪ پيرسن عورت ۽ مرد آهن، جن تي ماضي ۾ بي انداز ٽارچر ٿي
چڪو هو انهن جڏهن منور جي ماءُ غلام فاطمه جي جسماني حالت ڏٺي تہ
پريشان ٿي ويا. تمام گهڻي حيرت ٿين. انهن جلدي جلدي ناشتي جو
بندوبست ڪيو پر منور انهن کي روڪيو. منع ڪئي تہ اسان ناشتو ڪري
آيا آهيون پر پوءِ بہ انهن چانهہ بسڪيٽ ڪانسواءِ ائين نہ ڇڏيو ۽ ماني گڏجي
کائڻ لاءِ بہ ضد ڪري رهيا هئا ۽ ٽائيم وٺي رهيا هئا. منور کين چيو تہ اڄان
امان بابا ڪالهہ آيا آهن. دعا ڪريو تہ امان جي طبيعت صحيح ٿئي اتي ئي
آهيون. ماني گڏجي کائي وٺنداسين.

ان اداري وارن ٽيليفون ڪري هيلٿ انشورنس جي دفتر رابطو ڪيو ۽
انهن کي سختي سان پابند ڪيائون تہ اسان جي فائونڊر ميمبر جي، ماءُ جي
حالت انتهائي ڳڻتي جوڳي آهي. توهان انشورنس ڪرڻ ۾ گهڻو وقت نہ
وٺندا، اسان انهن کان موڪلائي هيلٿ انشورنس جي دفتر آياسين، اتان
ڪلاڪ ڏيڍ ۾ واندا ٿي اُهي ڪاغذ کڻي سيڪيورٽي دفتر پهتاسين. هيلٿ
انشورنس ۾ جنهن ڊاڪٽرياڻي ڪم ڪيو پي ان غلام فاطمه جي ڪيس ۾
تمام گهڻي دلچسپي ورتي، انهيءَ سيڪيورٽي واري دفتر ۾ پاڻ ڊاڪٽرياڻي
ٽيليفون ڪري مريض جي جسماني سيريس ڪنڊيشن جو ذڪر ڪيو.
سيڪيورٽي دفتر مان واندا ٿي سڌا سيڪيورٽي اسپتال پهتاسين. تمام وڏي
اسپتال هئي. ان ۾ چاچي فاطمه کي منور ايڊمٽ (داخل) ڪرايو. اسپتال ۾
مريض وٽ رهڻ جي اجازت نہ هئي. پيٽ مان پاڻي ڪڍڻو هو ۽ چاچي کي
هيوي ٽيسٽن مان گذرڻو هو. منور کان پنهنجا فون نمبر ورتئون ۽ منور بہ انهن

ڪان خاص ۾ ارجنٽ ٽيليفون نمبر ورتا. اسان ٻاهر ويٽنگ روم ۾ ويٺاسين.
منور مون کي چيو هل ته توکي گهر ڇڏي اچان ۾ آئون وري اچي اسپتال جي
ويجهو ڪنهن دوست وٽ رهان. جيئن ضرورت جي وقت واري حالت ۾
تڪڙو پهچي سگهان. آئون ٻي ڏينهن به گهر هئس. منور ماءُ جي ارد گرد
ويجهو ڪٿي رهيل هو. فون جي ذريعي معلومات وٺي رهيو هو ۽ ماءُ سان
ڳالهه ٻولهه جو رابطو هئس. ٻي رات جو 11 وڳي هو ماءُ کي وٺي گهر پهتو. پڇڻ
تي ٻڌايائين ته پيٽ مان پاڻي ڪڍيو اٿن. ٽيسٽون ڪيون اٿن. رپورٽ گهر
پهچندي. رپورٽ آئي. مايوس ڪندڙ رپورٽ هئي. آئون انگريزي نه پڙهي
ڄاڻان ۽ نه وري مون کي ميڊيڪل جي زبان اچي ٿي. بهرحال هفتو ڪن دوا
وٺندا رهياسين. اٺين ڏينهن وري پاڻي پيٽ ۾ پرجي چڪو هو. اهو ان
سيڪيورٽي اسپتال مان ڪڍرايوسين. ٽي چار ڏينهن پيا به اسپتال ڪي
ڏناسين پر فائدو ڪونه هو. منور سندس دوست ڊاڪٽر شام لال جيڪو
گهوٽڪي ضلعي جي ڏهرڪي شهر جو رهندڙ آهي. ڪينسر جو سٺو
ڊاڪٽر آهي. پاڻ اٽلانٽا ۾ رهندو آهي، اتي اسپتال ۾ نوڪري ڪندو آهي.
منور هر ڪا رپورٽ ۽ روزانه جي روئداد کان شام لال کي آگاهه ڪندو رهيو.
آخرڪار منور کي ڊاڪٽر شام لال چيو ته توهان امان بابا کي وٺي هيڏانهن
هليا اچو. هتي اسپتال ۾ امان کي داخل ٿا ڪريون ۽ ڊاڪٽرن جي ڪميٽي
جوڙي، ان ڪيس تي غور ويچار ٿا ڪريون. منور ٽڪيٽون ورتيون. ٻي
ڏينهن جو ٽائيم مليل هو. جهاز ۾ چڙهياسين. واشنگٽن کان ٻن ڪلاڪن
جو سفر هو. ايئرپورٽ تي پهتاسين ته ڊاڪٽر شام لال انتظار ۾ بيٺو هو. اهو
ڏينهن شام جي گهر رهياسين. چاچي غلام فاطمه کي ريسٽ ڪرائي سين
ٻي ڏينهن چاچي غلام فاطمه کي اسپتال وٺي ويا. هفتو اتي رهياسين. ڳالهين
۾ رپورٽن مان لڳو ته خوش آئنده رپورٽ ناهي. منور کي چيائين ته هاڻ
پنهنجو ذهن ناهي ڇڏ ته هڪ ڏينهن سڀ ڪنهن کي هلڻو آهي. هاڻ امان
سان ڪاڻ پيئڻ جي معاملي ۾ ڪابه سختي ڪانهي. ڪابه پابندي ڪانهي،
جيڪي چوي اهو وٺي ڪارائينس. جيڪي پيئڻ لاءِ چوي اهو وٺي پيارينس ۽
امان کي واپس خوشي خوشي ۾ راضي ڪري هن جو ذهن ناهي ۽ جيترو جلد
ٿي سگهئي اوترو جلد امان بابا کي سنڌ پاڪستان موڪلي ڇڏ. منور مون

سان اهڙي ڏک جو اظهار ڪندي روئي ڏنو. چيائين ته امان ويچاري هاڻ ڪجهه ڏينهن جي مهمان آهي. مون چيومانس ته هن جي آس هئي. هو سدائين رب کي سوال ڪندي هئي ته مري ته هوئن ٿي وينديس پر هڪ دفعو پٽ سان ملي وڃان. پوءِ پلين مري وڃان. سو الله سائين جا لک ٿورا ۽ تو به پنهنجي ڪوشش ڪئي. مون کان به جيترو ٿي سگهيو اهو الله سائين ڏسڻ وارو آهي.

چاچي غلام فاطمه پاڻ چوندي هئي ته جڏهن صحت صحيح هئي ته آمريڪا وارن اچڻ جي موڪل نه ڏني ۽ جڏهن موڪل ڏنائون ته جسم ۾ طاقت نه رهي آهي. الله جو هر حڪم اکين تي.

هي ڪميٽي ڪير جيڪا اُمر کي آڏو اچي.

ايتري ۾ اسان پنهي کي آمريڪن حڪومت گرين ڪارڊ به موڪلي ڏنا. آمريڪا ۾ رهندڙ تمام سنڌين دعوتون موڪليون ته اسان جي دعوت ڪائو پر حالتن اجازت نٿي ڏني ۽ جن آمريڪا ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن کي خبر ٿي پئي ته چاچا ۽ چاچي کي گرين ڪارڊ به ملي چڪو آهي ته پندرهن ڏينهن ۾ گرين ڪارڊ ملڻ تي تعجب ڪري رهيا هئا.

منور فون ڪري انور کي ماءُ جي طبيعت کان واقف ڪيو ۽ هن کي واپس اچڻ تي راضي ڪيو ته جيئن هو ڪل خوشي ۾ سفر ڪري حيدرآباد پهچي سگهي. چاچي کي واپس موڪلڻ لاءِ راضي ڪرڻ ۾ هفتو ڪن لڳي ويو. پهريائين مون چوڻ شروع ڪيومانس ته هتي به پاڻ گهر ويهي دوائون ٿا کائون. اهي دوائون پاڻ حيدرآباد ۾ به پنهنجي گهر کائي سگهون ٿا. پوءِ جڏهن ٿورو طبيعت صحيح ٿي ويندي ته هاڻ پاڻ گس ڏسي چڏيو آهي. ويزا به پاڻ وٽ آهي. جنهن مهل به دل چيو ته ٽڪيٽ وٺي هليا ايندا سين، پٽ ڏي.

حيدرآباد کان انور ۽ انور جي پٽ اسد به چوڻ شروع ڪيو ته ڏاڏي هاڻ واپس اچو اسان کي تمام گهڻا ياد ٿا اچو. اسان کي توهان جي سڪ لڳي آهي. بس غلام فاطمه واپس اچڻ تي راضي ٿي. جڏهن پهرين اسان هن کي واپس هلڻ جو چوندا هئاسين ته پاڻ چوندي هئي ته واپس هلڻ لاءِ آئون آئي

ئي ڪانہ آهيان. اُها هاڻ پاڻ چوڻ لڳي تہ ابا هاڻ اسان کي واپس موڪليو مون کي اسد ياد ٿو اچي.

اسان آمريڪا منور وٽ پهرين مئي تي پهتاٽ هئاسين ۽ ٽيهين مئي تي منور واپسي جون ٽڪيٽون ورتيون. منور بہ اسان سان دبئي تائين گڏجي آيو هو. دبئي ۾ لهي اسان کان ۽ ماءُ کان پيرن تي هٿ رکي ماءُ کان سڀ ڪجهہ بخش ڪرائي موڪلايائين ۽ پاڻ دبئي هليو ويو. اسان جو بہ ڪراچي لاءِ جهاز تيار بيٺو هو. صبح جا ڇهہ ٿيا هئا. اسان ڪراچي ايئرپورٽ پهتاسين. ايئرپورٽ تي ٻاهر اسان جي ملڻ لاءِ ۽ وٺڻ لاءِ تمام وڏي رش هئي. ڪسٽم وارن جي تڪڙ هئي تہ لغاري فاطمه ۽ لغاري محمد علي کي جلدي ٻاهر موڪليو پر اسان جي هڪ بيگ اجان دبئي کان ڪانہ پهتي هئي. جنهن جي مون شڪايت داخل ڪرائي ۽ حيدرآباد جي گهر جي ايڊريس لکرائي، اسين ٻاهر آياسين. ٻاهر پٽ، پاٽر، پائيٽيون، عزيز رشتيدار بيٺل هئا. حيدرآباد پهرين جون بہ هزار اٺ تي پهتاسين. هڪ دفعو وري برادري جا ماڻهو طبيعت پڇڻ ۽ پٽ سان ملي اچڻ جون مبارڪون ڏيئي رهيا هئا ۽ غلام فاطمه جي طبيعت تي رحم کائي رهيا هئا. ٻاويهہ جون تائين تہ فاطمه مون سان گڏ هيٺ ڪمري ۾ رهيل هئي، پوءِ انور ضد ڪيو تہ امان تون مٿي هل اسان سان هلي گڏ رهہ. پر پوءِ بہ غلام فاطمه چيس تہ ابا توهان ڊيوٽي وارا آهيو. ٿڪي پو ٿا. جواني جي ننڊ آهي، هتي پڙهي مون کي دوائون بہ کارائي ٿو. ٻاٿ روم ۾ بہ وني وڃي ٿو ۽ پيو تہ مون ۾ اهي چاڙهيون چڙهڻ ڪونہ آهن. آخرڪار ٽيويهہ جون تي انور ماءُ کي پاڪر ۾ کڻي سيڙهيون چڙهي کڻي ويو. حالت ڏينهن ڏينهن کان بدتر ٿي رهي هئي. برادري وارن کان سواءِ منهنجي پيڻ ۽ سندس ياٽتيون بہ سڀ موجود هونديون هيون.

چوويهہ جون شام جو ستين وڳي خميس جي شام هئي. غلام فاطمه پنهنجي پوٽي اسد کي چيو تہ ابا تون تنهنجي چاچي منور کي چئو تہ مون سان فون تي ڳالهائي. اسد بہ ٽي دفعا ڪوشش ڪئي پر ان مهل منور جي فون بند هئي ۽ نوين وڳي گهنٽي وڳي، ڏسان تہ منور جي فون آهي. مون کي چيائين تہ امان کي ڏي تہ ان مهل غلام فاطمه جي ٻڌڻ ۽ ڳالهائڻ جي طاقت جواب ڏيئي چڪي هئي. جنهن وقت اسد ڏاڏي جي چوڻ تي ڪوشش ڪئي تہ منور نہ

ملي سگهيو ۽ منور ڪوشش ڪئي تہ غلام فاطمه نہ ڳالهائي سگهي. ان ڪيفيت تي مون کي شاهہ سائين لطيف سرڪار جا چيل لفظ ياد آيا:

هٿ ٻڌي ٻيٺي تي ڀيرين پانڌي ڪي پَئي،
سَگهي نہ ڏيئي سڏڪن کان سَنيهو.
(شاهہ لطيف)

مون کي پنهنجين ڇوڪرين نياڻين چاچي جي پائتن ڇيو تہ چاچا توهان کي اوجاڳا آهن توهان وڃي سمهي رهو. اسان ويهون ٿا. رات جا چار ٿيا، آئون وڃي سمهي رهيس. صبح جو اٺيس تہ ڏهہ تي ڇڪا هئا. مون رات جو ويٺل نياڻين کي ڇيو تہ توهان ڪمري جو دروازو بند ڪري سمهي پئو. آئون ويهان ٿو امير ۽ ان جي گهر واري ڇوڪري جيڪا منهنجي پائتي بہ آهي ننهن بہ ٿئي. اهي ويٺا هئا. ڇوڪري امير جي گهر واري قرآن پڙهي رهي هئي. انور ٿورو ٻاهر گهر جي لاءِ سامان سڙو وٺڻ لاءِ نڪتل هو. ڇوڪرين کي چيم تہ اهي بہ وڃي ڪمري ۾ آرام لاءِ پهتيون. اڃان ويٺل هيون. مون غلام فاطمه کان طبيعت جو پڇيو تہ هن اڌو ڪاريون اکيون کوليون ۽ مون ۾ ڏٺائين. آئون ٿورو جهڪي هيٺ ٿي پڇيومانس تہ پاڻي پيئنديں تہ وري اکيون کوليائين. گلاس ۾ پاڻي وجهي چمچو کڻي پاڻي پياريومانس تہ چمچي وارو پاڻي پي ويئي. ٻيو چمچو ڏنومانس تہ پي ويئي. مون کي امير منع ڪئي تہ چاچا هاڻ وڌيڪ نہ ڏيوس. اڃان گلاس ۾ چمچو رکي سنئون ٿيس تہ چاچي فاطمه جو روح پرواز ڪري ويو. موت سان جنگ وڙهندي وڙهندي زندگي جي جنگ هارائي ويئي. انور ۽ منور جي ماءُ اڄ اسان کان هميشه هميشه لاءِ جمع 27 جون 2008ع تي ڏينهن ساڍين ڏهين وڳي موڪلائي ويئي. انا لله وانا اليه الراجعون.

چاچي جي بيماري جي آخري ڏينهن ۾ جن ماڻهن پلائي جا پير پريا. انهن ۾ غلام فاطمه جي پٽن، پائرن، پائيٽن، سوٽن، ماساتن، ڳوٺ جي برادري وارن ۽ انور جي سالن ۽ ان جي گهر وارن کانسواءِ ڪجهہ دوستن بہ ڏاڍيون پلايون ۽ چڱايون ڪيون جن ۾ ڊاڪٽر منظور ميمڻ، جنهن جنوري 2008ع کان وٺي جون جي 30 تاريخ تائين هڪ منٽ لاءِ بہ نہ وساريو.

عبدالرحمان لغاري، اسان جو ويجھو رشتي ۾ عزيز تہ ناھي پر عزيزن کان گھٽ بہ ناھي. چاچي جي بيماري دوران ھڪ ڏينھن بہ وساري نہ ويئو. امير علي ٽيپو ڊاڪٽر دودو روشن ۽ برڙو ۽ خدابخش خاصخيلي بہ پيرو نہ پڳو. ڄامشورو ۾ غلام رسول ميتلو ۽ ان جي ادين کي غلام فاطمه پنھنجون ڏيئرون بنايو ھو. انھن بہ حقيقي ڌيئرون بنجي ثابت ڪيو تہ غلام فاطمه انھن جي سڳي ماءُ آھي. آغا خان ۾ ڊاڪٽر اسماعيل ۽ ڊاڪٽر عبدالله ميمڻ حقيقي ماءُ سمجھي خدمت ڪئي. ادي ھميران رحمان ڪئناڊا کان ھڪ ڏينھن لاءِ خاص چاچي جي طبيعت جو پڇڻ ڪراچي آئي. اسلام آباد ۾ ڊاڪٽر غلام حيدر زرداري ۽ ان جي گھر واري ۽ ان جي اولاد، پٽن ۽ سندس نياڻي جيڪا اسان جي عزت ڪئي ۽ ماءُ بخشيو اھو زندگي جي آخري گھڙي تائين ياد رھندو. سائين جمال مصطفيٰ سيد ڊي سي او راولپنڊي، جيڪا عزت، پيار، انس ۽ چاھہ ڏيکاريو ان جا بہ لکين احسان. پياري قادر سرڪي، شوڪت سرڪي، مير سليم، گل ملاح ۽ نجم ميمڻ جا ٿورا، جن ھر ھر اسان جي پرگھور لڌي پئي.

ھڪ پيرو وري بہ بخشو لغاري جي سڄي لغاري برادري جا ٿورائتا آھيون. جن اسان جن نالائقين کي درگذر ڪندي غلام فاطمه جي حد درجي تائين خبر رکندا ھئا.

ٿورا نہ ٿورا، مون تي ماروئڙن جا،
ٿر ۾ واري ٿورڙي، تھان گھڻيرا،
ڀلايون ۽ ڀيرا، ڳڻي ڳڻيندس ڪيترا.

# منهنجي امان

آمان! تون هلين وئين. نـ مجان ئي نٿو. تون مون سان گڏ آهين. تنهنجون يادون، تنهنجا سبق، تنهنجون مُرڪون، تنهنجا ڳوڙها، تنهنجو پيار، تنهنجي هٿن جو ڇهاءُ، تنهنجون ڏنل چميون، تنهنجي همت، تنهنجي سچائي، ڪيترو تہ پڪو سبق ياد ڪرائي وَئي آهين:

"غريبن جو آبا خيال رکجان."

منهنجون دعائون پٽ توسان گڏ آهن. تنهنجي وار ڪي بہ لوڏو نہ آهي. بادشاهي ماڻيندين. آءٌ مري بہ ويان تڏهن بہ اِهي اکر ياد رکجان، تنهنجو ڪڏهن بہ هٿ نہ مُنجهندو. سون، هيرن ۽ جواهرين ۾ ٿرندين.

اِهي سڀ لفظ جيڪي دعا جي شڪل ۾ امان آخر تائين مون کي چوندي رهندي هئي. اهي سڀ لفظ امان سرائڪي ٻولي ۾ پيار سان، اعتماد سان چوندي ويئي.

مون کي خبر هئي تہ اِها پيانڪ خبر ڪنهن بہ وقت ايندي آخري ڏينهن تي آمان جا اِهي لفظ تہ "منور سان ڳالهارايو". امان جو ايڏو پيار ۽ محبت ڪائنات ۾ ٻئي ڪنهن کان بہ ملي نٿو سگهي.

هڪڙو ئي پيار آهي جنهن جي ڪا معنيٰ آهي. زندگي هڪ Transit آهي. هڪ وقفو آهي. هڪ ڏينهن هر ڪو هليو ويندو آهي. صرف وقت ۽ جڳهہ جي ڪنهن کي بہ خبر ناهي. اِها هڪ اهڙي حقيقت آهي، جنهن کي ڪوبہ دنيا جو علم اڃا سمجهي نہ سگهيو آهي. اڄ ۾ ٻن ڏينهن کان آمان جي طبيعت مان گهڻو ڪجهہ معلوم ٿي ويو هو تہ هو هاڻ گهڻو وقت نہ ڳالهائي سگهندي ۽ اِهو آواز بند ٿيڻ وارو آهي.

UN اقوام متحده طرفان 26_جُون کي Survivor جو ڏينهن ڪري ملهائي ٿي. اڄ 27 جُون آهي، جيڪو Survivor جو ڏينهن ناهي. ۽ آمان جي موڪلائڻ جو ڏينهن آهي. آمان تون هلي وئين، پر تنهنجي سبق ۽ تنهنجي ڏنل هدايتن ۽ چيل هڪ هڪ لفظ کي پاٽي ڏيندس. آءُ توسان گڏ آهيان ۽ تون مون سان گڏ آهين.

موت کي هڪ ڏينهن اچڻو آهي، دنيا جا ڪوڙ سارا مسئلا آهن، جن کي انسان کي ئي حل ڪرڻو آهي. حياتي ۽ موت هميشہ مذهب، سائنس ۽ ٻين عِلمن جو موضوع رهيو آهي. آءُ ڪيتري عرصي کان ان کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس پر امان جي لاڏاڻي کان پوءِ ۽ لاڏاڻي کان پهرين ان تي غور ڪندو رهيس. مختلف دوستن، پنهنجي اندر جي آواز مطالعي ۽ غور و فڪر، پر خاص طور پتائي ۽ ٻڌ جي تعليم ان ڏک کي طاقت ۽ صبر ۾ تبديل ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

سپني کان وَڏ خود امان جو بيماري حالت ۾ همت نہ هارڻ ۽ آمريڪا تائين 10 هزار ميل جهاز جو سفر طئي ڪري اچڻ ۽ مون سان اچي مِلڻ ۽ هڪ مهيني رهڻ کانپوءِ جيڪي روح رهاڻيون ۽ قرب ڀريون ڪچهريون ٿيون، ڪاش اِنهي حالت ۾ نہ پر جيڪڏهن هو چاڪ ۽ چڱي ڀلي آمان اچي ها ۽ انهي گَي اُهي سڀ هنڌ ۽ جايون جتي مان رهيو هئس ۽ پنهنجا سڀ ٿاڪ ڏيکاري سگهان ها. پر نہ تہ ان جي صحت ان کي ساٿ ڏنو ۽ نہ ئي منهنجي وَس ۾ ڪا ڳالهہ هئي.

بي وَس اُڻن بار چڙيا،

وَڃي پون پيٽيءَ، سِڪندي کي سڄڻين.

پر اڄ بہ ان جي همت ۽ مقابلي جي سگهہ ۽ سندس بي پناهہ بردباري ۽ اڻ ورچائي ڏسي دنگ رهجي ويندو آهيان. اُن جي لڳ ڀڳ هڪ مهينو مون سان گڏ رهڻ ويتر ئي عورت جي همت، نظم و ضبط ۽ جدوجهد جي اڻ کٽ سلسلي ۾ منهنجو وڌيڪ يقين ۽ اعتماد پيدا ڪري ڇڏيو. پتائيءَ جي ڪيترن ئي سُرن بيتن، واين ۽ ڪردارن کي سمجهڻ ۾ آساني پيدا ڪري ڇڏي.

زندگي ۽ موت جي وچ ۾ ويجهي ڪشمڪش ڏسڻ جو هن کان اڳ ڪڏهن به تجربو نه ٿيو هو. سنڌ جي عورت ڇا نه ٿي ڪري سگهي، صرف هن کي صحيح موقعو نه مليو آهي.

تعليم، وسيلا ۽ موقعن کان به وڌيڪ اسان جي رَوين عورتن کي وڌيڪ نقصان ڏنو آهي. جنهن ڪري سڄو سنڌي سماج هڪ لولو ۽ لنگڙو ٿي سامهون بيٺو آهي. ڇا اسان پنهنجي ڌيئن ڀينرن کي پڙهڻ ۽ ان جي ڏينهن ملهائڻ سان گڏ ان جي ڏنل هدايتن تي به عمل ڪنداسين يا نه؟

عورت جو ڪردار ڇا آهي ۽ عورت ڪيتري مضبوط آهي؟ اِهو سوال اجايو آ. جي ايئن نه هجي ها ته ڀٽائي ڪڏهن به ايئن نه چوي ها ته:

"هلو ته پڇون سهڻي، جا ڳري ڇاڻي نينهن."

نينهن ٿي آهي جنهن جي آڌار تي گهڻو ڪجهه ڪري سگهجي ٿو.

اياز لکيو آ ته: "عشق ٿي آ جيڪو موت کي شڪست ڏيئي سگهي ٿو."

محبت جو مامرو نه ته ڪير ڪشالا ڪٽي، عشق، محبت، موت، زندگي، ڏک، سک، علم سائنس، مذهب، ڀاءُ، ڀيڻ، پُٽ وغيره سڀ ڳالهيون چڱيون، رشتا ناتا وغيره پر انهن سڀني ۾ ماءُ جو رشتو يا وري به ائين چوان ته ان ۾ عورت جو ڪردار مجموعي طور اعليٰ قدر لائق آهي. ماءُ ٿي انسان جو پهريون ادارو آهي جنهن اداري لاءِ ڪنهن به رٿابندي، بجيٽ يا اسٽاف جي ضرورت ناهي. انهي اداري ۾ داخلا لاءِ ڪنهن سرٽيفڪيٽ يا گهڻن مارڪن يا ڪنهن ٽيسٽ جي به ضرورت ناهي پر ان اداري کي سمجهڻ جي تمام گهڻي ضرورت آهي. هي هڪ فطري عمل آهي، ان فطرت ۾ انسان جيڪو سکي ٿو. اُهو شايد ڪنهن اداري ۾ سکي سگهي. پر سوال آهي ته جيڪڏهن ٻار ماءُ جي پالنا کان رهجي وڃي ته پوءِ؟!

پوءِ جو سوال ناهي... بنيادي طور عورت خدا جو هڪ روپ آهي، جيڪو تخليق جو بنياد آهي. اِهوئي سبب آهي جو آمان جي روپ ۾ ڪردار ۾ عمل ۾ ۽ هن جي پالنا ۾ جيڪو سکيم، سمجهيم ۽ ڪيم ان تي اڃا به گهڻي ۽ ڳوڙهي ويچار جي ضرورت آهي. موت اهڙو عمل آهي، جنهن کي سائنس، مذهب، خدا يا فطرت جي وچ ۾ ڪيترن ئي سوالن کي ڪٺو ڪري بيهاريو آهي. ڪي. آر. ملڪاڻي سان ڪيترين ئي ڪچهريون رهيون.

هڪ دفعي هن اِهو اِظهار ڪيو تہ موت هڪ اهڙو واقعو يا وقت آهي جتي مذهب جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي.

ٻڌا جي دؤر ۾ هڪ عورت جو پٽ گذاري ويو. اُها ايترو تہ بيحال ٿي ويئي جو هر ڪنهن کي چئي تہ منهنجو پٽ جيئرو ڪري ڏيو. ڪن ماڻهن چيس تہ هڪ ماڻهو آهي، جيڪو جيئرو ڪري سگهي ٿو اُهو ٻڌ آهي. جڏهن هو ٻڌا وٽ ويئي تہ ٻڌا چيس تہ آءٌ هڪ شرط تيَ توکي تنهنجو پٽ جيئرو ڪري ڏيئي سگهان ٿو. عورت چيس تہ اُهو ڪهڙو شرط آهي؟ ٻڌا چيس تہ "وڃ هي جيڪو سامهون ڳوٺ آهي، انهيءَ مان ڪو اهڙو گهر ڳولي اَچ جنهن ۾ ڪوبہ موت نہ ٿيو هجي."

هو پوءِ اُنهي ڳوٺ ويئي ۽ اُهو ٿيٽو هو تہ اهڙو ڪوبہ گهر ڪونہ هو جتي موت نہ ٿيو هجي. آخر ٻڌا وٽ آئي ۽ هن کي چيائين تہ اهڙو ڪوبہ گهر ڪونهي. بس پوءِ ماڻهو پاڻ ئي سمجهي. ٻڌا اِهوئي چيس تہ جيڪو ڄائو آهي انهيءَ کي موت اچڻو آهي ۽ آءٌ تنهنجي پٽ کي جيئرو نٿو ڪري سگهان. اُهو فطري عمل آهي، هر ڪنهن کي هلڻو آهي. پيغمبر، رسول، ولي، عالم، شاعر، اديب، سائنسدان وغيره ڪوبہ ٽائيٽل انسان کي موت کان بچائي نٿو سگهي. مِٽي مِٽي سان ملي ويندي. پر اِهو ضرور آهي تہ:

ساري رات سُبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
اُن جي عبداللطيف چئي، مِٽي لڌو مان،
ڪُوڙين ڪن سلام، آکهہ اُڇيو ان جي.

مٽي کي مان ڏيڻو آهي تہ جاڳڻو آهي. ۽ جيڪي جاڳندا ۽ جدوجهد ڪندا، انهن جي مٽي کي مان ملڻو آهي. پر جسماني طور موت هر ڪنهن کي وٺيو وڃي. ٻڌائي، سچل، سامي، حضرت محمد صلعم، ڪاليداس، عيسيٰ، موسيٰ وغيره سڀني کي وڃڻو پيو. پر ڪنهن دوست جو چوڻ آهي، تہ هو رڳو جسماني طور هڪ جڳهہ مان ٻي جڳهہ ٿا وڃن. اُنهن کي ماڻهو رڳو هٿ نٿو لائي سگهي پر هو موجود رهن ٿا. ڪنهن دوست جو اِهو بہ چوڻ آهي تہ انهن جي وڃڻ سان ماڻهو پوءِ وڌيڪ نظرداري ۾ رهي ٿو. اهي بہ حقيقتون مون محسوس پڻ ڪيون آهن. واقعي آءٌ محسوس ڪندو آهيان تہ اَمان هڪ

ڪمري مان نڪري ٻي ڪمري ۾ ويٺي آهي. ان جي نظرداري (Under watch) هيٺ آهيان.

هو طبيعت ۾ سخت ۽ نرم هئي. ڏڙڪا به ڏيندي هئي. پيار به ڏيندي هئي. ڪاوڙ به ڪندي هئي. پرچي به ويندي هئي. هن روئڻ ۽ کلڻ جي، زندگي جي ڏک ۽ سک جي معنيٰ ۽ مطلب کي ڏٺو. پر هن ڏک وڌيڪ ڏٺا. پر بقول سندس ته هن جي محنتن رنگ لاتو. هن کي پنهنجي پورهئي تي ناز هو. تنهنڪري اُن عنوان جي معنيٰ هاڻ سمجهه ۾ اچيم ٿي ته 'پورهيت خدا جو دوست آهي' يا خدا پورهيت جو دوست آهي'. آمان دوست به هئي، ته ماءُ به هئي، هو وڏي به هئي ته ننڍي ٻار جيان معصوم به هئي. پاڻرن جي هڪ سچي پيڻ ۽ هڪ وفادار زال جي اعليٰ ڪردار جو مثال هئي. هڪ سياستدان جيان پنهنجو موقف ڏيڻ، هڪ ورڪر جيان ڪم ڪرڻ، هڪ عورت جي ڪردار جي حوالي کان ڪنهن دوست جي بقول ته هو هڪ مئڪسم گورڪيءَ جي ناول جي ڪردار "ماءُ" وانگيان هئي. هو ڀٽائي تي عقيدت سان گڏ هڪ چاڻو جيان سمجهدار به هئي. هن جي مون کي اِهائي هدايت ته ڀٽائي جو رسالو تو ڪنيو آ، ان جو علم تنهن جي ذهن ۽ روح ۾ آهي. انهي ۾ تنهنجي ۽ سنڌ جي راهه آهي. اُن سان گڏ ڀٽائي ئي تنهنجو والي آهي ۽ ڏٺي آهي.

امان کي جيئڻ ته تعليم حاصل ڪرڻ جو ته موقعو نه مليو پر پاڻ تعليم کي غريبن جو هڪ هٿيار سمجهندي هئي. ۽ تعليم جي معاملي ۾ تمام سخت هئي. اسان کي چوندي هئي ته جتي توهان پڙهيا آهيو اُتي اڳي ئي آئون هيڊ ماستر هئس. واقعي هو هيڊ ماستر هئي.

سنڌ جي گهٽن ئي ليڊرن ۽ ڪارڪنن کي بچائڻ، لڪائڻ ۽ انهن کي راز ۾ رکڻ هن هڪ گوريلي جيان ڪردار ادا ڪيو.

هو تمام سٺو ڳائيندي هئي. ڪيترا ڪالم پڻ مون کي فون تي ٻڌائيندي هئي. خاص طور آخر ۾:

آچ ٻاروچل آچ ميان
ڳالهيون ڪريون ڳچ ميان
موٽ وڇوڙو تو ماري.....

واقعي امان کي منهنجي وچوڙي ڳاري وڌو. پاڪستان جي رياست ڇا ڇا نہ ڪسيو آهي. امان کي ڪسي ورتائين. هن کي مون کان ۽ مون کي هن کان ڌار ڪيائين. ها هو جسماني طور اڄ ڌار ٿي اَصل مٿي سان ملي هڪ ٿي ويئي، پر هو اسان سان روحاني طور ۽ پنهنجن خيالن، ويچارن، سوچن ۽ هن جو اِهو ئي پيغام تہ: "اَبا! غريبن جو خيال رکجان" اسان سان آهي.

شل مون کي ڌڻي همت ڏي جو سنڌ جي غريبن، مظلومن ۽ محڪومن لاءِ پنهنجي حياتي ۾ ڪجهہ ڪري سگهان ۽ آمان جي هڪ هڪ لفظ کي پاڻي ڏيئي سگهان.

هئي هُند ئي پَر ۾ ڏي جا پيڻا ٿيا.
جيئي لطيف، جيئي اَمان،
جيئي سنڌ، حق موجود.

# امڙ جون ساروڻيون

امان جي هن فاني دنيا مان لاڏاڻي جو وڇايل  تعزيتي تڏو اڄ جمع ڏينهن 4 جولاءِ تي کڻي ڇڏيو.

زندگي روان دوان ٿي وئي، امڙ جي پنهنجي اولاد سان پيار جي يادگيرين جي لسٽ ايتري وڏي هوندي آهي جو ان لاءِ پورو ڪتاب لکجي. باقي مان هڪ ويسر جي مرض جو مريض، جيتريون ذهن تي تري آيل يادون آهن، انهن يادن جا ورق ورائي، سندس تصوير سيني ۾ سانديي ڪاغذ تي اتارڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو.

ماءُ جو رشتو عظيم رشتو ان جي عظمت عظيم، دعا جو در هميشه لاءِ بند ٿي ويو. لڙڪ اکين ۾ تري آيا آهن. جڏهن ذهن امان جي محبت، شفقت ۽ پيار کي ياد ڪري ٿو تہ اکين کان رهيو نٿو ٿئي، نير جاري ٿين ٿا. ماٺهو منع ڪن ٿا تہ بابا.... روئبو ناهي. ليڪن دل مجبور آهي، اندر اندر ۾ سڏڪندي رهندي آهي.

ياد ٿو اچي تہ ننڍي هوندي امان روزانہ وهنجاري، سينگاري، صاف ڪپڙا پارائي نرڙ تي ڪاري سرمي جو ٽڪو ضرور هڻندي هئي ۽ دعا ڪندي هئي تہ ابا... شال نظر نہ لڳئي، "ابا ڪوسو واءُ نہ لڳئي ۽ سڄي زندگي واري دعا آخر لمحي تائين ڏنائين تہ جڳ جهان جي ٻچن جو خير. ان جي صدقي منهنجي ٻچن جو خير."

ننڍي هوندي ڳوٺ ۾ شام جو ڪوڏي ڪوڏي راند جو مقابلو ٿيو. آئون بہ پنهنجي چاچن سان گڏجي ان راند کي ڏسڻ لاءِ ويس، واپسيءَ مهل پنڌ ايندي، چاچا جي گهمايل لٺ منهنجي ڪاٻي اک جي مٿان نرڙ تي لڳي، رت نيرون ڪري وهڻ لڳو کڻي گهر آيا. امڙ رت ڏسي، رڙ ڪري اچي سيني لاتو.

پنهنجي گوڏي تي سمهاري لولي ڏني ۽ رت بند ڪيو. اها الله هو الله هو جي لولي اڄ تائين ذهن تي آهي. آئون اڪثر انهيءَ انداز سان پنهنجي ٻارن کي ننڊ پوڻ ۾ اها لولي ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪندو هوس، مگر، امان جي ڏنل لولي جي سرور جو مزو ئي پنهنجو هو.

امڙ جي غريب گهر ۾ شادي ٿي. امڙ جا ڏاڏاڻا به غريب هئا. مگر ناناڻا اسان جي ڳوٺ بخشو لغاري جا رئيس، چڱا مڙس هئا. زميندار به گهڻي هئن. تعليم ۾ تمام گهڻا پڙهيل لکيل هئا. ننڍي هوندي ئي امڙ جو والد ۽ منهنجو نانو حسن علي لغاري وفات ڪري ويو. تنهنڪري امڙ ننڍي هوندي کان اڪثر پنهنجي ناناڻن جي گهر نپني، وڏي ٿي. ناناڻن پنهنجن سڀني ڇوڪرن کي ته تعليم ڏياري مگر غريب جي ڌيءَ هئڻ جي ناتي کين تعليم نه ڏياري، ناناڻي خاندان ۾ تعليم عام هئڻ، ترقي، خوشحالي، امڙ جي ذهن کي شعور بخشيو ۽ اها تمنا جنم ورتي ته آئون ڪيئن به ڪري پنهنجي اولاد کي تعليم ڏياريندس. مون کي ڳوٺ جي اسڪول ۾ داخل ڪرايائون. پنهنجي پاڙي ۾ تعليم جو شوق نه ڏسي، آئون شروع ۾ اسڪول نه وڃڻ، اسڪول مان ڀڄي وڃڻ جو عادي هيس. مگر امان جي سختي مون کي مجبور ڪيو ته مان تعليم ۾ شوق ڪريان. اڪثر همٿائيندي هئي ته ابا پنهنجي ملڪيت ڪجهه به ناهي، تعليم ئي ملڪيت آهي. جيڪا وڪامجي نٿي سگهي. انهيءَ ذريعي ئي مقابلو ڪري سگهجي ٿو.

امان ٻني ۾ ونڊڻ جون ڦٽيون چونڊيندي هئي، ٻنيءَ ۾ مزدوري تي گڏ ڪيندي هئي. گهر ۾ ڪپڙن تي پرت پريندي هئي. آئون سمجهان ٿو ته پوري ڳوٺ جي عورتن ۾ امان ڦٽيون چونڊڻ جي جا مڙد عورت ڪري سڏبي هئي. امان جي ڦٽين جي پري اپائي ٽي مڻ هوندي هئي. مزدوري جا جيڪي به پئسا ملندا هئا، تن مان مون کي ڪتاب، ڪاپيون، پئنسلون ۽ پئنون وٺي ڏيندي هئي. سٺا ڪپڙا ۽ جوتا پڻ خريد ڪري ڏيندي هئي. پنج درجا ڳوٺ جي اسڪول مان پاس ڪيم ته امان جي تعليم ڏيارڻ جي جستجو اڃان به وڌي. بابا سان صلاح ڪيائين. بابا چيس ته پاڻ هينئر تمام گهڻا غريب آهيون، شهر ۾ جڳهه وٺڻ جي به سگهه ناهي. باقي اها صلاح آهي ته تون پنهنجي ماسات حاجي شفيع محمد لغاري وٽ وڃ ۽ منٿ ڪرينس ته انور

ڪي حيدرآباد ۾ پنهنجي جاءِ ۾ رهائي ۽ انگريزي پڙهڻ لاءِ داخلا ڏياري. باقي آئون بہ محنت ڪندس. پوءِ امان مون کي ماما حاجي جي گهر وٺي وئي، حاجي صاحب کي منٿ ڪيائين تہ ادا، آئون اوهان جي غريب ڀيڻ آهيان مون ۾ حيدرآباد ۾ جاءِ وٺڻ جي طاقت نہ آهي، مهرباني ڪري منهنجي پٽ کي پنهنجي گهر رهائي. خرچ پکو آئون، محنت مزدوري ڪري ڏيندس. انور جو پيءُ بہ ڪنڊيڪٽري ڪري ڪيس پئسا ڏيندو. اسان پنهنجي پٽ کي پڙهائڻ چاهيون ٿا.

ماما شفيع، امان کي عزت ڏني، مون کي پنهنجي گهر ۾ تعليم لاءِ رهايو. سنڌس ان ٿوري کي زندگي پر نٿو وساري سگهان. آئون مئٽرڪ تائين سنڌن گهر ۾ رهيس. ان دوران ڀاءُ منور بہ شهر اچي ويو. امان، ان کي اسان جي زميندار ۽ عزيز ماما حسين بخش لغاري جي گهر ۾ رهايو. ان پوري عرصي دوران امان ڳوٺ ۾ ڦٽيون چونڊڻ، گڏ ڪيڻ ۽ چولا سبندي هئي ۽ جڏهن ڪجهہ پئسا گڏ ڪري وٺندي هئي تہ اسان ڏي شهر ايندي هئي. باقي مهيني جا ڏينهن اسان سان شهر ۾ گڏ رهندي هئي ۽ ماما وارن جي گهر جي عورتن سان ننڍي ڪان وڏي ڪم ۾ هٿ ونڊرائيندي هئي. وري ڳوٺ ۾ مزدوري جو ڪم، اهو سلسلو جاري رکيائين.

مئٽرڪ پاس ڪيم. امان ۾ جستجو وڌي تہ هاڻي حيدرآباد ۾ اپرو سيرو مسواڙ جو گهر وٺجي تہ جيئن پنهنجي ٻنهي پٽن کي پنهنجي نگراني ۾ تعليم ڏياريان. پوءِ لياقت ڪالوني حيدرآباد ۾ هڪڙي ڪمري وارو گهر مسواڙ تي ورتوسين. امان، اسان کي وٺي وئي، پنهنجي عزيزن جو ٿورو مڃيائين. جن اسان جي تعليم حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

مسواڙ واري گهر ۾ وڃڻ کان پوءِ بہ امان کي اهو خيال هر وقت رهيو تہ جيئن منهنجي ٻارڙن کي منهنجي ماٽن پنهنجي گهر ۾ رهائي تعليم ڏيارڻ ۾ مدد ڪئي چو نہ مان بہ هن سلسلي کي اڳتي وڌائي، پنهنجي غريب ڀائرن جي اولاد کي تعليم ڏيارڻ ۾ مدد ڪريان. پوءِ پنهنجي ننڍڙي گهر کي هاسٽل ناهي ڇڏيائين.

منهنجي چاچن جا ٻار، مامن جا ٻار سيني امان جي زير نگرانيءَ ۾ تعليم ورتي، سيني جي مٿان لٺ ڪنيو ويٺي هوندي هئي ۽ چوندي، هئي تہ

بابا، پڙهائي واري معاملي ۾ ڪابہ رعايت ڪانہ ڪندس. غريب آهيون، تعليم سان ئي عزت ٿيندي، مون انٽر سٺن نمبرن سان پاس ڪئي. امان بابا سان گڏجي مون کي ڊاڪٽري ڏيارڻ لاءِ ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ڏياري، ائين آئون، امڙ ۽ بابا جي دعائن ۽ ڏينهن رات جي پورهئي سبب اڳتي وڌيس. پويان اسان جي گهر ۾ ڀين ڀائرن بہ تعليم جاري رکي. منور مهراڻ يونيورسٽي پهچي ويو. امان سمجهيو تہ هاڻي اسان جا ٽڪ لهي ويندا، ڀارڙا سٺن ادارن ۾ پهچي ويا آهن. امان جي زيرِ نگراني جيڪي بہ رهيا، سي اڄ تمام سٺي منزلن تي پهتا آهن. ڪي ڊاڪٽر، ڪي انجينئر تہ ڪي وري بينڪ ۾ آفيسر ٿيا.

ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ پهچڻ کان پوءِ حالتون تبديل ٿي ويون. شعوري ارتقا سبب ذهني تبديلي آئي. ملڪ ۾ مارشلائي جبر سنڌ جي حالتن، سنڌ جي قوم پرست تحريڪ جي ويجهو وڃڻ ۽ سائين جي ايم سيد جي فڪر کي پڙهڻ کان پوءِ قوم پرست تحريڪ جو حصو بڻجي وياسين. بابا سائين تہ تمام گهڻو اڳ ان قومي فڪر سان واسجي چڪو هو. ان قومي فڪر جي لاٽ سڄي گهر کي روشن ڪري ڇڏيو.

سنڌ جو درد، سنڌ جي ماڻهن سان محبت دل ۾ سمائجي چڪي هئي. ان درد ۽ محبت کي اسان کان وڌيڪ اسان جي امڙ محسوس ٿي ڪيو. امڙ اسان کي ڪڏهن بہ قومي قافلي ۾ هلڻ کان نہ روڪيو. ويتر همٿائيندي رهي. ليڪن هو پنهنجي ان مقصد سان ڪڏهن بہ نہ هٽي تہ تعليم جي زيور کي پنهنجي سيني ۾ سانڍي رکو. علم جي رسيءَ کي مضبوطي سان جهليو. ترقي ڪريو اڳتي وڌو امڙ سدائين ڏوهہ کان بچڻ جي هدايت ٿي ڪئي. غريب غربي سان محبت سان پيش اچڻ جي تلقين ڪئي، غريبن جي خدمت ڪرڻ جو سبق ڏنو. امان جي محبت نہ صرف اسان اولاد سان هئي پر اها ساڳئي محبت سنڌ جي قومي ڪارڪنن سان بہ هئي جن جڏهن بہ تڪليفن ۾ امان کي ياد ٿي ڪيو تہ امڙ بہ انهن کي پنهنجي اولاد وانگر پيار ٿي ڏنو. ورڪرن جي امان سان محبت ان حد تائين وڌي وئي جو سنڌ جي قومي ورڪرن، بابا سائين کي سنڌ جي قومي ڪارڪنن جو "چاچا" ٿي سمجهيو ۽ چيو اتي هو امان کي پنهنجي "چاچي" جي نالي سان سڏڻ لڳا.

قومي ورڪر جتي بابا کي چاچا محمد علي جي نالي ياد ڪندا آهن اتي سندن زبان تي امان لاءِ لفظ چاچي پڻ سڄي سنڌ ۾ مشهوري ماڻي. اها محبت ان حد تائين هئي تہ پلي اسان مان ڪير بہ گهر ۾ نہ هوندو هو تڏهن بہ قومي ڪارڪن اسان جي گهر کي پنهنجو گهر سمجهي امان جي محبت ۾ ايندا رهندا هئا. ۽ پوءِ امان بہ انهن ڪارڪنن جي پنهنجي وت آهر خدمت پئي ڪندي هئي. جيڪا بہ دال روٽي گهر ۾ هوندي هئي. ان سان پنهنجي ڪارڪنن جي سار لهندي هئي. قومي ڪچهرين ۾ بہ امان پنهنجي ڪارڪنن سان گڏ موجود رهندي هئي.

1983 کان 1986 تائين سنڌ جي تعليمي ادارن اندر سنڌي شاگردن جي تنظيمن کي پاڻ ۾ وڙهايو ويو. ڪيترائي شاگرد انهن جهيڙن جي نظر ٿي ويا. ڪي مارجي ويا تہ وري ڪي هميشه لاءِ معذور ٿي ويا. لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ سنڌي شاگردن جي جهيڙي سبب، ڊاڪٽري جي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ تر جو غريب شاگرد ڪمال راهمون پنهنجي سنڌي جي لڳل بندوق سبب شهيد ٿي ويو. ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ ڊاڪٽر ڪرشن لعل زخمي ٿي پيا. ڪرشن لعل کي تہ خدا بچايو. ڊاڪٽر قادر مگسي جي ٽنگ ۾ لڳل گولي کان پوءِ ڪيس پوليس جي ڇاپن کان بچائڻ ۽ سندس ٽنگ جو علاج پڻ هڪ وڏي ڪهاڻي آهي جنهن تي بہ هڪ ڪتاب لکي سگهجي ٿو.

ڊاڪٽر قادر صاحب کي اسان ماڻهن جي نظرن کان بچائي اسان جي هيرآباد واري گهر کڻي آياسين. امان وڏي اچي، ڊاڪٽر قادر کي دعا ڏني ۽ همت ڏياري تہ ابا فڪر نہ ڪر. اجا مائرون جيئرون آهن. تون ڪنهن بہ قسم جو فڪر نہ ڪر. سمجهہ تہ پنهنجي ماءُ جي گهر آهين. 10 ڏينهن ڊاڪٽر قادر امان جي نگراني ۾ رهيو. امڙ پنهنجي اولاد جيان خدمت ڪئي، 10 ڏينهن کان پوءِ ڊاڪٽر قادر پنهنجي جڳهہ متائڻ خاطر اسان وٽان روانو ٿيو تہ سرڪار سڳوري کي ڪڙڪ پئجي وئي تہ ڊاڪٽر قادر اسان وٽ رهيل آهي. صبح فجر جو سڄي هيرآباد جو گهيراءُ ڪيو ويو ڪراچي مس. آءِ اي پوليس سان ڄامشورو سٽي ۽ مارڪيٽ ٿاڻن جي پوليس جا اٿالا اسان جي گهر ۾ گهڙي آيا. امان ۽ چاچي اميرزادي همت ڪري پوليس وارن سان اٽڪي پيون. اسان جي گهر مان ڊاڪٽر قادر جي پڇا ڪيائون، چئي رهيا

هئا تہ هتي زخمي ڊاڙيل رهيل آهي اهو ڪٿي آهي؟ امان ۽ چاچي چين تہ اوهان جو دماغ خراب ٿيو آهي. پوليس ٽتي شهر جي مشهور شربت جا شيشا ڏسي دابا ڏنا تہ ٽتي جي شربت جا شيشا ڪنهن پيتا آهن؟ ۽ اهو ڪٿي آهي؟ مگر هو ان ۾ ڪامياب نہ ٿيا. اسان جي ٽن ڇوڪرن منور لغاري، امير لغاري ۽ ڪريم لغاري کي گرفتار ڪيو ويو تہ امان ۽ چاچي ڪافي رڙيون ڪيون ۽ پوليس جي گاڏي ۾ چڙهي ويهي رهيون تہ اسان جي بيگناهہ ڇوڪرن کي ڇڏيو يا اسان کي بہ گرفتار ڪيو. مگر پوليس ڪين زوري گاڏي مان لاهي ڇڏيو پوليس انهن جي هڪ بہ نہ ٻڌي. ننڍڙن ڇوڪرن کي ڊاڪٽر قادر جي رهڻ واري جڳهہ جي خبر هئي، ليڪن هي نوجوان بہ سائين جي ايم سيد جي فڪر، سان سرشار هئا ۽ امان ۽ چاچي جا جذبي وارا اولاد هئا. مجال جو پوليس سندن کان مجرائي سگهي تہ ڊاڪٽر قادر ڪٿي آهي؟

1987 آڪٽوبر مهيني ۾ سنڌ يونيورسٽي ۾ جساف ۽ سپاف وارن وچ ۾ جهيڙو ٿي پيو. جساف جي اڳواڻ روشن ٻرڙي وارن سپاف جي مرڪزي اڳواڻ ڊاڪٽر ستار راڄپر جي پاٽيجن کي اغوا ڪيو. اها خبر جڏهن ايل ايم سي ۾ سندن عزيزن کي پئي تہ انهن بدلي طور ڄامشورو مان حيدرآباد اينڊڙ ڪاليج جون سڀ پوائنٽس بسون، راجپوتانا اسپتال وٽ بيهاري جساف جي ڪارڪنن کي اغوا ڪيو. اتفاق سان آئون بہ ان وقت هڪ بس ۾ ويٺل هوس، ان وقت مان جساف ايل ايم سي يونٽ جو نائب صدر هوس. اسان کي زوري هٿيارن جي زور تي اغوا ڪري پنهنجي گاڏين ۾ کڻي حيدرآباد شهر ۾ واقع ذوالفقار هاسٽل ۾ کڻي آيا. پڇڻ ڳڇڻ اسان تي تمام گهڻو تشدد ڪيو ويو. انهن ۾ اڪثريت منهنجي انهن يارن جي بہ هئي، جيڪي پهرين جساف ۾ هوندا هئا ۽ پوءِ ذاتي مفادن سبب جساف ڇڏي سپاف ۾ شامل ٿيا هئا ۽ اهي اڪثر منهنجي گهر ايندا هئا ۽ امان انهن جي بہ پنهنجي اولادن وانگر خدمت ڪندي هئي. مون تي تشدد ڪرڻ کان علاوه جيالن منهنجي هاسٽل جي ڪمري کي بہ باهہ ڏيئي ساڙي ڇڏيو. جنهن ۾ ان وقت منور پنهنجي CCS جي امتحان جي تياري پئي ڪئي. پاڻ ان وقت هاسٽل ۾ ڪونہ هو. مگر سندس ڪمري ۾ پيل CSS جا سڀ ڪتاب سڙي ويا. ان سڙيل ڪتابن جي دونهي ۽ ڪاغذن جي ڇار بہ منور کي گهڻو ذهني باغي ٿيڻ تي مجبور

ڪيو ۽ ان ڏينهن کان وٺي منور CSS جي امتحان کان لاڙو ختم ڪري، قومي تحريڪ ۾ هميشه لاءِ شموليت اختيار ڪئي. نيٺ شام جو اسان کي چڏيو ويو. آئون رتورت ٿي، رت وهائيندو گهر آيس، امان در کوليو، چيومانس، امان! تو جن کي مانيون ڪارايون، جي ۾ جايون ڏنيون، تن منهنجا هي حال ڪيا اٿئي. چيائين، ابا صبر ڪر، تون الله تي ڇڏ. پاڻهي الله حساب ڪتاب ڪندو. پوءِ ماءُ جي چيل لفظن تي اسان صبر ڪيو ۽ فيصلو خدا تي ڇڏي ڏنو ۽ خدا جو فيصلو تمام سخت هو. انهن مان اڪثر پوليس مقابلي ۾ مارجي ويا، ٻيا پنهنجي ذاتي دشمني سبب مارجي ويا.

1986ع کان پوءِ سنڌ جي قومي تحريڪ کي پنهنجن ئي ڇرا هڻڻ شروع ڪيا. قومي تحريڪ ننڍين ننڍين گروپن ۾ ورهائجي وئي. 1988 ۾ ڊاڪٽري پاس ڪري شاگرديءَ جو زمانو ختم ڪري، عملي زندگي ۾ پير پاتو. دوستن جا حال ڏسي مايوس ٿي ويهي رهياسون، مگر منهنجي امڙ بابا منور ۽ ڪريم وارن ڊاڪٽر قادر مگسي سان گڏ سنڌ جي قومي سياست جاري رکي. حيدرآباد ۾ 30 سيپٽمبر 1988 جو واقعو پيش آيو جنهن ۾ سوين شهري مارجي ويا. جنهن جو ڪيس ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ سندس دوستن تي درج ڪيو ويو. ان ڪيس ۾ ڀاءُ منور لغاري، ڪريم لغاري ۽ احسان لغاري جا نالا به شامل هئا. ان ڪيس سبب ڪريم لغاري ۽ احسان لغاري سڀ کان اڳ گرفتار ڪيا ويا. ڊاڪٽر قادر مگسي گرفتار ٿيو ته سڄي سنڌ ٻري اٿي. تمام گهڻو احتجاج ٿيو تي ڏينهن سڄي سنڌ ۾ مڪمل هڙتال ٿي، حيدرآباد شهر جي احتجاجن ۾ جتي مردن جي شرڪت تمام گهڻي هئي اتي عورتن به وسان ڪين گهٽايو. عورتن جي سڄي سرواڻي امان فاطمه، ادي سحر رضوي، گلناز لغاري، چاچي اميرزادي ۽ ٻين عورتن ٿي ڪئي. تحريڪ سبب ڊاڪٽر قادر مگسي جي گرفتاري ظاهر ڪئي وئي ۽ سندس حياتي جيڪا سخت خطري ۾ هئي، سا بچي وئي. منور لغاري مفرور ٿي ويو. ڪريم منهنجو ننڍو سؤٽ، پنج سال جيل ۾ بند رهيو. ان سڄي عرصي دؤران امان ۽ چاچي اميرزادي پنهنجي ٻچن کي بچائڻ ۽ آزاد ڪرائڻ لاءِ جدوجهد ۾ رهيون. پوءِ ڪڏهن سينٽرل جيل حيدرآباد ٻاهران بک هڙتال تي هجن ته وري ڪڏهن پريس ڪلب حيدرآباد ۽ ڪراچي آڏو مظاهرا ڪنديون هجن

تہ وري ڪڏھن لانڍي جيل تہ وري ڪڏھن سينٽرل جيل ڪراچي جي ٻاھران بک ھڙتالون ڪنديون رھيون. چاچي اميرزادي ويچاري پنھنجي پٽ ڪريم لغاري جي آزادي بہ نہ ڏسي سگھي. ھلي ھلي، صدمن جا سور سھي سھي ھن دنيا مان هميشه لاءِ ھلي وئي. امان ڪي اڄان بہ تڪليفون ۽ ڏک برداشت ڪرڻا ھئا. 1993ع ۾ منور ڀاءُ جلاوطني ڪري آمريڪا ھليو ويو. منور جي جلاوطني، امان جي جيءَ ڪي جھوري وڌو اڪثر ان کي ياد ڪري روئندي رھندي ھئي. 1993ع کان مرڻ تائين ڪڏھن بہ عيد تي نئون جوڙو نہ پاتو. جڏھن بہ ڪنھن جي شاديءَ ۾ ويندي ھئي تہ اتي بہ پٽ کي ياد ڪري ھنجون ھاري ويھندي ھئي، ٽي وي تي ڪو اھڙو ڪلام ايندو ھو جنھن ۾ وڇوڙي جو ذڪر ھجي تہ امان روئڻ لڳندي ھئي. اڪثر ڪري ھڪ ڪلام امان کان برداشت ڪونہ ٿيندو ھو.

ھر جاءِ پرين ھر محفل ۾،
مون کي تنھنجي ڪمي محسوس ٿي ٿئي،
تنھنجيون يادون سنڀالي رکيم دل ۾،
پر تنھنجي ڪمي محسوس ٿي ٿئي.

جڏھن بہ ٽي وي تي اھو ڪلام ھلي تہ امان جو روئڻ بند ئي نہ ٿيندو ھو. سڄي گھر کي روئاڙي وجھندي ھئي، پوءِ جڏھن بہ اھو ڪلام ٽي وي تي ھلندو ھو تہ اسان چينل ھٽائي ڇڏيندا ھئاسين يا ٽي وي بند ڪري ڇڏيندا ھئاسين.

مون سان، منھنجي گھرواري ۽ منھنجن ٻارڙن سان بي پناھہ پيار ڪندي ھئي. امان کي ٻارڙن ۾ منھنجو ڪڪو اسد تمام گھڻو وڻندو ھوس، ھڪ تہ سندس واحد پوٽو ھيو تہ سندس شڪل ھوبھو چاچا منور سان ملي ٿي، اسد کي تعليم لاءِ اتساھيندي ھئي. اسد جي نائين ڪلاس جي امتحان ۾ 88 سيڪڙو آيو تہ مارڪ شيٽ فوٽو اسٽيٽ ڪرائي، پاڻ وٽ رکي ڇڏي ھر ايندڙ ويندڙ کي اھا ڏيکاري خوش ٿيندي ھئي، ھينئر اسد جي مئٽرڪ جي ڏنل امتحان جو تمام گھڻو انتظار ھوس، روز اسد کي دعائون ڪندي ھئي تہ ابا الله ڪندو تہ تون ڪامياب ٿيندين ۽ آئون تنھنجون خوشيون

اکين سان ڏسنديس. ليڪن اسد جي مئٽرڪ جي رزلٽ امان جي لاڏاڻي جي ڏهين ڏينهن آئي. اسد A-1 گريڊ ۾ 88 سيڪڙو مارڪون کنيون. ڪاش امان پنهنجي شفقت جا هٿ اسد جي مٿي رکي پيار ڪري ها. رزلٽ ڏسي خوش ٿئي ها. ليڪن خدا کي ڪجهه ٻيو منظور هو. منهنجي ننڍڙي ڌيئرن ماه نور ۽ عريبا کي پڻ گهڻو پيار ڪندي هئي. اسد جڏهن پنهنجي پُيٽن سان وڙهندو هو ته کيس دڙڪا ڏيئي چوندي ته ابا پيٽن سان وڙهبو ناهي. پيار ڪبو آهي. منهنجي گهرواري کي به پنهنجي اولاد وانگر پالنيندي هئي. پنهنجن امير توڙي غريب مائٽن کي پڻ تمام گهڻو چاهيندي هئي. سيني وٽان پيرو پيچڻ سندن معمول هوندو هو ڏک ۾ سک ۾ سيني وٽ ويندي هئي. امان جي هڪ وصف بيان ڪرڻ رهجي وئي. اها هي ته هو تمام سگهڙ عورت هئي. امان کي گهر جي صفائي جو ايترو ته خيال هوندو هو جو تصور کان ٻاهر هو. ٻي ڪنهن جي ڪيل صفائي امان کي ڪڏهن به ڪونه وڻي. اگر گهر ۾ مٽي جو ذرو به هجي ته امان بي چين ٿي ويندي هئي. ڪپڙا ڌوئڻ ۽ انهن کي هٿن سان ويڙهڻ جو فن ته ڪو امان کان سکي. ڪپڙا اهڙا ڌوئبا ۽ وري اهڙي طرح ويڙهبا جو استري جي به ضرورت نه هجي. بيماري هوندي به جڏهن به جسم ۾ ٿورو ساهه ٿي پيس ته ڏنمر ته هٿ ۾ ٻوهارو ۽ صفائي پئي ڪري. منع ڪريو ته چڙي پوندي هئي ۽ چوندي هئي ته ابا مون کي ته ڪنهن جي به صفائي وڻي ئي نٿي. نوڪرن سان اولاد وارو رويو هوندو هو انهن سان گڏ پاڻ صفائي ۾ لڳي پئي هوندي هئي. ڪير منع ڪري ته ان سان جهيڙو.

بس پنج ڇهه مهينا ٻهرين بيمار ٿي پئي. علاج لاءِ ڪراچي جي آغا خان اسپتال ۾ وٺي وياسين. ڊاڪٽرن ڪينسر جو مرض تشخيص ڪيو. لاعلاج مرض. امان جا صرف ٻه پٽ هڪ جلاوطن ۽ ٻيو آئون. سرڪار سڳوري ضلع ڄامشورو جي سردارن جي چوڻ تي مون کان منهنجي ڊيوٽي جي چارج کسي مون کي گهر ويهاري. پنهنجي امڙ جي خدمت ڪرڻ جو واهه جو موقعو فراهم ڪيو. بيماري جي سڄي عرصي دوران امان سان گڏ رهيس. هن تمام گهڻي دليري سان موذي مرض سان مقابلو ڪيو ڪڏهن به ڪونه مڃيائين ته ڪو مون کي ڪينسر جي بيماري آهي. چوندي هئي ته ابا مون

کي ڪينسر ٿورئي آهي، جو مارينديو مڙيئي پيٽ ۾ پاڻي آهي. الله ڪندو اهو سڪي ويندو. ان سخت بيماري هوندي امان کي وڏي خوشي جي خبر ملي، ڪيس آمريڪا ويزي جو انٽرويو جو ليٽر اچي پهتو. امان انتهائي خوش هئي تہ وڇوڙو ختم ٿيڻ تي آهي، پنهنجي ٻچڙي جي 15 سالن جي جدائي ختم ٿيڻ تي آهي، وڃي پرين سان ملندس، چميون ڏيندس، هنڌا ڦيرينديس. اکين ساڻ ڏسندس. اگهڻ چمديس، اها آس، مٿان ڪينسر جو مرض اندر ئي اندر جسم کي کائي رهيو هو. ڊاڪٽرن بہ علاج کان جواب ڏيئي ڇڏيو. پورا ٻہ مهينا هئا رڳو ويزي واري انٽرويو لاءِ سور واريون گوريون کائيندي رهي، انتظار ڪندي رهي، تنگن هلڻ ڇڏي ڏنو عاشق پنهنجي معشوق سان ملڻ لاءِ بيچين هئي. ڪينسر جو موذي مرض اڌوهي جيان جسم کي اندران ئي اندران کائي رهيو هو. همت ايتري هئي جو تصور کان بہ ٻاهر. تصور ڪريو تہ جنهن مريض جو پيٽ بيماري سبب، پاڻي پرجڻ ڪري تمام گهڻو پرجي وڃي ۽ جگر ۾ سخت پٿرن جهڙا ٽي چار ڳوڙها هجن تہ ڪيئن ٿا سمجهو تہ اهو ماڻهو ڪيئن آساني سان ويهي سگهندو يا وري سمهي سگهندو. امان جنهن مهل اڪيلي هجي تہ چوي ابا ٿورو ٽيڪو ڏيئي اٿاريو تہ ٿوري دير لاءِ ويهان. پوءِ چند منٽن ڪانپوءِ چوي تہ ابا ويهي نٿي سگهان. بس مون کي سمهاريو مگر ايڏي تڪليف هوندي بہ جڏهن سندس تيمارداري لاءِ ڪير بہ اچي تہ امان ۾ عجيب قسم جي همت اچي ويندي هئي. منور ٽيليفون تي مون کي سخت هدايتون ڏيندو هو تہ ڀاءُ امان کي آرام ڪرڻ ڏيو ۽ جيڪي بہ مٽ مائٽ، دوست احباب ڏسڻ لاءِ اچن تہ انهن سان توهان ويهو. اها ڳالهہ جڏهن بہ امان سان ڪريون تہ امان، سڀ پنهنجا آهن، اوهان آرام ڪريو تہ سخت چڙ پئيندي چوندي هئي تہ ابا ماڻهو مون کي ڏسڻ لاءِ اچن ۽ آئون ستي پئي هجان، اهو نٿو ٿي سگهي. اوهان اگر ٿڪي پيا هجو تہ ڳالهہ ڪريو. ماڻهن سان ان وقت تائين بستري تي ويٺي هوندي هئي جيسين، هو پنهنجي ليکي موڪلائي روانو نہ ٿين. ڪڏهن بہ ڪنهن مان بيزاري محسوس ڪانہ ڪندي هئي.

منور جي امان سان تمام گهڻي محبت هوندي هئي، جلاوطني جي هوندي بہ روزانو فون تي امان کان دعائون گهرڻ معمول هوندو هوس. جتي بہ

جنهن بہ جڳهہ تي سنڌ جو ڪيس پيش ڪرڻ لاءِ وڃي تہ امان کي دعا لاءِ فون ڪري چوي تہ امان دعا ڪر تہ ڪامياب ٿيان. موٽ ۾ امان چوي تہ ابا الله ڪندو تہ ٻچا تون ڪامياب ٿيندين جتي پير اتي خير جي دعا جا لفظ هر وقت نڪرندا هئا. مون کي آغا خان اسپتال ۾ امان جا چيل اُهي لفظ بہ سڄي عمر ياد رهندا. امان جڏهن آغا خان اسپتال ۾ داخل ٿي تہ آئون هر وقت گڏ رهيس. هڪ ڏينهن تڪليف تمام گهڻي وڌي وئي امان هڪ اڳئي تمام ڪمزور، مٿان ڊاڪٽرن ٽيسٽون ڪرڻ لاءِ کاڌو بند ڪري، پيٽ صاف ڪرڻ لاءِ جلاب ڪرڻ وارو شربت ڏنو. پوءِ تہ امان جي طبيعت تمام گهڻي خراب ٿي وئي. هر هر باٿ روم ويڃڻو پيو پوي. آئون امان کي باٿ روم ۾ ويهاري، ڪمري ۾ ويٺو هوس. اندران آواز ڏنائين ابا انور اچ. اڄ منهنجو پٽ بہ تون آهين، ڌيءُ بہ تون آهين تہ پيڻ بہ تون آهين. مان امان جي سڏ تي جيءُ جو لفظ ڪڍيو تہ جيءُ ٻڌڻ شرط چيائين ابا تنهنجي جيءُ تان صدقي وڃان. اهي دعا جا لفظ ٻڌڻ شرط منهنجي اکين ۾ لڙڪ نير ڪري وهڻ لڳا. پر وري جلدي پاڻ کي سنڀالي ويس تہ مٿان امان پريشان نہ ٿئي. آغا خان اسپتال ۾ داخل ٿياسين تہ ڊاڪٽر اسماعيل ميمڻ منهنجي پاءُ، امان جي جيتري خدمت ڪئي، اها بہ زندگي ڀر ياد رهندي. ڊاڪٽر صاحب منهنجي امان کي پنهنجي سڳي ماءُ جيان سمجهيو ۽ عزت ڪئي. اسان کي ڊاڪٽر ضيغم عباس جي نگراني داخل ڪيائين. چيائين تہ ڊاڪٽر ضيغم صاحب منهنجو دوست آهي ڪيس پارت ڪندس. مون کي وٺي ڊاڪٽر ضيغم جي آفيس ويو ڊاڪٽر کي چيائين تہ ڊاڪٽر صاحب ڪمري نمبر 239 واري مريض جي پارت اٿو ڊاڪٽر چيو تہ پوڙهي اوهان جي ڇا ٿئي. ڊاڪٽر اسماعيل چيس تہ ڊاڪٽر ائين سمجهہ تہ منهنجي ماءُ آهي ڊاڪٽر اسماعيل وري ٻي ڏينهن ڪمري تي آيو ۽ چيائين تہ ڊاڪٽر ضيغم عباس گردن واري ڊاڪٽر اديب رضوي جي اسپتال ۾ بہ ڪم ڪري ٿو جتي سندس مريضن کي اسان وارو ويجهو پاڙن جهڙو دوست ڊاڪٽر عبدالله ميمڻ بيهوش ڪندو آهي. ڊاڪٽر عبدالله کي بہ فون ڪري چئون ٿا تہ ڊاڪٽر ضيغم کي پارت ڪري، ٻي ڏينهن جڏهن ڊاڪٽر ضيغم امان کي ڏسڻ لاءِ ڪمري تي آيو تہ ان وقت ڪمري تي منور پاءُ جي ساٿياڻي، دوست محترمہ حميرا رحمان

ڪينائيا مان امان کي ڏسڻ لاءِ آئي هئي، ڊاڪٽر ضيغم امان جي چڪاس ڪري مون کي ٻاهر اچڻ لاءِ چيو. آئون جيئن تہ هڪ ڊاڪٽر هئس، ان وقت ئي سمجهي ويس تہ ڊاڪٽر ٻاهر ڇا جي لاءِ وٺي ٿو وڃي. ڊاڪٽر اسماعيل سان گڏ ٻاهر ورانڊي ۾ آيس تہ ادي حميرا رحمان بہ ڪمري مان ٻاهر نڪري آئي. ان وقت ڊاڪٽر ضيغم مايوسي واري شڪل ٺاهي اسان کي چئي رهيو تہ امان جي بيماري تمام گهڻي وڌيل آهي، هاڻي دعائن جي ضرورت آهي هي علاج لاعلاج مرض آهي، آئون روئڻ لڳس، ادا اسماعيل ۽ حميرا رحمان مون کي تسلي ڏيندا رهيا پاڻ کي جڏهن سنڀاليم ۽ ڊاڪٽر ضيغم عباس کي ادي حميرا جو تعارف ڪرايم تہ ڊاڪٽر ضيغم حميرا کان پڇيو تہ پوڙهي توهان جي ڇا ٿي ٿئي. ادي حميرا چيو تہ ڊاڪٽر صاحب ائين سمجهو تہ ڄڻ منهنجي ماءُ هجي. ڊاڪٽر ضيغم عباس سخت حيرت ۾ پئجي ويو ڇيائين تہ هي پوڙهي هڪ سادي سودي ٻهراڙي نموني جي عورت کي حميرا بہ ماءُ چئي رهي آهي، ڊاڪٽر عبدالله ميمڻ کان بہ جڏهن پوڙهي بابت پڇيم تہ هو پنهنجي ماءُ پيو چوي تہ ڊاڪٽر اسماعيل ميمڻ وري پنهنجي ماءُ پيو چوي آخرڳالهہ ڇا آهي، تنهن تي ڊاڪٽر اسماعيل وراڻيو تہ ڊاڪٽر صاحب هي پوڙهي اسان سڀني جي ماءُ آهي. اسان جڏهن ڪجهہ بہ نہ هئاسين تہ هي اسان کي اولاد جيان، مانيون پچائي کارائيندي هئي، تڪليفن ۾ اسان کي پنهنجي جيءَ ۾ جايون ڏيئي پناهہ ڏيندي هئي. ڊاڪٽر صاحب اهي لفظ ڪونهن جيڪي اسان اوهان کي ٻڌايون. مون ان وقت ڊاڪٽر ضيغم جي اکين ۾ ڏک جا ڳوڙها ترندي ڏٺا، ڊاڪٽر موڪلائي روانو ٿيو. آغا خان اسپتال مان واپس حيدرآباد گهر آياسين امان کي اهو انتظار تہ ابا خبر ناهي تہ بيماري اها اجازت ڏيندي تہ پنهنجي جلاوطن ٻچي کي اکين سان ڏسي سگهنديس يا نہ هر وقت تڙپ رهندي هئي. انهيءَ تڙپ ئي امان کي بيماري سان مقابلو ڪرڻ جي سگهہ ڏني ۽ ان لاعلاج مرض سان جنگ جوٽي. صرف اها ماءُ جي آس ئي هئي جنهن ان کي زندهہ رهڻ تي مجبور ڪيو. موت کي قريب کان ڏسندي ان مقابلو جاري رکيو. ان آس جي پڄاڻي جو وقت اچي پهتو هو ۽ ويزا انٽرويو ويجهو اچي چڪو هو ان جي تياري ۾ لڳي وياسين، سڀ کان ڏکيو مرحلو امان جي ويزا لاءِ فٽنيس جي ٽيسٽ هئي

جيڪا اسان کي آغا خان اسپتال مان ڪرائڻي هئي، اهو هڪ ڏکيو مرحلو هو هڪ ڪينسر جو مريض جنهن کي ڊاڪٽر لاعلاج قرار ڏيئي چڪا هجن، تنهن کي اها فٽنيس ڪرائڻي هُئي، تہ هو سفر ڪرڻ جي لائق آهي ۽ نيڪ آهي. قسمت ساٿ ڏيئي رهي هئي، شابس هجي وري بہ اسان جي ياءَ ڊاڪٽر اسماعيل ميمڻ صاحب کي جنهن پنهنجون سڀ ڊيوٽيون ڇڏي بہ اسان کي هن مرحلي مان ڪڍيو ۽ ڊاڪٽرن دوستي نڀائيندي اهڙو سرٽيفڪيٽ ڏنو تہ امان، هن وقت سفر ڪرڻ جهڙي آهي. ويزي جي ڪاغذن جي پورائي ڪري ويزا وٺڻ لاءِ اسلام آباد لاءِ روانا ٿياسين. اسلام آباد ۾ امان جو پٽ، منهنجو دوست، منهنجو ياءَ ڊاڪٽر غلام حيدر زرداري صاحب رهندو آهي. سندس گهريلو ماحول بہ اسان جي گهر جهڙو آهي. ٻولي بہ امان واري سرائڪي ڳالهائين، منور فون تي اسان کي چيو تہ توهان اسلام آباد ۾ سندس CSP دوست سيد جمال مصطفيٰ جا مهمان ٿجو ۽ هو اوهان کي هر سهولت ڏيندو امان چئي تہ ابا آئون ڊاڪٽر زرداري جي گهر رهندس، ان جي گهرواري سندس ٻار مون کي پنهنجي ماءُ وانگر عزت ڏيندا آهن. ڊاڪٽر صاحب کي فون ڪيم تہ ادا اسلام آباد ۾ تنهنجا مهمان آهيون. امان اچي پئي. چيائين تہ ادا اُن لاءِ فون ڪيو اٿئي؟ آئون پشاور ۾ ڊپارٽمينٽل ٽريننگ لاءِ آيل آهيان مهيني جي ٽريننگ آهي. اوهان اچو سڀ بندوبست ٿي ويندو. چيومانس تہ ادا، امان هلي ڪونہ ٿي سگهي، ويل چيئر جو بہ بندوبست ڪجان. چيائين تہ امان رڳو تنهنجي ڪونهي، منهنجي بہ ماءُ آهي. مان بہ سندس پٽ آهيان، منهنجو بہ فرض آهي تہ سندس خدمت ڪريان. چو تہ امان جا پڇاڻل تڪر اسان اڄان تائين ڪونہ وساريا آهن. اهي اڄ تائين ياد آهن. چيائين تہ امان فاطمه جي ڏيئي ۽ تنهنجي ڀاڄائي ايئرپورٽ تي موجود هوندي سڀ ڪجهہ ٿي ويندو. واقعي جيئن چيائين ائين هر طرح جو بندوبست ڪيائين. بيگم زرداري اسان جي ڀيڻ، ڪڪي سميت اسلام آباد ايئرپورٽ تي، اسان جي استقبال لاءِ موجود هئي. پنهنجي گاڏي ۾ امان لاءِ ويل چيئر پڻ کڻي آئي هئي، اسان جي ڀيڻ ۽ سندس ڏيئرن توڙي پٽن اسان جي هر طرح جي خدمت ڪئي، امان جي پنهنجي سڳي ماءُ وانگر خدمت ڪئي. امان آخر وقت تائين کين دعائون ڏيندي رهي. ڀاڄائي سڪينه

واقعي ڊاڪٽر غلام حيدر زرداري جي ڪمي محسوس ٿيڻ نہ ڏني. واقعي هو مردن جهڙي عورت آهي ڊاڪٽر صاحب جي سڄي گهر جي هر سسٽم کي همت سان سنڀالي ويٺي آهي. ڊاڪٽر صاحب بہ هر وقت فون تي اسان جي خبر وٺندو رهيو. ٻي ڏينهن امان بابا وارن جو ويزا انٽرويو هو. آئون بہ بابا ۽ امان سان گڏ آمريڪن سفارتخاني ويس. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي اسپتال جي ويل چيئر، گهر تي بہ رکي ڇڏي، ان ويل چيئر امان لاءِ گهڻي سهوليت مهيا ڪئي. جڏهن ويل چيئر تي امان چڙهي سفارتخاني جي جنهن جنهن جڳهہ تي پهتي، اتي هر جڳهہ تي آساني سان اڳتي رستو مليو ٿي. ماڻهن هر جڳهہ مريض سمجهي امان کي اڳيان روانو ٿي ڪيو. مان ويل چيئر هلائڻ جو بهانو ڪري سفارتخاني جي اندرين دروازي تائين پهچڻ ۾ تہ ڪامياب ويس. مگر اتي مون کان پڇيو ويو تہ اوهان وٽ اصلي شناختي ڪارڊ آهي يا نہ؟ مون وٽ ان وقت ڪلر فوٽو ڪاپي وارو ڪارڊ تہ هو مگر اصلي ڪارڊ مون کان گهر وسري ويو. مون کي روڪيو ويو. گهڻو ئي چيومان تہ مان ڊاڪٽر آهيان، منهنجي امان جي طبيعت خراب آهي منهنجو ساڻس گڏ هجڻ لازمي آهي. مگر انهن منهنجي هڪ بہ نہ ٻڌي مون کي واپس ٻاهر ڪڍيو ويو. ٻاهر انتظار گاهہ ۾ ويٺس. بابا امان جي ويل چيئر کي ڌڪي اندر وٺي ويو. آئون ٻاهر ويهي دعائون گهرندو رهيس تہ الله سائين، امڙ کي آمريڪا جي ويزا ڏيار تہ جيئن هو زندگي جي آخري گهڙين ۾ پنهنجي جلاوطن پٽ سان ملي پنهنجي جگر، جنهن ۾ ڪينسر جا گولا تپش ڏيو ويٺا هئا، تنهن کي ڪجهہ گهڙين لاءِ ٺاري سگهي. هر پندرهن ويهن منٽن کان پوءِ اميدوار انٽرويو ڏيئي ٻاهر نڪري ٿي آيا. اڪثر جو منهن لٽل ڏسڻ سان معلوم ٿي ٿيو تہ همراهن کي جواب مليو آهي وري ڪو ڪو همراهہ يا ناري ٻاهرايندي ئي پري کان چهرو ٻهڪندي ڏٺم ۽ پري کان چوندي ٻڌم تہ مبارڪ هجي ڪامياب ٿياسين. هڪ ڇوڪري جيڪا اڪيلي انٽرويو لاءِ آئي هئي. سا پڻ جڏهن ڏٺم تہ خوشي ۾ ٽپا ڏيندي اچي. ٻاهر اچڻ شرط پنهنجي گهروارن ۽ پيارن کي فونن جا نڪا ڪري ٻڌائڻ لڳي تہ ويزا مليو اٿم. ڪافي دير کان پوءِ سنڌي ٽوپي پاتل سفيد وڳو اوڙهيل اڇين مڇين وارو پوڙهو ويل چيئر تي ويٺل اپري سادي سودي پوڙهي کي ٻاهر وٺي اچي رهيو آهي، اها پوڙهي

منهنجي جيجل امان هئي. بابا جي جيئڻ ئي مون تي نظر پئي ته پري کان چيائين ته مبارڪ هجي ڪامياب وياسين. ويزا لڳي ويو اڪين ۾ خوشي جا لڙڪ تري آيا. امان کي پاڪر پائي مبارڪ ڏنم ڏاڍي خوشي هئي، ساهه پئجي ويو هوس، بيماري وسري ويس. پٽ سان ملڻ جي جستجو ذري گهٽ اسلام آباد ۾ هوندي پاڻ کي واشنگٽن ۾ محسوس ڪري رهي هئي. واپس ڊاڪٽر زرداري جي گهر پهتاسين. بابا 500 روپين جي مٺائي گهرائي ورهائي، بابا اڪثر پئسن ڪيڏڻ ۾ ڏاڍو ڊرو هوندو آهي مگر ان ڏينهن صفا ڪپڙن ۾ نه پيو ماپي، چيائين جلدي ڪريو مٺائي گهرايو رات جو منور جي CSP دوست سائين جمال شاهه راولپنڊي ۾ دعوت ڪئي. گاڏي موڪلي اسان کي پنڊي گهرايو تمام گهڻو آدرڀاءُ ڪيائين. ماني به زبردست تيار ڪرائي، مگر امان ويچاري ته بيماري سبب ماني کائي نه سگهي. موڪلائڻ وقت جمال شاهه کي دعائون ڏيندي موڪليائين ته ابا الله ڪندو ته اجان به وڏو آفيسر ٿيندين. امان جا چيل دل سان دعا جا لفظ واقعي جمال شاهه کي لڳا. امان اجان حيدرآباد مس پهتي ته خبر آئي ته جمال شاهه ملڪ جي سڀ کان وڏي ضلعي راولپنڊي جو DCO ٿيو آهي.

ٻئي ڏينهن واپسي جي فلائيٽ هئي سڀ جا سڀ جلدي جلدي تياري ڪري، امان ڊاڪٽر زرداري جي گهروارن کي دعائون ڏيندي موڪلايو. اسلام آباد مان ڪراچي ايئرپورٽ پهچي حيدرآباد لاءِ ٽيڪسي ڪري اچي حيدرآباد پهتاسين.

امان کان بيماري جا سڀ سور وسري ويا سڀ مٽ مائٽ عزيز دوست ڪيس ويزي ملڻ تي مبارڪون ڏيڻ ايندا رهيا. بس هاڻي سنڌس پنڌرهن سالن جي وڇوڙي جون گهڙيون جلدي ختم ٿيڻ تي هيون. امڙ پنهنجي قومي ورڪرن جي ولر جي هڪ پکي جيڪو ڪيترن سالن کان پنهنجي مٽي، پنهنجي ڌرتي، پنهنجي ممتا، پنهنجي سنگين ساٿين کان پري وڃي، پنهنجو آکيرو ٺاهيو هو. ممتا، ان آکيري کي پنهنجي اکين سان ڏسڻ ٿي چاهيو. اهي اکيون جيڪي پندرهن سال روئي روئي، پنهنجي جواني جو نور وڃائي چڪيون هيون. ليڪن انهن اکين ۾ اجان به ايتري روشني باقي هئي

جو هو پنهنجي پرينءَ کي پسي ٿي سگهيون. جيجل پنهنجي سنڌ جي جلاوطن ٻچڙي ڏي وڃڻ جون تياريون شروع ڪري ڇڏيون.

ارادا اٽل هئا. مضبوط ارادن سان ڪينسر جي موذي مرض کي شڪست ڏيئي موت سان اکيون اکين ۾ ملائي من ۾ جوت جڳائي آمريڪا اسرڻ جا ڏينهن ڳڻڻ لڳي. سڀ تياريون مڪمل ٿي ويون. منور جو فون آيو امان سان ڳالهيائين. پڇيائين ته امان تياري مڪمل آهي؟ ڪپڙا لٽا ورتا اٿئي؟ پنهنجو خيال رکجانءِ. هتي سردي گهڻي ٿيندي آهي تنهن جو بندوبست ضروري ڪري اچجان. امان چيس ته پٽ سڀ ڳالهيون صحيح، منهنجي سڀ تياري مڪمل آهي پر منهنجا سڪيلڌا منهنجي اکين جا تارا، هنيئن جا هار تون ته ٻڌاءِ تنهنجي سنڌ امڙ مان تنهنجي جيجل پنهنجي سهڻي لاءِ ڇا وٺي اچي؟ منور چيو ته امان ڪجهه به نه وٺي اچجانءِ صرف ٻه شيون پاڻ سان آڻجانءِ هڪ سنڌ جي سوکڙي سنڌي رلي ۽ ٻيو منهنجي سنڌو ماتا جي واري، پنهنجي هٿن سان ڪٺي اچجانءِ ته ان مٽيءَ کي اکيان رکي تنهنجي سامهون ان تي سجدو ڪريان ۽ سنڌوءَ جي خوشبو وٺان. اهو چئي فون بند ڪري ڇڏيو امڙ سنڌي رلي ۽ سنڌوءَ جي واري جو بندوبست ڪيو. بابا جهاز جي ٽڪيٽن لاءِ پئسن جو بندوبست ڪيو. منور جهاز لاءِ اها هدايت ڪئي ته ان جهاز جو ٽڪيٽ وٺجو جيڪو سڌو ڪراچي کان واشنگٽن اچي. خبر پئي ته UAE ايمريٽ ايئر لائن ڪراچي کان دبئي ۽ دبئي کان سڌي واشنگٽن وڃي ٿي ۽ ٻي قطر ايئر لائين جي فلائيٽ ڪراچي کان دوها ۽ دوها کان واشنگٽن ويندي. ٻنهي مان سستي معلوم ڪئي سين. چيائون ته قطر ايئر لائين سستي آهي. ان جون ٽڪيٽون بڪ ڪرايون سين.

نيٺ اهو ڏينهن به اچي پهتو جنهن جو ورهين کان انتظار هو. گهر تي امان بابا کان موڪلائڻ لاءِ مٽ مائٽ، دوست احباب شام کان ئي اچڻ لڳا. گهر ۾ خوشي جو سمان هو سڀ امان کي پنهنجي جلا وطن پٽ ڏي وڃڻ تي مبارڪون به ڏيئي رهيا هئا ته امان کي صحت يابي لاءِ دعائون به ڪري رهيا هئا. آئون پنهنجي پاڙي جي انهن گهرن کي وساري جڻ ته زيادتي ڪندس، جن امان جي بيماري دؤران اسان کي جيڪا محبت ڏني، مانُ ڏنو عزت ڏني،

اها سچي زندگي ياد رهندي. خاص طور ادا طارق خاصخيلي ۽ سندس گهر واري ادي سهڻي. ڀاءُ جاويد هاليپوٽو ۽ سندس گهرواري منهنجي ڀيڻ. ادي راشده، منهنجو ڀاءُ سلام ميمڻ ۽ سندس گهرواري ادي سمرين کي ڪڏهن بہ وساري ڪونہ سگهندس. جن امان جي پنهنجي سڳي امڙ جيان خدمت ڪئي. امان بہ آخري وقت تائين کين ۽ سندن ٻچن کي دعائون ڏيندي وئي. الله خوش رکندن. صبح جو ساڍين پنجين وڳي فلائيٽ جي اڏام جو وقت هو ايئرپورٽ تي 3 ڪلاڪ اڳ پهچڻو هو اسان رات جو ٻارهين وڳي گهران روانا ٿياسين. امان گهران نڪرڻ وقت پنهنجي پرس ۾ جيڪي بہ ٽي هزار هئا سي گهر ۾ سندس خدمت ڪندڙ ڇوڪري، ٻورچي ۽ ڪالوني جي دروازي تي مقرر ٿيل غريب چوڪيدارن ۾ ورهائي ڇڏيا. مون گاڏي پٺي هلائي. امان اڳين سيٽ تي ويٺي هئي، پوئين سيٽ تي منهنجي گهرواري صبيحه، منهنجو پٽ اسد، منهنجون ڏيئر عريبا ۽ ماه نور ويٺا. ڄامشورو جو ٽول پلازه ڪراس ڪيوسين تہ امان چيو تہ ابا گاڏي بيهار. آئون پويان پنهنجي ٻچن سان گڏ ويهندس. صبيحه کي اڳيان ويهڻ لاءِ چيائين. پاڻ پوئين سيٽ تي اسد جي پرسان ويهي رهي. سڄي واٽ اسد ۽ ماه نور جي هٿن ۽ ڳلن تي پيار ڪندي رهي ۽ دعائون ڏيندي رهي. امان کي آمريڪا روانو ڪرڻ لاءِ اسان جو سؤٽ ڀاءُ امير، چاچا گهنور پنهنجي گاڏين ۾ هئا. ماما حاجي دوست علي ۽ شوڪت علي جا پٽ اشرف لغاري ۽ سلمان لغاري پنهنجي سيني خاندان جي ڀاتين لاءِ بس جو اهتمام ڪيو ۽ حيدرآباد مان ٽي دير سان نڪتا. امان ايئرپورٽ تي سندن ڏاڍو انتظار ڪيو تہ پنهنجي ڀائرن جي اولاد کان موڪلايان. مگر اهي ٽائيم تي پهچي ڪونہ سگهيا. امان لاءِ ويل چيئر جو بندوبست ڪيوسين. ويل چيئر واري همراهہ چيو تہ ٽائيم ٿي ويو آهي. امان ۽ بابا، سيني کي ڀاڪر پائي موڪلايو. آئون امان جي پيرن تي هٿ رکي ڀاڪر پائي موڪلايو. اکين مان نير وهي آيا. امان ۽ بابا جي ايئرپورٽ ۾ اندر وڃڻ کان پوءِ واپس گاڏي لاءِ اچي رهياسين تہ اشرف لغاري وارن جي بس بہ اچي پهتي. جڏهن ٻڌايوسين تہ امان اوهان جو الاهي انتظار ڪري هاڻي اندر رواني ٿي وئي. ڪافي ڏکارا ٿيا.

بابا پنهنجي بيمار جيون ساٿي ڪي جنهن سان زندگي جا پنجاهہ سال گڏ گذاريا. ساڻ وٺي تمام وڏي هوائي سفر تي روانا ٿي رهيا هئا. بابا ست درجا سنڌي جا پڙهيل، لطيف جو پارکو، سڄي قومي تحريڪ ۾ چاچي محمد علي لغاري جي ناليٰ سڃاتو ويندڙ پنهنجي جلاوطن پٽ سان ملڻ جي خوشي ۾ ايترو تہ خوش هو جو سندس هوش حواس خطا هئا. هر ڳالهہ وري وري سمجهايانس پيو تہ بابا ايئرپورٽ تي هيٺن وڃبو ائير لائن جي ڪائونٽر تي وڃي سيٽ ڪنفرم ڪرائبي، انهن کي امان جي بيماري جو ٻڌائبو. ويل چيئر جو ڪمپيوٽر ۾ نوٽ ڪرائبو. سامان تي اسٽيڪر لڳرائبو. مطلب تہ هر طرح جي چاڻ وري وري ڏني مانس ٿي تہ جيئن تڪليف نہ ٿئي. بابا چيو تہ انشاءَالله خير سان پهچي ويندا سين. ائين بابا ۽ امان حيدرآباد، ڪراچي، دوها کان ٿيندا سڄي دنيا جو لٽ سردار آمريڪا جي گادي جي هنڌ واشنگٽن پهتو. هڪ غريب گهراڻي سان تعلق، مسڪين هاري جو پٽ، ڪڏهن سوچيو بہ ڪونہ هوندو تہ آئون پنهنجي مسڪين بيمار زال سميت اڄ واشنگٽن جي سر زمين تي پير پاتو آهي. اها سر زمين جنهن سنڌن پٽ کي پناهہ ڏيئي پنهنجي شهري هجڻ جو اعزاز بخشيو. مون منور کي فون تي ٻڌايو تہ ڪير بہ شخص اگر نيڪ نيتي سان سچي دل سان محنت ڪري، کنهن مقصد لاءِ پاڻ پتوڙي ٿو تہ خدا، ان جي محنت ڪڏهن بہ رائيگان وڃڻ ڪونہ ڏيندو آهي. ڪڏهن پنهنجي مسڪين امان بہ سوچيو هوندو تہ اها ائين دنيا جي ملڪن جا سفر ڪندي ليڪن اها سندس سچائي هئي. سندس پورهيو هو. جڏهن ننڍي هوندي هي پنهنجي مٽان لٽ ڪنيو ويٺي هوندي هئي سڄي رات چار وڳي تائين ويٺي هوندي هئي، چانهہ ڪاڙهي ڏيندي هئي ۽ چوندي هئي تہ ابا محنت ڪري پڙهو. محنت سان ئي سڀ ڪجهہ آهي، تعليم سان ئي سڀ ڪجهہ آهي ان جي محنت جي نتيجي جي ڪري ئي اسان پڙهياسين. خدا امان کي ان ڪيل محنت جو صلو ڏنو تہ هن اڄ آمريڪا جي ڌرتي تي پنهنجا پير گهمايا آهن. اهو سچو سندس محنت جو نتيجو آهي.

اسان موٽي حيدرآباد پهچي وياسين. 24 ڪلاڪ گذري ويا. ٻي ڏينهن صبح منور کي فون ڪري امان جو پڇيم، ٻڌايائين تہ امان خيريت سان

پهچي وئي، ٺيڪ آهي. امان سان بہ ڳالهايم. آواز ڪمزور لڳو. روزانو فون تي امان جي خبر پيو وٺندو هوس. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ٻڌايائين تہ امان بابا کي آمريڪا جو گرين ڪارڊ ملي ويو آهي. امان جي باري ۾ ٻڌايائين تہ ٺيڪ ڪونهي. روزانہ اسپتال وٺي ويندو آهيان. ٻہ ٽي دفعا پيٽ مان پاڻي بہ ڪڍايو آهي. امان جي آواز ۾ ڏينهون ڏينهن ڪمزوري ايندي وئي. بيماري وڌندي وئي. آمريڪا ملڪ، جتي ميڊيڪل سائنس تمام گهڻي ترقي ڪئي آهي. مگر انهن وٽ بہ منهنجي امڙ جو علاج ڪونہ هو مرض اڌوهي جيان اندر ئي اندر امان جي ماس کي کائي رهيو هو ڊاڪٽرن علاج کان جواب ڏنو. منور مون کي فون تي چيو تہ امان ٺيڪ ڪانهي. تون ۽ اسد گڏجي ڪوشش ڪريو تہ راضي ٿئي تہ هو واپس پنهنجي سنڌ اچي ۽ جيڪو بہ الله جو سڏ ٿئي تہ پنهنجي مٽي تي ٿئي. مون فون تي امان کي روئي عرض ڪيو تہ امان اسان سڀ توکي دل سان ياد ڪري رهيا آهيون. تون هڪ دفعو اسان ڏي اچ وري زندگي موقعو ڏنو تہ وري آمريڪا وڃجانءِ. امان ويچاري اندران اندران سمجهي وئي هئي. تنهن چيو تہ ابا جيڪا اوهان جي مرضي، چيائين تہ منهنجي ٻچي منور جيڪا منهنجي خدمت ڪئي آهي تنهن جو تہ ڪو حساب ئي ناهي الله خوش رکندس.

29 مئي تي منور فون ڪري ٻڌايو تہ آئون، بابا ۽ امان کي پاڻ سان گڏ دبئي وٺي اچي رهيو آهيان. جتان امان پهرين جون تي صبح جو ساڍي ائين وڳي ڪراچي پهچي ويندي اوهان صبح جو ڪراچي وڃجو. اسان پهرين جون تي امان کي وٺڻ لاءِ ڪراچي ايئرپورٽ تي پهچي وياسين. جهاز جي پهچڻ کان پوءِ بہ ٻہ اڍائي ڪلاڪ گذري ويا مگر امان ۽ بابا اسان کي ٻاهر ايندي نظر ڪونہ آيا. ڪافي دير کان پوءِ اسان کي ويل چيئر تي هڪ هڏن جي پڃري نما هڪ جهور پوڙهي نظر آئي. مٿي تي گرم ٽوپي پاتل هوس ۽ ڪوٽ پهريل هوس. اسد ۽ صبيحه کي چيم تہ اها اٿئي پنهنجي پوڙهي. امان کي ڏسڻ شرط اکين مان ڳوڙها ڳڙي پيا. روئي ڏنم. ٿوري دير کان پوءِ بابا امان جي ويل چيئر کي ڌڪيندو ٻاهر آيو. ڊُڪي وڃي امان ۽ بابا جي پيرين پيس. امان جي ڪمزوري ڏسي اکين مان وري وري ڳوڙها ڳڙي ٿي پيا. دير ٿيڻ جو سبب بابا ٻڌايو تہ هڪ بيگ دبئي ايئرپورٽ تي رهجي وئي.

تنهنڪري ان بيگ جي واپسي جا فارم ڀرڻ سبب دير ٿي وئي. حيدرآباد وڃڻ لاءِ امان مون سان گڏ گاڏي ۾ ويٺي. بابا ٻي گاڏي ۾ ويٺو. امان ايترو ته ڪمزور هُئي، جو جسم جو هڪ هڪ هڏو نظر ٿي آيو. پير سُڄي ويا هئا. پاڻي گهريائين، پاڻي پيتائين ته گلي ۾ اٽڪي پيو پويس.

ساڄي هٿ جي آگر ۾ ٻه سونيون منڊيون پاتل هوس. هڪڙي جو ننگ ٽٽل هو. ٿوري گاڏي هلي ته آهستي آهستي ڪري اهي منڊيون لاهڻ لڳي. پڇيومانس ته امان اهي ڇو ٿي لاهين؟ چيائين ابا هاڻي سونيون منڊيون ڇا ڪنديون. اهي ٻئي لاهي منهنجي گهرواريءَ کي ڏنائين ۽ چيائينس ته اهي ٻئي منهنجي پوٽي اسد جون آهن. امان کي جيئن ٿي ڏنم اندر ئي اندر ۾ ڏک جا اڌما ٿي اٿيا. اکين ۾ لڙڪ تري ٿي آيا. مگر وري محسوس ڪيم ته امان پريشان ٿي ويندي. پنهنجو پاڻ تي ڪنٽرول ٿي ڪيم. حيدرآباد ايندي رستي تي سفر دوران امان کان آمريڪا جون خبرون پڇندو رهيس. هر وقت پنهنجي جلا وطن پٽ منور جون خبرون ٻڌائيندي رهي. چئي ته منور پنهنجي حلالي پٽ هجڻ جو فرض ادا ڪري ڇڏيو. خدا ڪندو ته پنهنجي قومي فرض جي ادائگي ۾ به ڪامياب ٿيندو. اهو به چوڻ لڳي ته ابا جڏهن قسمت ڪلي ته جسم ساٿ ڇڏي ڏنو. پڇيومانس ته امان آمريڪا ڪيئن لڳو ته چيائين ابا ڪهڙو آمريڪا گهميس، منهنجو آمريڪا به منور هو. واشنگٽن به منور هو ته منهنجو نيويارڪ به منور هو. آئون ته منور ڏسڻ وئي هئس، سنڌ جو قومي ورڪر منور ڏسڻ وئي هئس. ڪهڙي آمريڪا، ڪهڙو واشنگٽن، ڪهڙو نيويارڪ. پڇيومانس، امان پلا منور کي ڪا هدايت ڪئي؟ چيائين ته ها ابا، چيومانس ته جيڪا دعا وٺي، مون وٽان سنڌ مان نڪتو هئين. جنهن فرض شناسي جو ذمون پنهنجي ڪلهن تي کڻي تون هتي آيو آهين. ان تي قائم رهجانءِ، سنڌ اڃان به وڌيڪ اڃهامي وئي اٿئي. سنڌو سڪو پيو اٿئي. سمجهه ته جهڙا منهنجا هينئر حال اٿئي، سنڌ ويچاري جا به حال اهڙا ئي اٿئي. پڇيومانس ته امان موڪلائڻ وقت پنهنجي پٽ کي ڇا چيئي؟ چيائين ته ابا! الوداعي ملاقات ۾ ماءُ پنهنجي جلاوطن پٽ کي ڇا چوندي، ابا مڙئي دل تي پٿر رکي موڪلايم. دل ئي دل ۾ دعائون پئي ڏنيومانس. امان پلا اهو ته ٻڌاءِ هو توکي آخري وقت ڇا چئي رهيو هو.

چيائين تہ ابا ويچارو چا چوندو. همت پئي ېڌرايائين تہ تون بلڪل ٺيڪ آهين. پاڻ وري ملنداسين. ابا مون کي ان وقت هڪڙو شعر ياد آيو هو جيڪو هميشه سائين جي. ايم. سيد جي سالگرهن يا لطيف سائين جي ڏهاڙن تي قومي ڪارڪن ڳائيندا هئا. امان ېڌاءِ ڪهڙو. چيائين تہ ابا:

ڪتيون ڪئين قيد ۾ گذريون، وري چيٽن ۾ ملنداسين
سرنهه پيلا جهليندي گل، انهن ڪيتن ۾ ملنداسين

ڳالهيون ڪندي ڪندي امان کي ننڊ جو خمار اچي ويو ۽ اسين حيدرآباد پهچي وياسين. حيدرآباد واپسي تي امان جي طبيعت پڇڻ ۽ کيس ڏسڻ وارن جو سلسلو جاري ٿي ويو. پاڙي وارن بہ خوب امان سان نڀايو. امان کي آمريڪ جي ماني بلڪل راس ڪانہ آئي. هتي اچڻ کان پوءِ منهنجي گهرواري منهنجي ڏيئرن عريبا ۽ ماه نور دل سان پنهنجي ڏاڏي جي خدمت ڪئي. ڪاڏي جو خاص خيال رکيو. پاڙيوارن بہ پنهنجي طرفان امان لاءِ خاص شيون ٺاهي ٿي موڪليون. اهي واپرائڻ سان امان جي طبيعت ۾ ڪجهہ بهتري آئي. ليڪن اهو سلسلو بہ عارضي هو. چند ڏينهن کان پوءِ امان جي طبيعت وري خراب ٿيڻ لڳي. پيٽ پرجڻ لڳو. کاڌو پيتو بلڪل بند ٿي ويو. ڏينهون ڏينهن ويتر ڪمزور ٿيندي وئي. ان جي باوجود بہ پنهنجي ٻارن کي گهرائي، گڏ ويهاري چوي تہ ابا اچو تہ تاش راند ڪريون. پوءِ ٻارن کي خوش ڪري، ٻار چونس تہ ڏاڏي اسان کي ڳائي ېڌائي، تہ هميشه ڳائي تہ: "هٿين گل ميندي، پيرين گل ميندي منهنجي اسد کي لايو ڙي، منهنجي منور کي لايو ڙي" يا وري ٻار چونس تہ ڏاڏي اسان کي لولي ڳائي ېڌاءِ تہ لولي سرُ ۾ ڳائي الله هو الله هو چوندي هئي.

اسد جي تعليم جو فڪر تمام گهڻو هوندو هوس. اسد جي اسڪول جي فيءَ ۽ ٻين ضروري ضرورتن ۾ اڪثر لڪي لڪي اسد جو هٿ ونڊائيندي هئي. منور کي سدائين پنهنجي پوٽي اسد جي پارت ڪندي هئي. جڏهن بہ اسد جي اسڪول جي في جو مسئلو ٿيندو هو تہ پريشان ٿي ويندي هئي. پوءِ منور سان جهيڙو بہ ڪندي هئي ۽ چوندي هئي تہ تون اسد جي اسڪول جي فيءَ بہ نٿو ڏين تہ پوءِ تون ڪيئن هن کي ٻاهرين ملڪن ۾

اعليٰ تعليم ڏياريندين. جڏهن به منور اسڪول في ڏيڻ ۾ دير ڪري ۽ نه ڏي ته پريشاني جي عالم ۾ ماٺ ماٺ ڪري گهران هلي ويندي هئي. پوءِ شام جو هتان هُتان اوڌر وٺي به اچي اسد کي اسڪول جي فيءَ ڏيندي هئي. اڪثر اسد جو هٿ جهلي ڳلن تي پيار ڪندي هئي ۽ چوندي هئي ته اسد ته منهنجي منور جي فوٽو ڪاپي آهي. مون کي اسد مان منور جي خوشبو ايندي آهي.

لاڏاٽي کان هڪ ڏينهن اڳ منهنجي ننهي ٻارن کي ڀاڪر وجهي سڏايائين ۽ سيني کي پيار ڪيائين. اسد جو هٿ جهلي گهڙي گهڙي اهو چوندي رهي ته اسد پٽ پنهنجي چاچا منور جو فون ملائي ڏي ته ڳالهيانس. ڪافي دفعا اهو چيائين. ان ڏينهن شام تائين منور جو فون نه ملي سگهيو. ۽ پوءِ رات جو دير سان جيئن ئي منور جو فون مليو ته امان ان وقت ڳالهائڻ جي سگهه وڃائي چڪي هئي، اکيون کليل هيون، ليڪن زبان ساٿ نه پئي ڏنو. اتان منور رڙيون ڪندي، چوندو رهيو ته امان او امان. آئون تنهنجو منور آهيان، امان مون سان ڳالهائي. امان منهنجي امان، مون کي دڙڪا ڏي، امان مون کي لولي ٻڌاءِ مگر امان، ان وقت تمام گهڻي ڪوشش جي باوجود به ڳالهائي ڪونه سگهي. صرف اکيون کولي پاسي ۾ ويٺل پنهنجي پوٽي جو هٿ جهلي ورتو. مگر ڪجهه چئي نه سگهي. آئون روئندو رهيس. اتي ويٺل سڀ روئي ويٺا. پاءُ منور به فون بند ڪري ڇڏي. سڄي رات قرآن پاڪ جو ورد جاري رهيو. جمع جي صبح تي 27 جون 2008 ڏينهن جو ساڍي 10 وڳي سنڌ جي قومي قافلي جي قومي ورڪر هميشه لاءِ دم پنهنجي ڌرتي حوالي ڪيو. ان وقت ڪالوني جي دروازي تي چوڪيدارن جي ريڊيو تان هي ڪلام جهونگارجي رهيو هو:

سڪي پيا کي ملين ته چئجان ته چانڊني تو سوا نه ٿيندي،
اچين ته منهنجي اماس ۾ آ، چوته ٻي رات ڪانه ٿيندي

■ امان! نہ صرف ڈاڪٽر انور لغاري ۽ انجنيئر منور لغاري جي ماءُ هئي، ۽ نہ صرف محمد علي لغاري جي گهرواري هئي. پر هوءَ اسان پارن آدرشي انسانن جي پڻ ماءُ هئي. هن جو وڇوڙو دردناڪ آهي. پر آئون ايمانداري سان سمجهان ٿو تہ امان زنده آهي.امان امر آهي. ڊاڪٽر انور لغاري انجنيئر منور لغاري جي روپ ۾ سائين محمد علي لغاري جي يادن جي خزاني ۾ هميشه ياد رهندي.

پلي چايون مائرون، سنديون صالحن،
محشر جي ميدان ۾ تن کي ڏاج مِلن،
پين ويچارين اوجاڳا اجايا ڪيا.
(شاھ)

فقط

**مير مولا بخش لغاري**

پان سعيد آباد۔ دادو

28_6_2008

■ امڙ فاطمه جون منهنجي فيملي سان وڏيون يادون آهن. اسان جي هڪ غريب فيملي آهي پر مون کي منهنجي والد امان فاطمه جي لاءِ ٻڌايو تہ امان پنهنجي ڳوٺ ايندي هئي. اسان ٻئي ڀيٽيون گڏجي ڦٽيون چونڊيون هيوسين امان هڪ زنده دل عورت هئي الله کيس جنت ۾ جاءِ ڏي

**نثار محمد نظاماڻي**

ڳوٺ باگو دادواڻي

● منور جي ماءُ اسان جي ماءُ هئي. سائس هڪ يادگار ڪچهري جنهن ۾ چاچا محمد علي ۽ پاڻ لطيف سرڪار جون دعائيه شاعري پڙهايون جيڪي مون وڊيو تي رڪارڊ به ڪري رکيون ان کان پوءِ اڪثر امڙ سان ڪچهري ٿيندي هئي. پر هن سالن کان سندس زيارت ۽ گفتگو کان محروم هئاسين. منور هميشه ياد رهندو. دعاگو رهندس.

سيد يار محمد شاهه

● چاچيءَ جي انتقال جو رسماً ته جيترو به ڏک ڪجي ٿورو آهي سندس وڇوڙو هڪ حقيقي ماءُ جي وڇوڙي برابر آهي. الله تعاليٰ کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏيندو.

چاچي هڪ شفيق، هڏ ڏوکي ۽ محسن ماءُ جيان هر ڪنهن سان نڀايو. سنڌ جي قومي تحريڪ سان سندس ڳانڍاپو ڪيترن ئي ڏهاڪن کان رهيو جيڪو هڪ رواجي ڪارڪن کان وڌيڪ ۽ گهٽ وڌيڪ رهيو. جنهن به ڪارڪن تي رياستي ڏاڍ جو ڪو ڏکيو لمحو آيو ته جڻ سندس پٽن تي ڏکيو ڏينهن آيو پوءِ هڪ ماءُ جيان سيني جو پَر جهلو ٿي، کين پناهه ۽ امان ڏيندي رهي. هر جدوجهد ۾ چاچيءَ کان سواءِ ڪو به ميڙاڪو جڻ ته اڻپورو رهيو. سندس نه صرف شرڪت بلڪ انتظام ۽ سنڀال سندس ګڻ رهيا. ڪيترن ئي گهڙين ۾ هو اتساهه ۽ اميد جو ڪرڻو بڻجي اسان جي ويساهه کي جيارينيدي رهي. نه رڳو قومي جدوجهد، پر ذاتي طور به سندس شفقت ۽ رهنمائي هميشه درڪار رهي. سائس ڏک ونڊيندي ائين لڳندو هو جڻ ڪنهن وڏي پوست مان نجات ملي. هوءَ هڪ سياڻي، سيبتي ۽ وفادار بهادر عورت جيان زنده رهي ۽ جدوجهد ۾ ويساهه رکندڙ لکين نوجوانن لاءِ مشعل راهه اميد ۽ اتساهه جي علامت طور هميشه زنده رهندي.

چاچي جي انتقال تي نه صرف چاچي محمد علي، ڊاڪٽر انور يا منور جو نقصان ٿيو پر جڻ سڄي سنڌ جو قومي نقصان ٿيو.

شال ڌڻي ايڏو سُور ۽ صدمو سهڻ جي سگهه عطا ڪري ۽ مرحومه کي جنت ۾ جاءِ ڏي.

ڊاڪٽر رحيم سولنگي
28_6_2008

• ڦلي غلام فاطمه نه رڳو منهنجي ڦلي هئي بلڪ هو منهنجي ماءُ هئي مونکي به هن نپايو هو. عورت هئڻ جي ڪري هوءَ هڪ بهادر عورت، وڏي همت واري عورت هئي، هن تي ڪي ئي تڪليفون آيون پر ڪڏهن به محسوس ڪرڻ نه ڏنو. اڪثر ڪري صبر جو دامن نه ڇڏيائين. بيماري جي وقت ۾ به صبر ۾ گذاريائين. هن کي پٽ جي جدائي ڪري بيماري محسوس نه ٿيندي هئي، چوندي هئي مونکي دعا ڪر آئون منور پاءُ سان ملان مون کي 1000 روپيه جعفر شاهه جو نياز ڏنائين پر چيائين ته ڪجهان ملو. ۽ دعا گهرجانءِ ته آئون منور سان ملان پر انهيءَ وچ ۾ بيماري جو وڏو حملو ٿيو هُئس. پر ڪابه پرواهه نه ڪيائين ۽ آخر ۾ پاءُ منور سان آمريڪا ملڻ لاءِ هلي وئي. هڪ مهينو چار ڏينهن اتي رهي پوءِ واپس آئي. پوءِ به گهر ۾ ڪنهن فرد کي تڪليف نه ڏنائين، ڳالهائيندي وچي پنهنجي حقيقي جهان ڏي پهتي. هي دنيا ڇڏيائين. ڦلي امان لاءِ لکجي ته هڪ داستان ٺهي سگهي ٿو. پر اسان جي قلم ۾ ايڏي قوت نه آهي جو ڦلي جي زندگيءَ جو احوال لکان. پر اها ڳالهه وري ڪندس ته منور جي محبت ۾ بيماري يعني ڪينسر. سو به موذي مرض. جنهن جي نالي ٻڌڻ سان مريض اڌ ختم ٿيو وڃي. پر ڦلي ڪڏهن به بيماري کي محسوس نه ڪيو صرف محبت ۾ اها محبت به اولاد جي.

فقط

بشير احمد لغاري

28_6_2008

• مونکي صد افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته مخلص پاءُ ادي انور لغاري جي بزرگ هستي امڙ محترمه هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري وئي ۽ ان مادري شفقت کان اسان سڀ محروم ٿي وياسين. جيڪو دعائن جو دروازو اسان لاءِ رب پاڪ وٽ کليل هو اهو بند ٿي ويو. اسان سڀ رب پاڪ کان دعاگو آهيون ته هن کي ۽ اسان کي رب پاڪ ڪُلن دعائن جو ۽ استغفار ڪرڻ ۽ ان جي شفقت ۽ محبت پريل ڳالهين جو ذڪر ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي ته جيئن امڙ جي راحت جو سامان ٿيندو رهي ۽ رب سائين انهن جي مغفرت

فرمائي. ۽ ابدي راحت جا دروازا کلن ۽ رب سائين اسان سڀني کي صبر جي توفيق عطا فرمائي. آمين ثم آمين.

دعاگو در ڏٺي

**آفتاب احمد ميمڻ**

**نوشهرو فيروز**

● ناني امان تہ بلڪل ننڍپڻ جي عمر ۾ گذاري وئي. امان جو وڇوڙو تڏهن ٿيو جڏهن جيل ۾ ملاقات بند هئي، امڙ جي وفات جي خبر امان جي گذاري وڃڻ جي ٻن ڏينهن کان پوءِ پئي. ماءُ جو پيار شفقت ۽ آفاقي ڇپر ڇانوَ جو اندازو هر اولاد کي بخوبي آهي، جيجل ماءُ جو نعم البدل تہ ناممڪن آهي پر ننڍپڻ ۾ ناني امان جو پيار ۽ امان جي گذاري وڃڻ کان پوءِ چاچي امان جي شفقت، ان جو پيار ۽ دعائون، ائين محسوس ٿيندو هو جڻ امان امير زادي جو ڇپر ڇانوَ (امان مرحومہ جي قبر ۾ هوندي بہ) هميشه ان هوبهو سڳي ماءُ ماءُ جي پيار جي سائي جيان مون تي موجود آهي. مون کي سدائين چوندي هئي تون منهنجو پائيٽيو نہ پر پٽ آهين ۽ اها ڳالهہ چوڻ جي حد تائين نہ بلڪہ بلڪل هڪ حقيقت هئي. آمريڪا کان واپسي کان پوءِ جيئن چاچي امان سان ملڻ ويس تہ پاڻ سفري ٿڪاوٽ ۽ بيماري سبب ڪافي بيحال هئي، ڪليل اکين سان مون کي ڏسندي ٿورو پٽڪي، مون کي چيائين تہ ڪريم پٽ اڄ مون سان پاڪر پائي مل ۽ پوءِ پاڪر پائي ملڻ کان پوءِ چاچي امان جي اکين ۾ ڪافي دير پاڻي هو ۽ آئون بہ سندس پيرن ۾ ويٺي سڏڪندو رهيس. چاچي امان جو اهو پاڪر ۽ امان امير زادي جو سينٽر جيل ڪراچي جي ماڙي ۾ پاتل آخري پاڪر مون لاءِ بلڪل هڪجهڙو ۽ برابر آهي. عجيب لمحواج بہ ائين موجود آهي، ڪالهہ امان جو آخري ديدار آئون نہ ڪري سگهيس، ۽ اڄ بہ چاچي امان جو آخري ديدار جلاوطني سبب پاءُ منور بہ نہ ڪري سگهيو جيئن اسان پائرن جو درد ساڳيو آهي ۽ برابر ائين امان مرحومه ۽ چاچي جو پيار اسان سڀني پائرن ۽ سؤٽن لاءِ بلڪل برابر ۽ هڪ جيترو رهيو سچي حياتي زندگي جي آخري گهڙي تائين.

**ڪريم لغاري**

28_6_2008

● چاچي کي الله جنت نصيب ڪري اسان کي اهي ڏينهن به ياد آهن جڏهن سندس هٿن سان ٺاهيل مانيون کائي پوءِ يونيورسٽي پڙهڻ ويندا هئاسين ۽ مون کان به پنهنجي اولاد جيان دعائون ڪري موڪلائيندي هئي. اج وري مان هڪ ٻي ماءُ کان به محروم ٿي ويس.

**ڊاڪٽر غلام رسول جتوئي**

27_6_2008

● چاچي روايتي سنڌي عورت جيڪا همٿ سان سڄي زندگي قومي قافلي سان گڏ رهي خدا کيس جنت نصيب ڪري ۽ پنين کي به صبر عطا ڪري.

**ڊاڪٽر مولابخش ٽيپو**

● ڊاڪٽر لغاري جي والده هن ٿهي جي نوجوان قومپرست سياست جي پانڌيئڙن جي امڙ هئي، سندس دکدائڪ موت جو ڏک سڀن جي دلين ۾ آهي، خصوصاً چاچي محمد علي لغاري جنهن جو هم ساٿي جدا ٿي ويو آهي، ۽ منور علي لغاري، جيڪو ماءُ جي مڙهه جو آخري ديدار نه ڪري سگهيو الله سندس نيڪين جو اجورو کيس آخري آرامگاهه ۾ نصيب ڪندو. آمين ـ

**سيد جلال محمود شاهه**

28_6_2007

● ڊاڪٽر انور لغاري جي ماءُ اسان سڀني قومي ڪارڪنن جي ماءُ هئي. مون کي هميشه چوندي هئي ته ابا انور جي پارٽ اٿئي، تون سندس سڳو ڀاءُ آهين. امڙ جو رشتو هوندئن ته دنيا جي مڙني رشتن کان مٿانهون آهي. پر هيءَ ماءُ سنڌ جي قومي جدوجهد ۾ پنهنجي سڃاڻپ رکندي هئي، جڏهن قومي ڪارڪن عتاب ۾ هوندا هئا ۽ ڪٿي کين پناهه نه ملندي هئي، تڏهن هن ماءُ جي هنج مڙني قومي ڪارڪنن لاءِ وڏو آسراهه هئي. پاڻ تمام گهڻي همت ۽ حوصلو رکندڙ بهادر عورت هئي. خدا کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ

ڏئي ۽ سندس پٽن ڊاڪٽر انور ۽ جلاوطن منور کي هن جي وڇوڙي جو غم سهڻ جي توفيق ڏي.

**روشن علي ٻرڙو**

▪ چاچي کان وڌيڪ اسان جي ماءُ هئي ۽ قومي تحريڪ ۾ اسان سان ان جو نباهه اسان جي سڳي ماءُ کان وڌيڪ رول ۽ ڪردار هو. چاچي جي موت تي ماءُ جهڙو ڏک ٿيو آهي. الله سائين جنت ۾ جاءِ ڏيندس.

**حيدر شاهاڻي**

● هڪ محب وطن ۽ جلاوطن جي جيجي، سيني کي چڏي اڄ وڃي سنڌ ڌرتي ۾ سکياڻي ٿي. سنڌي ماڻهو جڏهن هي دنيا ڇڏي وڃي سنڌ ڌرتي ۾ سمهي ٿو تہ اهو ابدي ۽ لافاني ٿي وڃي ٿو. ڇو تہ "ميائي جياس جي وڃي مڙهہ ملير ڏي" اڄ هوءَ سيني سنڌين وانگر سنڌ ڌرتي ۾ امر ٿي وئي آهي. هوءَ امان جنهن ڊاڪٽر انور ۽ منور جهڙا جوڌا پٽ ڄڻيا آهن. شال اهڙيون امائون، سنڌ جون نياڻيون صدا ۽ سلامت ۽ سکيائون هجن. ۽ اهڙا پٽ ڄڻين جيڪي سنڌ تان سر ڏيندي سرها ٿين. ۽ سنڌ ڌرتيءَ جو شان ۽ مان مٿانهون رکن. آمين.

**در محمد پالاري**

▪ مون کي جڏهن چاچي جي وفات جو اطلاع ٻي ڏهاڙي ٿيو تہ نهايت ڏک ٿيو. چاچي کي اسان ننڍپڻ کان وٺي قومي ڪارڪن جي حيثيت سان ڏٺو. هر ڪارڪن مرحومه کي چاچي جي نالي سان ياد ڪندا هئا.

قومي جدوجهد ۾ چاچي محمد علي ۽ سندس پٽن ڊاڪٽر انور لغاري، منور لغاري ۽ ڪريم لغاري وارن تي پوليس جي وٺ پڪڙ بعد چاچي هئي جنهن گهر ۽ قومي تحريڪ جي ماڻهن جو ساٿ ڏنو. چاچي جون قومي خدمتون اسان ڪڏهن بہ وساري نٿا سگهون.

**محمد خان زنئور**

**انسپيڪٽر پوليس**

● ڊاڪٽر انور لغاري منهنجو نہ صرف هڪ سٺو دوست آهي پر ڀاءُ کان مٿي آهي. سندس امڙ جي انتقال جو ڏاڍي صدمو ۽ افسوس ٿيو. ڊاڪٽر انور پنهنجي والده جي لاءِ جيڪي ڇپيو انهيءَ مان اهو ظاهر آهي تہ امڙ اڄان زندهہ آهي ۽ امر آهي. الله پاڪ کين جنت ۾ جاءِ ڏي ۽ ڊاڪٽر انور کي صبر عطا ڪري. آمين.

**ڊاڪٽر رشيد اختر**

●

مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات،
هونداسي حيات، جيئڻا اڳي جي جيئا.

موت هڪ حقيقت آهي. پر ڪڏهن ڪڏهن ڪي ماڻهو موت کان پوءِ وڌيڪ امر بڻجي ويندا آهن ۽ ڊاڪٽر انور ۽ منور جي ماءُ ۽ منهنجي پڦي ۽ (ڀين سيني جي چاچي) پنهنجي اندر هڪ قومي تحريڪ هئي. ۽ اهي قوتون جيڪي هينئر هڪ مڪمل پارٽي يا تحريڪ بڻجي چڪيون آهن. انهن جي چٽنگ ڏکائي باهہ پڙڪائڻ ۾ جيترو هٿ ﺑﺌﻲ ڪنهن جو آهي تہ انهن کان وڌيڪ محنت ۽ خدمت پڦي جي بہ شامل آهي. هو ڀلي هينئر اسان ۾ موجود نہ هجي پر سندس خدمتون ۽ جذبا اسان لاءِ سدائين مشعل راهہ رهندا.

**لطيف لغاري**

● اڄ مان جنهن عظيم عورت جي لاءِ دعا جا هٿ کڻڻ لاءِ هتي پهتو آهيان هي سنڌ جي جاکوڙين لاءِ ماءُ جو درجو رکندڙ آهي. هن پنهنجي هٿن سان سنڌ لاءِ جدوجهد ڪندڙن جون خدمتون ڪيون ۽ سندن حوصلا وڌايا. منور جي جدائيءَ جو ڏک سالن تائين پالڻ جي باوجود هن جو عزم هميشه اوچو رهيو. شال سنڌ جي مٽي کيس محبت ۽ پاڀوهہ مان، سيني سان سانڍي رکي.

**نصير ميمڻ**
(ڪراچي)

• مون کي مرحومہ غلام فاطمه سان ملڻ جا ڪي ٿي موقعا مليا مون ڪيس شفيق ماءُ ۽ هڪ بهادر قومي ورڪر جي حيثيت سان ڏٺو هوءَ نهايت ملنسار ۽ خوش مزاج نظر ايندي هئي. منهنجو هن خاندان سان مائٽي وارو تعلق هجڻ ڪري مون کي تمام گهڻو پيائيندي هئي. آئون ڪيس اڪثر ناني ڪري سڏيندو هئس تہ هوءَ مذاق ڪندي چوندي هئي تہ مونکي ناني نہ ڏاڏي سڏيندو ڪر. اڄ سندس وڇوڙي تي بيحد ڏک محسوس ڪري رهيو آهيان. بهرحال موت برحق آهي ۽ هر انسان کي ان جو ذائقو چکڻو آهي. دعا آهي تہ الله تعاليٰ کيس پنهنجي ٻاجهہ سان جنت ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ پوئترن کي صبر جي توفيق ڏئي آمين"

**اصغر علي مجيداٽو**
**پڪا چانگ، ضلع خيرپورميرس**

• وڇوڙو ۽ وصال زمان ۽ مڪان جي ڪيفيتن مان گذري ٿو ماءُ جيجل هجي تہ وڇوڙو ڇورو ڇنو ڪريو ڇڏي. الله امڙ کي پنهنجي وشال رحمتن ۾ اعليٰ مرتبو عطا ڪري ۽ ڏکويلن کي صبر عطا ڪري.

**لالا رحمان سمون**
**حيدرآباد**

• اهو ارمان رهندو تہ چاچيءَ جي ڪلهي ڪانڌي نہ ٿيس ڇاڪاڻ تہ اطلاع نہ هو. مون ننڍپڻ ۾ سندس هٿن جون پڪل مانيون ٿي ايتريون کاڌيون هيون جو سدائين چاچي محمد علي سان گڏ هوندا هياسين. چاچيءَ جهڙيون مائرون جي سنڌ ۾ چند هجن تہ هيءَ سڳوري سنڌ ايترا سور هوند نہ سهي، پوليس جا ڇاپا، ڪورٽون، اذيتون سهڻ جي هر ڪنهن ۾ همت ۽ حوصلو نہ هوندو آهي. هن گهر جي ٻاتين سان اهو حشر سدائين هلندو رهيو آهي پر اها چاچي هئي جيڪا سيني جي لاءِ ڏڍ ۽ حوصلو هئي ان جو وڇوڙو هڪ خاندان لاءِ نہ پر سنڌ جي گهڻ گهرن جو گڏيل ڏک آهي. شل رب سائين جوارِ رحمت ۾ کيس جاءِ ڏئي

**اسماعيل آزاد ٿيبو**
**موري منگر**

■ اڄ چاچا محمد علي لغاري، جيڪو منهنجي آئيڊلسٽ ۾ شمار ٿئي ٿو تنهن سان اسان جي امڙ (چاچي) جي وفات تي ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون. انهيءَ عظيم امڙ، جنهن هڪ بردبار ۽ بهادر پٽن کي جنم ڏنو آهي جنهن ۾ ڊاڪٽر انور علي ۽ منور لغاري جون ڪاوشون قابل تعريف آهن. امان جي لاءِ الله تبارڪ وتعاليٰ کان دعا آهي تہ کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي.

**مختيار علي لغاري**
ڏگاٽو بوزدار، ٽنڊو الهيار

● ادا منور لغاري!

اوهان جي ماءُ جهڙيون عظيم هستيون سنڌ ڌرتي تمام گهٽيون پيدا ڪيون آهن جن توهان جهڙا سنڌي قوم جي خدمت ڪندڙ قرباني ڏيندڙ جهيڙو ڪري پنهنجا حق حاصل ڪندڙ پوءِ اهو حق سنڌ ڌرتي تي رهي وٺن يا آمريڪا ۾ رهي پنهنجي جدوجهد ڪن، پيدا ڪيا آهن. اوهان جي ماءُ جي وڇوڙي تي اوهان جي ڏک ۾ هي پوري سنڌي قوم شامل ۽ گڏ آهي.
**محمود لغاري**
ڏگاٽو بوزدار 2008_6_29

■ ادا ڊاڪٽر انور لغاري!

اوهان جي امڙ پوري قوم جي امڙ هئي، جنهن اسان سڀني نوجوانن کي قومي راهہ تي هلندي تمام گهٽي رهنمائي ڪئي ۽ پنهنجي قومي حقن کي حاصل ڪرڻ. پوءِ اهي پنهنجي ڌرتي ۾ رهي وٺن يا ملڪ کان ٻاهر. يا ڪنهن بہ طبقي ۾ رهي ڪن. ان امڙ کي سلام آهي جنهن توهان جهڙا پٽ پيدا ڪيا، جيڪي اڄ بہ قومي راهہ تي گامزن آهن. الله کيس جنت نصيب ڪري ۽ سڀني پوئينرن کي صبر عطا ڪري.

**عبدالرحمن پهنور**
قاسم آباد، حيدرآباد
2008_6_29

■ ماءُ جو وڇوڙو هجي ۽ پٽ کان پڇجي تہ تون تاثرات ڏي آئون سمجهان ٿو تہ محبت کان محبت جو حساب ورتو پيو وڃي. مون کي هڪ ماءُ جنم ڏنو ۽ سنڌ جي تمام ڪيترن مائرن محبت ۽ پناهہ ڏيئي پنهنجو سمجهيو پر چاچي جي محبت سنڌ جي وجود جي محبت جي پيٽ رکي ٿي. چاچي هميشه مون کي پنهنجي ٻچن وانگر محبت ۽ اتساهہ ڏنو ۽ پنهنجي محبتن جي چانوَ ۽ پناهہ ۾ رکيو. پنهنجي ماءُ لاءِ صرف ايترو چوندس تہ پنهنجي ڪوڙي جي گرمي جنهن ۾ صرف ۽ صرف محبت ۽ دعا ۽ پناهہ هجي ان لاءِ مون وٽ ڪي بہ لفظ نہ آهن.

**امير پنهور**
**چيئرمين - سنڌ نيشل پارٽي**

■ چاچي جو وڇوڙو هڪ عظيم ٻاجهاري ماءُ جو وڇوڙو آهي. چاچي ڊاڪٽر انور ۽ منور جي ماءُ نہ هئي پر پوري سنڌ جي قومي ڪارڪنن جي ماءُ هئي. چاچي، سنڌ جي پريشان حال ۽ مصيبتن جي ستايل ڪارڪنن لاءِ ٻاجهہ ۽ سائي جو سبب هئي. سنڌ هڪ عظيم ۽ محبتي ماءُ کان محروم ٿي وئي سندس وڇوڙي جو ڏک نہ رڳو سندس ڪٽنب جو ڏک آهي پر سڄي سنڌ سوگوار آهي سندس قومي تحريڪ لاءِ ڏنل قربانيون وسارڻ جوڳيون نہ آهن.

**دلشاد ڀٽو**

■ امان فاطمه جو ڪردار ٽالسٽائي جي "ماءُ" جهڙو آهي. جيڪا ڪمزور ۽ هيڪلن لمحن ۾ ڏڍ ۽ آٿت جو سبب بڻجي تحريڪن کي تيز طوفانن سان منهن مقابل ٿيڻ جي سگهہ بخشيندڙ آهي. مون هن کي جلاوطن پُٽ منور سندس خدمت ڪندڙ پٽ ڊاڪٽر انور، پنهنجي ور ۽ قومي تحريڪ جي ڪاهوڙي ڪردار چاچا محمد علي کان وڌيڪ قومي تحريڪ جي ڪارڪنن جي خدمت ۽ انهن سان محبت ڪندڙ ڏٺو. هوءَ سنڌ جي اهڙي ڏياوان عورت هئي جنهن جي اکين ۾ مونکي منهنجن خوابن جي

ساپيان نظر ايندي هئي هن کي ڏسڻ سان اسان مان گهڻن کي ويساهه پختو ٿي بيهندو هو تہ جنهن سنڌ ۾ امان فاطمه جهڙيون مائرون موجود هجن، اها گهڻو وقت غيرن جي غلامي ۾ نہ رهي سگهندي. خدا هن جي روح تي پنهنجي رحمت جون بارشون ڪري. آمين.

**ڪامريڊ حسين بخش ٿيبو**

● امان فاطمه صرف ڊاڪٽر انور ۽ منور جي نہ پر سڀني ڪامريڊن جي ماءُ هئي. الله کيس جنت الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائي. سندس وڇوڙو اسان سڀني لاءِ تمام گهڻي ڏک جو سبب رهندو.

**نورالدين عباسي**

● امان فاطمه ڊاڪٽر انور ۽ منور جي ماءُ نہ پر سڀني سنڌي محبِ وطن جي ماءُ هئي. امان هميشه سنڌ ۽ سنڌ ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن لاءِ جدوجهد ڪئي. الله کيس جنت الفردوس ۾ جڳهہ ڏئي. ۽ سندس وڇوڙو اسان سڀني سنڌي ماڻهن لاءِ تمام گهڻو ڏک جو سبب رهندو.

**ذوالفقار سومرو**

● امان سڳوري ڊاڪٽر انور لغاري جي ماءُ نہ بلڪ منهنجي ماءُ هئي، هن سنڌي قوم جي ماءُ هئي. هن جي سنڌي قوم جي لاءِ خدمتن کي فراموش نٿو ڪري سگهجي، پڳوان امان کي "سُرڳ" ۾ جاءِ ڏي

**ڊاڪٽر جئہ ڪمار سوني**
**حيدرآباد**

● چاچيءَ کي مون هميشه سگهڙ عورت وانگر ڏٺو ۽ ان سان گڏ حقيقي قومي ڪارڪن جو جيڪو ڪردار هئڻ گهرجي، ان جي مالڪ هئي. اسان قومي ڪارڪنن کي ان جي ڪردار مان سبق وٺڻ گهرجي. چاچي جي قومي ڪردار کي سنڌ هميشه ياد رکندي

**امير علي ٿيبو**

• منهنجي لاءِ ڊاڪٽر انور لغاري جي ماءُ جي وفات جي خبر هڪ وڏو شاڪ آهي. مرحومہ قومي تحريڪ جي ڪارڪنن جي لاءِ جنهن ريت پنهنجي شفقت ۽ محبت پکيڙي، هي سڀ هڪ اثاثو آهي. خدا تعاليٰ مرحومه کي پنهنجي دائمي رحمت ۾ جڳهہ ڏي ۽ هن جي مغفرت فرمائي ۽ جنت الفردوس ۾ جڳهہ عطا ڪري

خدا رحمت کند اين عاشقان پاک طنيت را

**مظفر عالم صديقي**

لطيف آباد۔ 2008_7_1

• امڙ جي وفات هڪ اهڙو خِلا آهي جيڪو صدين تائين پُرجڻ جو ناهي. امڙ جو يا علي مدد چوڻ ۽ دل جي گهراين سان علمدار حسين کي دعائون ڏيڻ اڄ بہ گونجن پيون. مولا ڪائنات امڙ کي جنت الفردوس عطا ڪري پنجتن جي صدقي.

**طارق علي علمدار حسين ۽ فيملي**

30_6_2008

• چاچي جي وفات اسان جو جي جهوري ڇڏيو آهي منور ۽ انور جي رڳو ماءُ نہ هئي پر اسان سمورن سياسي ڪارڪنن جي امڙ هئي، خدمت جو جذبو همت ۽ حوصلو ڏيڻ، سندس رڳ رڳ ۾ سمايل هو. اڄ هوءَ اسان ۾ ناهي پر اهڙي چاچي هر گهر ۾ هجڻ گهرجي. جتي وڃڻ سان اوپرائپ جو احساس نہ ٿئي، هر هڪ محسوس ڪري تہ پنهنجي گهر ۾ آهيان. الله سائين چاچيءَ کي جنت ۾ جاءِ ڏيندو. ۽ چاچي محمد علي، انور ۽ منور کي حوصلو ۽ همت عطا ڪندو. آمين.

**علي حسن چانڊيو**

وائيس چيئرمين۔ سنڌ ترقي سنڌ پارٽي

2_7_2008

● چاچي فاطمه لغاري، جنهن کي آئون گذريل ويهہ سالن کان سڃاڻان ۽ جڏهن بہ ملي پنهنجي سڳي ماءُ جيان محسوس ٿي. هميشه سندس چهري تي محبت (جيڪا هڪ ماءُ جي اولاد لاءِ ٿيندي آهي) سجيل رهي، ۽ اڪين ۾ اينڊڙ لاءِ، ملنڊڙ لاءِ آجيان رهي، جرئت، همت جو پيڪر رهي. سوين هزارين ڪارڪنن ۽ قومي تحريڪ جي پانڌيئڙن لاءِ اجهو ۽ ڇانوَ رهي. سندس وڇوڙو يقيناً سندس وڏن اولاد، ڪٽنب لاءِ دکدائڪ آهي، پر اسين سندس ڏک کي اوترو ئي محسوس ڪريون ٿا. چاچي جهڙا بهادر ڪردار اسان لاءِ زندگي ۾ اجهو ۽ ڇانوَ رهيا پر سندس يادون ۽ همتون سدائين اتساهہ جو مرڪز رهنديون. سندس ڪٽنب جهڙا ڏکارا آهيون ۽ پاڻ کي تعزيت لائق محسوس ڪندي رب پاڪ کان چاچي لاءِ جنت فردوس جي التجا ڪريون ٿا.
**هوت خان گاڏهي**

● آءُ رابيل تي ماڪ ٿي مهڪندس جيئن پرهہ جا پکيءَ
آءُ تيئن چهڪندس، آءُ آهيان هتي زندگاني جيئان،
گم نہ ٿيندس پرين عمر فاني جيئان.
(اياز)

افسوس جو اڄ قلم ساٿ نٿو ڏئي تہ ڪيئن چاچيءَ جي اڳيان مرحوم جو لفظ لکان، هڪ سگهڙ عورت جيڪا سڄي سنڌ جي چاچي هئي ۽ پاڻ گهڻ طرفي شخصيت هڪ بهادر ۽ باهمت عورت. سندس گهر هر عزيز قريب کان وٺي قومي ڪارڪن تائين هر ڪنهن کي پنهنجو گهر محسوس ٿيندو هو. گذريل ڪجهہ ڏهاڪن کان قومي تحريڪ ۾ شايد ڪو ڪارڪن هجي جنهن کي چاچي جي هٿ سان پچايل بہ گرهہ نصيب نہ ٿيا هجن. چاچيءَ جهڙيون با اعتماد، بردبار، حوصلہ مند عورتون مون زندگيءَ ۾ تمام گهٽ ڏٺيون. جيڪي ساڳئي وقت هڪ پنهنجي گهر گهاٽ کان وٺي قومي ڪاڄ ۽ هر سنڌ جي سڏ ۾ سيني کان اڳيان اڳيان هجن. پاڻ نہ صرف چاچي محمد علي لغاري جي همسفر، نہ صرف ڀاءُ ڊاڪٽر انور لغاري ۽ ڀاءُ منور لغاري جي امڙ هئي ۽ ان جي وڇوڙي ۾ نہ صرف انهن کي يتيم ڪري وئي پر سڄي سنڌ کي سوڳوار ڇڏي وئي آ. ۽ اڄ سڄي سنڌ هن امر ڪردار چاچي کان محروم ٿي وئي آ. سندس هيرآباد وارو گهر هر ڪنهن لاءِ ڇپر ۽ ڇانوَ اجهو هو.

سندس يادون ۽ اتساهه هميشه ياد رهنديون. جيئن حيدرآباد سڄي سنڌ جو Central place آهي. ائين چاچي وارن جو گهر وري حيدرآباد ۾ قومي ڪارڪن جي مرڪز جي حيثيت رکندو هو.

اڄ ان جي تڏي تي 3 ڏينهن تہ ڇا پر جي هڪ سال تائين ويهجي تڏهن بہ ان مرحوم جا احسان ان ڪان وڌيڪ آهن. شال ڌڻي تعاليٰ گهرياتين، عزيزن ۽ قومي ڪارڪنن کي ڏک برداشت ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ سندس کي جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي. آمين.

دفن هو جائين کہ زرخيز زمين لگتي هي،
کل اسي متي سي شايد ميري شاخين نکلين.

**دلبر خان لغاري**
**وڪيل هاءِ ڪورٽ**

■ مان چاٽان ٿو تہ منهنجا لفظ هن اٿاهہ غم جو نعم البدل نٿا ٿي سگهن. پر هي وڇوڙو جيڪو اٽل آهي سو اوسر ٽيٽو ئي آهي ۽ هر ڪنهن مٿان اِهو ازلي اجل اچڻو ئي اچڻو آهي. مان اهو بہ ڄاڻان ٿو تہ سڄي عمر ساٿ نڀائڻ واري منور جي جيجي وري واپس وري، چاچي محمد علي سان ساٿ نڀائڻ لاءِ موٽڻي بہ ناهي، پر جهٽ ڪن تڏي تي ويهي ڏک جي گهڙين ۾ گڏجي ويهڻ ڏک ونڊڻ بہ پنهنجي وقت جي ضرورت آهي ۽ مان هن سڄي ڪٽنب سان هن ڏک جي گهڙين ۾ برابر جو شريڪ آهيان. شل خدا تعاليٰ جيجيءَ کي جنت ۾ جاءِ ڏيندو.

**عبدالغفار تبسم**

● مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات.
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جيئا.

چاچي فاطمہ جي مرتئي جو پڌي دلي طور تي ڏاڍو ڏک ۽ صدمو پهتو. چاچي اسان کي پنهنجن ٻچن وانگر پالينديي هئي. چاچي جي قومي تحريڪ ۾ ڪيل خدمتن ۽ خاص طور تي ترقي پسند پارٽيءَ ۾ ادا ڪيل

ڪردار ڪي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. اسان کي پنهنجي سڄي جيجل ماءُ وانگي هئي. هن کي ڪڏهن بہ وساري نٿا سگهون.

**نند لال مالهي**
2_7_2008

● چوندا آهن تہ موت برحق آهي امان فاطمه جو رتبو رڳو امڙ جو نہ هو پر هوءَ مائي بختاور جيان همت ۽ بهادري جو پيڪر هئي، ليليٰ خالد جيان وطن دوست ۽ قومي تحريڪ جو هڪ اڻوسرندڙ ڪردار هئي. هن نہ رڳو پنهنجي وت ۽ وس کان وڌيڪ قومي تحريڪ جي قومپرست ڪارڪنن جي خدمت ڪئي پر ننڍي وڏي ڳالهہ ٻڌڻ ۽ ڪنهن جي گرفتار ٿيڻ يا رياستي عتاب جي ڳالهہ تي ٻري اٿندي هئي. مطلب تہ امان فاطمه لاءِ ۽ هر قومي ڪارڪن، ڊاڪٽر انور ۽ انجنيئر منور هوندو هو. منور لغاري برابر جلا وطني جو وڏو عذاب ڀوڳيو آهي پر ان عذاب کان وڌيڪ ڪيس جيءَ جهورينڌڙ تڪليف ماءُ کان الڳ رهڻ هو. جڏهن هن چاهيو تہ هو امان ۽ بابا سان گڏ رهي تڏهن وڏن وسن باوجود کين انهن لاءِ ويزا نٿي ملي ۽ وري جڏهن گرين ڪارڊ بہ مليا تہ امان جي صحت گهڻو ساٿ نہ ڏنو. منهنجي خيال ۾ امان فاطمه جي موت جتي هزارين لکين انهن ڪارڪنن جي جيءَ جي جهوريو آهي جن جون امان فاطمه دل سان خدمتون ڪيون. پر منور کي ويهہ سالن جي جلاوطني کان بہ وڏو عذاب امان جو هي هميشه لاءِ وڇوڙو هوندو. اسين سڀ قومي ڪارڪن جهڙوڪر هڪ شفقت ڏيندڙ ماءُ کان محروم ٿيا آهيون.

**پنهل ساريو**
صدر_ سنڌ هاري پورهيت ڪائونسل

● مان جڏهن بہ چاچي کي ڏٺو تہ سدائين جدوجهد ۽ تحرڪ ۾ هميشه مان هن جي اکين ۾ سنڌ جي آجپي، خوشحالي ۽ آزادي جي جوت ڏٺي، هميشه هن کي ڏسي ائين محسوس ٿيندو هو تہ اڄان بہ سنڌ ۾ اهڙيون مائرون آهن جن کي سنڌ جي آزادي ۽ خوشحالي جو حد کان وڌيڪ فڪر آهي. هن کي هميشه پنهنجي جان سنڌ تان قربان ڪرڻ لاءِ تيار ڏٺم. آگسٽ جهڙي

گرم مهيني ۾ بہ هوءَ هزارين ماڻهن سان گڏجي مظلوم ماڻهن جي حقن لاءِ تپندڙ روڊ تي پيرين پنڌ ڪندي ڏٺم.

منهنجي ڏٽي در اهائي دعا آهي تہ شل هر ماڻهوءَ کي الله اهڙي پيار ڪندڙ ۽ پنهنجي ڌرتي سان حد کان وڌيڪ محبت ڪندڙ ماءُ ملي.

خدا کيس جنت ۾ جاءِ ڏي — دعاگو

اعجاز سولنگي

● ڊاڪٽر انور جي والده اسان جي والده هئي. سندس وڇوڙي جو نهايت ڏک، صدمو رسيو. الله کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏيندو ۽ سندس سمورين پونئرن کي صبر جي توفيق عطا فرمائيندو.

ڊاڪٽر صاحب جي والده قومي ڪارڪنن ۾ اتساهہ پيدا ڪرڻ ۽ سنڌ جي قومي ڪارڪن لاءِ سندس جاکوڙ تعريف لائق آهي.

دعاگو

حاجي بخشل سيهڙو

خدا بخش جويو

● امان فاطمه ڊاڪٽر انور ۽ منور لغاري جي ماءُ سان گڏ مون پارن جي بہ ماءُ هئي. سندس وفات تي تمام گهڻو ڏک ٿيو. الله سائين کيس جنت ۾ جاءِ ڏي. امان کي سنڌ سان ۽ سنڌي ماڻهن سان گهڻو پيار هو. قومي تحريڪ ۾ گهڻو حصو ورتائين. هوءَ تحريڪ ۾ شريڪ سيني ورڪرن کي پنهنجي پٽن وانگر پائيندي هئي. سنڌ ۾ امان جهڙو قومي ڪردار مون کي ڪنهن بہ عورت ۾ ڏسڻ ۾ نٿو اچي.

دعاگو

سومار مگريو

● امير ٽيبي چيو تہ چاچيءَ جي مرڻ تي نوٽس لکيو آهي يا نہ. مون چيو نہ. چوتہ اهڙو ڏک مون ن ڏٺو. اڄ وري اهو فرض لاهڻ لاءِ بهانو ٿهي پيو. مير شوڪت سان سندس گهراڇڻ ٿيو.

چاچي ۽ چاچيءَ جي گهر ڪنهن سياسي ڪارڪن جي آمد شايد آئون پهريون هجان ۽ پوءِ چاچي ۽ چاچو سندس اولاد جيڪي پڻ اڳتي هلي سياسي سفر ۾ ثابت قدم ثابت ٿيا اسان انقلابي ادب ۾ پڙهيو ته سياسي ڪارڪنن جا گهر انقلابي ڪارڪنن لاءِ پناهه گاهه ٿيندا آهن. پوءِ اسان پنهنجي اکين سان ڏٺو چاچي ۽ چاچي جي گهر کي پناهه گاهه ۽ تربيت گاهه طور ڏٺو جڏهن به ڪنهن ڪارڪن تي تڪليف آئي، ان ضرور هن جي گهر ۾ پگهر سڪايو هوندو. قومپرست سياست هن جي گهر جي سجاٽپ ٿي وئي آهي. حالت اها آهي جو انقلابي جي ثابت قدم نه رهيا پر چاچي قبر تائين ثابت قدم رهي. هڪ ڳوٺاڻي اڻ پڙهيل عورت پنهنجي اولاد کان وٺي سياسي ڪارڪنن جي هڪ وڏي آٽت اسان کان هميشه لاءِ موڪلائي وئي. پر اها زندهه رهندي ڇوته هي ڪاهوڙي ڪردار جيڪي جدوجهد کان وٺي پناهه گاهه تائين، سڄي سنڌ، شهرن ۽ ڳوٺن جي جهاڳڻ تائين هن پنهنجي وسان ڪين گهٽايو. ههڙي ماءُ جنهن لاءِ فخر ڪري سگهجي ته:

پلي ڄاٽي ماروئي، جنهن مري مارو ملهايان

**ڊاڪٽر دودو مهيري**
3_7_2008

● اسان جي ماءُ صرف منهنجي ماءُ يا اسان جي ماءُ نه هئي، پر قومي تحريڪ جي به ماءُ هئي. سندس ياد زندگي تائين رهندي. آئون ڪنهن ڪنهن جا نالا لکان. اهي سڀ هن ڪتاب ۾ پاڻ باسيندا ته واقعي اسان جي تحريڪ جي ماءُ هئي، جنهن جي وڇوڙي کي مان ته محسوس ڪندو رهندس، پر شايد ائين ٿو لڳي ته هڪ قومي تحريڪ ڇوري ڇني ٿي وئي. الله سائين کان اها دعا آهي ته مرحومه کي جنت فردوس ۾ جڳهه عطا ڪري آمين.

**مير شوڪت**
3_7_2008

■ منهنجي ماءُ کي هي جهان ڇڏيندي اٽڪل نَوَ ورهيه ٿيا آهن پر امان جيجيءَ جي وفات جو ڏڏي ائين محسوس پيو ٿئي ته هاڻي منهنجي امڙ جو

وڇوڙو ٿيو آهي. امڙ رڳو انور ۽ منور جي ماءُ نہ هئي پر منهنجي ۽ بيشمار انهن ڀاڳوند ماڻهن جي شفيق ماءُ هئي جنهن جو امان سان واسطو پيو هو. اهوئي ساڳيو پيار اهائي ساڳي شفقت ۽ اهائي ساڳي تنبيهہ جيڪا هڪ حقيقي ماءُ پنهنجي اولاد سان ڪندي هجي.

امان جي وفات جو ٻڌي ايترو تہ صدمو رسيو آهي جو هن جهان ۾ جيئڻ ئي وڏو چئلنج بڻجي ويو آهي. آئون ذاتي طور تي هڪ دعا جي در ڪان محروم ٿي ويس. شال رب العزت انور، منور چاچي محمد علي ۽ اسان سڀني کي هن صدمي سهڻ جي همت ڏي، صبر ڏي. امان هڪ وڏو خال ڇڏي وئي آهي جيڪو پرجڻ ناممڪن آهي. اسين سڀ سندس لاءِ دعاگو آهيون تہ شال رب پاڪ کين جنت الفردوس جون راحتون نصيب فرمائي.

**عمر فاروق**

حيدرآباد- 3 جولاءِ 2008

● مون کي جڏهن ڪنهن دوست ٻڌايو تہ چاچي فاطمه جو انتقال ٿي ويو آهي اها خبر مون تي بم وانگر ڪري. مون کي هڪ صدمو پنهنجي والده جي وفات تي پهتو ۽ ٻيو مون کي چاچي جي وفات تي پهتو. ٻيو تہ هي آهي تہ مون کي سنڌ جي اهڙي جائي ورلي نظر ايندي. چاچيءَ کي سنڌ ۽ ڪارڪنن سان پيار، محبت اهڙ ي هوندي هئي جهڙي ڊاڪٽر انور ۽ منور سان هوندي هئي. ڏک سک ۾ ساٿ ڏيڻ پرگهور لهڻ. چاچي فاطمه کي الله سائين جنت ۾ جاءِ ڏي.

**غلام قادر ٻڙدي**

**دربيلو**

● چاچيءَ سان سڄاڻپ ٻن ڏهاڪن کان وڌيڪ هئي پر سندس شفقت ۽ محبت ايتري قربت پيدا ڪئي جو ساڻس گهر جي ڀاتيءَ وارو رستو ٿي ويو. سندس قومي تحريڪ لاءِ خدمتون بہ نہ وسارڻ جوڳيون آهن سندس وڇوڙي جي خبر گلگت شهر ۾ پئي تمام گهڻو ڏک ٿيو. الله تعاليٰ کيس اعليٰ درجو ڏيندو. سندس پٽن ۽ چاچي سان ڏک ۾ برابر شريڪ آهيون.

**زين شاهہ**

■ سنڌ ڌرتي جي ڀلائي ۽ حقن لاءِ جدوجهد ڪندڙ سنڌي ماڻهن جي جيڪي ٻه نوجوانن جون پارٽيون انهن ۾ جيئن مثال بختاور لاشاري، جيجي زرينه بلوچ اتي چاچي فاطمه جو نالو وٺڻ اوتروئي تي ضرور سمجهيو ويندو.

آڏي هجي يا مانجهي منجهند هجي يا فجر، ٽڪل ستل ڪارڪنن لاءِ جڏهن ٻه چاچي وٽ اجارو بکيو ٽڪل، وجود ڀڳل پهچندو هو ته وڏي خوشيءَ مان آٽت ڏيئي ڪيڪاري، ان جي منهن ۾ نهاري پچندي هئي ته ماني کائيندين، چانهه پيئندين يا ٽڏو پيئندين.

مون سدائين چاچي فاطمه کي لوچيندي لڇندي، سنڌ جي ڀلائي لاءِ ڏٺو. چاچا محمد علي چاچي فاطمه کي چوندو هو ته تون بيمار آهين چلهه کان پري رهه. هڪ دفعو قاسم آباد جي نسيم اپارٽمينٽ جي 50 نمبر فليٽ تي، صالح جوٽيجو، نند لال مالهي، چاچي محمد علي ۽ آئون ۽ فقير دين محمد ويٺا هئاسين، ته چاچي بورچي خاني مان ماني کڻي، اسان کي ڏيڻ لاءِ جيئن ئي قدم وڌايائين ته ماني سميت ڪري پئي. چاچي کي چڪر اچي ويو اسان اٿي هن کي اٿاريو. حوصلو آيو ته چيائين، ته آئون اوهان کي بکيو ڪونه ڇڏينديس. اسان جي ماني کائي پوءِ وڇو. خصوصاً دعا آهي ته الله سائين امان فاطمه کي جنت ۾ جڳهه ڏي ۽ پونين کي صبر جي طاقت ڏي.

**فقير دين محمد ڪنڀار ڍليار**

ڪپرو- سانگهڙ

5_7_2008

■ امان جي وفات سنڌ ڌرتيءَ جي هڪ اهڙي منفرد ڪردار جي پڄاڻي آهي، جنهن کان پوءِ انهيءَ رول نڀائڻ لاءِ نه ڪو ڪردار آهي ۽ نه ئي اهڙو متبادل ماڻهو آهي.

امان جنهن دؤر ۾ سياسي ڪارڪن کي پنهنجي هنج ۾ جڳهه ڏيئي نه صرف ماني کارائي، پر هيمشه سنڌ جي آزادي جي تحريڪ کي جاري رکڻ لاءِ همٿايو.

شايد ئي اڄ اهڙي ماءُ سنڌ ڌرتي تي رهندي هجي. الله کين جنت نصيب فرمائي.

**ڊاڪٽر ڪرشن لعل**

■ امان جي لاءِ

جيسين هئي جيئري ورچي مَر ويئي
وجي پُونءِ بيٺيءَ سارينديَ کي سپرين

**پروفيسر عزيز پلي**
6_7_2008

**ڊاڪٽر نظام الدين ميمڻ**
گهر نمبر 233_ ڊاڪٽرس ڪالوني، حيدرآباد
**ڊاڪٽر افتخار علي شيخ**
ميڻائي نوشهرو فيروز
**ڊاڪٽر رضا چانڊيو_ ٽنڊو ڄام**
**ڊاڪٽر الياس لغاري_ ميرپور خاص**
**ڊاڪٽر عبدالعزيز ميمڻ_ ڏيپلائي**

■ والده جنت جو مقام هوندي آهي. انهيءَ جي وڇوڙي کان پوءِ واقعي حقيقي جنت جي خبر پوي ٿي تہ ڪيڏي وڏي نعمت آهي.

**سعيد پهنور**
**ظفر علي چانڊيو**
**محمد هاشم سوڍر**
**عاشق حيد ٻگهيو**
سنڌ يونائيٽڊ پارٽي، سائيٽ ايريا، ڪوٽري
ٻٽائي ڪالوني

● مون پنهنجي 61 سالہ زندگيءَ ۾ جن جن عورتن کي تحريڪي طور تي ڪم ڪندي ڏٺو ۽ ٻڌو اُنهن جي پيٽ جڏهن مرحومه سان ڪجهي ٿي تہ جن

مخصوص حالتن ۾ يا گهرو صورتحال ۾ جهڙي ريت پاڻ ملهايو اهو بي مثل ۽ بي مثال ڏسجي، جنهن سان ڪنهن جي پيٽ ۾ برابري نٿي ڪري سگهجي.
دعا آهي تہ الله ڪين هميشه لاءِ پنهنجي جوار رحمت ۾ رکندو.

**شمس الدين ميمڻ**

**ڀاءُ ڊاڪٽر اسماعيل ميمڻ**

■ خبر پڙهڻ کان پوءِ ائين محسوس ٿيو جيئن پنج سال پهرين منهنجي ماءُ مون کي ڇڏي وئي هئي، وقت تي اطلاع نہ ملڻ جي ڪري پهرين ڏينهن نہ پهچي سگهيس ڪاش، جي پهرين ڏينهن تي وڃان ها تہ ڊاڪٽر انور ڀاءُ کي ڀاڪر پائي زور زور سان روئان ها ۽ اندر ۾ جيڪو غم هو ۽ آهي ٻاهر ڪڍان ها. چوندا آهن تہ پٽ ماءُ کان جدا ٿيندو آهي تہ وڏ کان وڏ ڏک ماءُ کي ٿيندو آهي. پر مون کي تہ لڳندو آهي تہ پٽ کان جڏهن ماءُ جدا ٿيندي آهي تہ پٽ کي بہ اوترو ئي ڏک ٿيندو آهي، بهرحال ڊاڪٽر انور جي پنيان دعا جا هٿ کڄڻ وارا اڃا بہ چاچا محمد علي جهڙي پيءُ جي صورت ۾ آهن. اسين ڀاءُ انور جي ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون.

**چام امجد**

■ اڄ امان فاطمه (مرحومه) جي لکڻ لاءِ دل گهڻو ڪجهہ چوي ٿي پر شايد لفظ منهنجو ساٿ نہ ڏين، ڇاڪاڻ تہ ايڏي وڏي مهمان شخصيت لاءِ لفظ بہ اهڙا ڪٿان آڻيان. بهرحال ننڍڙي ڪاوش ڪجي ٿي. مرحومه سان واسطو چاچا محمد علي لغاري صاحب جي پيءُ واري تعلق کان پوءِ پيو. پرهوءَ هميشه ماءُ وانگر ممتا سان ٿمٿار ٿيل شخصيت جي روپ ۾ پيش ايندي هئي، آئون هميشه سندس ڏنل محبت کي دل ۾ سانڍي رکندس.

**ثناءُ الله سولنگي**

7_7_2008

■ اڄ تاريخ ■ جولاءِ بروز اڱارو آدم سومري جي واسطي سان چاچي محمد علي لغاري جي رفيقه حيات امان فاطمه جي تعزيت لاءِ تقريباً 30_11

وڃي چاچي جي رهائش گاهہ گوسپول هومز جي دعا لاءِ حاضر ٿيس دعا کان پوءِ چاچي سان پراڻي رفاقت جون يادون اچڻ لڳيون، جنهن ۾ چاچي سنڌي ڌترييل سان سندن خدمتون ياد آيون. جنهن ۾ چاچو هڪ ديواني وانگر سنڌي ڌترييلن جي آبادي جي لاءِ فڪرمند هوندو هو. گڏوگڏ محترم منور لغاري صاحب سان بہ ڪجهہ گهڙيون گهاريل، ياد آيون. آفرين آهي چاچي محمد علي لغاري صاحب جي ذات کي جنهن باوجود بيمار هئڻ جي انهن سيني ڳالهين جي يعني سنڌي ماڻهن جو فڪر. منور صاحب جيّ جدائي ۽ پنهنجي بيماري جي بہ هڪ زندهہ دل انسان آهي ۽ مون کي تمام گهڻو فخر آهي تہ مون فقير جو تعلق هن عظيم هستي سان آهي. آئون رب جي در دعاگو آهيان تہ چاچي محمد علي صاحب کي هن پيرسنيءَ ۾ هن عظيم سانحي کي برداشت ڪرڻ جي توفيق نصيب ڪري، ۽ مڙني لواحقين کي صبر جميل جي توفيق نصيب ڪري ۽ مرحومہ چاچي فاطمہ کي پنهنجي جوارِ رحمت ۾ جڳهہ عطا فرمائي. آمين ثم آمين.

سوڳوار

**حافظ محمد خان سومرو**

پيش امام محمدي جامع مسجد سٽيزن سوسائٽي قاسم آباد حيدرآباد

● چاچا محمد علي لغاري جو گهر، قومي تحريڪ جو بنيادي گهر رهيو آهي. گهر جو هر فرد، مرد توڙي عورتون سيني جو اهم ڪردار رهيو آهي. چاچا جي گهرواري، منور لغاري جي والده، قومي ڪارڪنن جي سائڻ، هميشہ ناري تحريڪ يا قومي تحريڪ جو اهم، سرگرم ۽ اتساهيندڙ ڪردار رهي. گذريل ٽن ڏهاڪن دؤران ڪٽي جو اسان جا، چاچا محمد علي لغاري جي گهر سان نظرياتي اختلاف رهيا پر قدر مشترڪ، هميشہ سنڌ رهي. اسان پنهنجي ليکي قومي آزادي جي تحريڪ ۾ عملي ڪم ۽ تجربا ڪيا آهن، ۽ هنن ساٿين پنهنجي ليکي، پر اڄ بہ اسان جي وچ ۾ جيڪڏهن ڪو رشتو آهي تہ اهو سنڌ جي درد جو مشترڪ احساس آهي.

شال چاچا ۽ گهر ڀاتين کي سائڻ جي وڇوڙي جي درد کي سهڻ جي توفيق ۽ همت پيدا ٿئي.

ڏک جي گهڙي ۾ هن لغاري قومي گهراڻي سان اسين گڏ آهيون.

**ڊاڪٽر مير عالم مري**

**مرڪزي صدر جيئي سنڌ تحريڪ**

● چاچي کي آئون پنهنجي ننڍپڻ کان سڃاڻان. چاچي جهڙي بهادر عورت اسان رڳو ڪتاب ۽ ڪهاڻين ۾ پڙهيو اٿئون. سنڌ جي قومي تحريڪ جو اهڙو ماڻهو مشڪل هجي جيڪو چاچي کي نه سڃاڻندو هجي. چاچي قومي تحريڪ جي هر ڪارڪن کي ڊاڪٽر انور ۽ منور جيئن پٽن جهڙو قرب ڏنو آهي.

مون کي ته اهو به اعزاز آهي جو جڏهن چاچي دبئي پهتي ته آئون سندس خدمت ۾ هيس، زندگي جي آخري گهڙين ۾ موت سان ائين مقابلو ڪرڻ ڪنهن چڱي ڀلي اڙمنگ انسان جو به ڪم نه آهي. جيئن چاچي مقابلو ڪيو.

دعا آهي ته خدا تعاليٰ کين جنت جي اعليٰ مقام ۾ جاءِ ڏيندو ۽ ڊاڪٽر انور، منور ۽ چاچي محمد علي سميت سيني سوڳوارن کي هي غم الله جي رضا سمجهي برداشت ڪرڻ جو حوصلو ڏئي.

**ڊاڪٽر قادر سرڪي**

9_7_2008

● چاچا محمد علي سان گڏ ريل 12 سالن کان واسطو رهيو آهي. چاچا مون لاءِ پيءُ جي حيثيت رکي ٿو ۽ هو هميشه هر معاملي ۾ منهنجي رهنمائي ڪندو رهي ٿو. جيتوڻيڪ چاچي سان ڪڏهن ملاقات نصيب نه ٿي پر جيڪو مون محسوس ڪيو ته هوءَ ڀهراڙي جي خاندان سان تعلق هوندي، پڙهيل نه هوندي به جيئن هن پنهنجي ٻارن جي پالنا ۾ چاچي سان ساٿ ڏنو بلڪ آئون ته ائين چوندس اها چاچي جي ئي ڪوشش هئي، جنهن جي بدولت هن جا ٻار اڄ تمام وڏي درجي تي پهتل آهن. مون کي اهو افسوس رهندو ته اهڙي شفيق ماءُ سان ملاقات نه ٿي سگهي. اها دعا آهي ته الله جل جلاله امان کي جنت ۾ جاءِ ڏي آمين.

**اصغر علي لغاري**

**ٽنڊو محمد خان**

• انور جي امڙ سان پهريون دفعو ملاقات انور جي قاسم آباد اسپتال جي فليٽ ۾ ٿي. جتي هن نهايت ئي پيار ۽ اڪير سان ملي چيو تہ انور جو دوست آهين، جيئن انور منهنجو پٽ آهي تہ تون بہ منهنجو پٽ آهين، تمام گهڻيون دعائون ڏنائين. مونکي پنهنجي مرحومه ماءُ ياد اچي وئي. جيڪا هر وقت دعائون ڏيندي هئي. اڄ هوءَ هن دنيا ۾ ناهي ۽ انور جو خالي گهر ڏسي اها ساڳي ڪيفيت محسوس ٿي رهي آهي جڏهن پيهر امان اسان کان وڇڙي وئي هجي. الله تبارڪ وتعاليٰ کيس جنت ۾ جاءِ ڏئي، ۽ دوست انور کي هڪڙي جاکوڙي ماءُ جي وڇوڙي تي صبر عطا ڪري

ڊاڪٽر غلام رسول ٻرڙو

• ڊاڪٽر جي امان کي الله تعاليٰ جنت الفردوس ۾ جڳهہ ڏي ۽ هن جي پسماندگان کي صبر جي توفيق ڏي، آمين.

محمد عارف بلوچ
ڪراچي

• امڙ چاچي فاطمه اسان سڀني قومي قافلي جي ڪارڪنن جي سرواڻ هئي. چاچي جو وڇوڙو چاچا محمد علي لغاري، ادا منور ۽ انور وارن لاءِ وڏي ڏک جو سبب بڻي هوندي پر منهنجي لاءِ بہ اها موت جي گهڙي وسرڻ جهڙي نہ آهي.
هي فيملي، چاچا ۽ چاچي جي نالي سڄي سنڌ ۾ سڀني سڃاڻپ رکن ٿا. هنن جي جدوجهد جو مرڪز سنڌ رهي آهي. سنڌ لاءِ هنن جون قربانيون وسارڻ جهڙيون نہ آهن. اڄ بہ جيڪڏهن هن لغاري خاندان جهڙو ٻيو ڪو خاندان سنڌ لاءِ جدوجهد ڪري ها، تہ سنڌ ڪجهہ سال اڳ آزاد هجي ها. مان مون سان گڏ سوين ڪارڪن هنن جي ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون. خدا تعاليٰ شال کين صبر عطا ڪري.

غلام قادر مهر
ضلع شڪارپور

● امڙ فاطمه سان منهنجو تعارف انڊس هوٽل ۾ هڪ فنڪشن ۾ ٿيو جنهن ۾ مونکي سندس پرڪشش شخصيت ۽ وڏي عمر ۾ به نوجوانن کان وڌيڪ جوش ۽ جذبي سان ڀرپور ماءُ نظر آئي. اتفاق سان ڊاڪٽر انور لغاري، روشن علي ٻرڙو سان ٿي آئون گڏ ويٺو هئس. بي ساخته پڇيم ته هي امڙ ڪير آهي؟ جنهن تي ڊاڪٽر انور ٻڌايو ته اهائي منهنجي عظيم ماءُ آهي. جنهن جي دعائن ۽ محنت سان اڄ جيڪي ڪجهه آهيون ۽ مونکي امڙ جو غائبانه تعارف ته سڄي سنڌ جي قومي ڪارڪنن جي هر جدوجهد ۾ رهيو ان بابت دوست ذڪر ڪندا رهندا هئا. ان سان گڏ مون کي پڻ هڪ تڙپ هئي ته امڙ سان ملان. قدرت اها سعادت ڏني. ماني لاءِ وقفو ٿيو ان دوران چند گهڙيون ڪچهري ٿي، پر مون کي امڙ جي ڳالهين ۾ زندگي جو احساس ڏسڻ ۾ آيو ۽ اهو يقين ڏسڻ ۾ آيو ته هنن جيڪو پنهنجي زندگي ۾ سوچيو ۽ ٽارگيٽ ڪيو هو اهو حاصل ڪرڻ لاءِ ساهه جي آخري دم تائين جدوجهد ڪندي، جيڪا ان ڪئي. منور ڀاءُ جي ڊُوري ۽ ان سان ملاقات الله سائين جو اجر طور مليو. الله تعاليٰ ڪيس جنت الفردوس ۾ جڳهه عطا ڪري. هي دنيا سيني کي ڇڏڻي آهي. پر امڙ فاطمه هڪ ڪردار بڻجي وئي ۽ انهن غريب عورتن ۽ مسڪين ماڻهن لاءِ مشعل راهه بڻجي وئي ته ناممڪن ڪابه شيءِ نه آهي، همت، بهادري ۽ جدوجهد جو نشان بڻجندڙ امڙ فاطمه، سڄي سنڌ جي ماءُ ٿي، اسان کي ناز آهي ۽ سندس جاءِ پرڻ ته مشڪل آهي، پر سندس همت ۽ جذبن جون ڳالهيون ايندڙ نسل لاءِ مشعل راهه ثابت ٿينديون. آئون سندس پونيئرن سان ڏک ۾ برابر جو شريڪ آهيان. ڊاڪٽر انور ته ڀائرن جهڙو سچو مخلص دوست آهي، الله تعاليٰ ڪيس صبر جميل عطا ڪري.

فقط ـ عبدالسلام راجپوت

● ماڻهو مڙئي نه سهڻا، پکي سڀ نه هنج،
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه، اچي بوءِ بهار جي.

چاچا محمد علي لغاري هڪ وڏو نانءُ آهي سندس هڪ سڃاڻپ شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه سان سچو عشق ۽ محبت ۽ ڪيس جيڪا خاصيت شاهه صاحب کي سمجهڻ جي آهي ۽ سندس ته سمجهائيون به ڪيس ٻين

کان منفرد حيثيت رکن ٿيون. اصلي نج ڳوٺاڻو ماڻهوءَ جيڪو ڳوٺان نڪري جهر جهنگ هلي جيڪا خوشبوءِ وقت بہ وقت ڦهلائي اٿس. ان کي سچي سنڌ ۾ کيس نرالو ڪري ڇڏيو آهي. وري سندس زال محترمه بہ بہ وکون اڳتي آهي. مون هميشه ٻڌو تہ پاڻ قومي ڪارڪن تي ڇانوَ رهي. دل و جان سان سيني جي خدمت ڪئي سنڌ ۾ اهڙيون عورتون تمام ورلي لينديون. پاڻ سيني ورڪرن کي جيءَ ۾ جايون ڏنائين. ايتري حد تائين جو ڏکي حالتن ۾ کاڌي پيتي کان سواءِ ڪپڙا بہ پاڻ ڌوئي ڏيندي هئي. سنڌ جي قومي حقن واري جاکوڙ ۾ کيس جيڪڏهن ياد نہ ڪيو ويو تہ سنڌي مائرن سان زيادتي ٿيندي. آئون چوندس تہ هي اسان سيني جي ماءُ هئي. وري سندس پلوڙ پٽ قومي ڪارڪن جي لسٽ ۾ پڻ مٿيرا نظر ايندا. موت جو ٻڌي مونکي دلي ڏک رسيو. آئون وري هڪ دفعو ڊاڪٽر انور لغاري ۽ انجنيئر منور لغاري سان تعزيت ڪريان ٿو. ۽ کين هلندڙ واٽ تي بہ اڪيلو ڪونہ ڇڏيندس.

**ڪامريڊ غلام رسول زرداري**

**نوابشاهہ**

■ مون چاچي مرحومه کي هميشه هر پل هڪ اهڙي گهاٽي بڙ جي ڇانوَ وانگر ڏٺو جنهن ۾ خاص ڪري قومي ڪارڪنن لاءِ نہ صرف بڙ جي ڇانوَ پر گڏ دعائون، محبتون، پنهنجائپ وارو پيار ۽ قومي جدوجهد ۾ ايماندارانہ ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ اتساهہ ڏياريندڙ مهمان نواز ۽ خاص ڪري سنڌي روايتن جي هميشه پاسدار رهي. چاچي جهڙا انسان ڪڏهن ڪڏهن جنم وٺندا آهن. مون وٽ لفظ نہ آهن جو چاچي جهڙي عظيم ماءُ لاءِ لکان.

**چاچا قاسم سومرو**

حيدرآباد 2008_7_18

■ اڄ 2008_7_18 تي اوچتو روشن ٻرڙي ۽ ڊاڪٽر دودي مهيري سان حيدرآباد شهر ۾ ملاقات ٿي ۽ جيئن مون ڊاڪٽر انور لغاري با اخلاق دوست جي خير عافيت معلوم ڪئي تہ ڏکائتي خبر ملي. تہ ڊاڪٽر صاحب جي امڙ جيڪا سيني دوستن جي امڙ ۽ انهن سيني جي ائين خدمت ڪندڙ جيئن

پنهنجي سڳي اولاد جي ڪجي، اهو سڀ ڪجهه جيڪڏهن سنڌي جي عام ڪهاڻي وانگر "اولاد ڪيترو به ميرو هجي پر امڙ ضرور هنج ۾ وهاريندي" اها امڙ پنهنجي پرديس ۾ رهي ديس جي خدمت ڪندڙ پٽ اسان جو دوست منور لغاري کي به آخري وقت ۾ خدمت ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو. بيحد ڏک ۽ بي انتها پيار سان امڙ لاءِ دعاڳو اولاد جهڙو.

**سيد صالح محمد شاهه لڪياري**

**پاڻ سيدآباد- ڄام شورو**

■ چاچي جي وفات جو ٻڌي دلي صدمو پهتو. چاچي مرحومه جون سنڌ لاءِ ڪيل خدمتون ڪڏهن به وساري نٿيون سگهجن. هوءَ پنهنجي زندگي ۾ قومي ڪارڪنن کي اتساهه ۽ حوصلو ڏيندڙ چاچي هئي. هن جو گهر هميشه سنڌ ڌرتي لاءِ جاکوڙيندڙ قومي ڪارڪنن جو مرڪز رهيو. جتي چاچي سنڌن اولاد وانگر انهن جو خيال رکندي هئي. چاچي هميشه ياد رهندي. اڄ به سنڌ ڌرتي ۽ سنڌين کي چاچي جي هجڻ جي ضرورت. شدت سان محسوس ٿيندي افسوس اسان کان جدائي ٿي وئي. دعا آهي ته خدا تعاليٰ جنت الفردوس ۾ جڳهه عطا ڪري ۽ پونيئرن کي صبر جي توفيق ڏي.

**گل محمد جکراڻي**

20_7_2008

■ منور جي ماءُ جي وفات صرف نالي ماتر پئي لڳي، اهي ڏينهن جڏهن هن سان ڪچهريون ڪيون. ياد ڏيارين ٿا هن جي همٿ جي ڪنهن جي خدمت نه ڪئي هيائين ۽ هوءَ ڪنهن جي ماءُ نه هئي، اهو اڄ به سوچ کان ٻاهر آهي، الله جنت نصيب ڪندس. ڪنهن کان به امان ڪونه وسرندي ۽ هميشه زنده رهندي.

**منورام**

■ چاچي منهنجي ٻي ماءُ هئي، کيس الله تعاليٰ جنت ۾ جاءِ ڏي. آمين.

**غلام مصطفيٰ لغاري**

**سينئر سول جج مورو**

● هو اسان جي پياري ساٿيءَ منور جي ماءُ هئي سا تہ پنهنجي جاءِ تي، پر هوءَ ان کان بہ وڏي حوالو رکي ٿي، سو هوءَ هڪ اٿپڙهيل، ٺيٺ سنڌي ڳوٺاڻي مائي، جيڪا مائي بختاور ۽ مائي جندو وانگر جرئتمند، محنت واري عورت هئي. ان داستان کي هن موقعي تي کولبو تہ قِصو وڏو ٿيندو. پر فاطمه مائي اسان کان گهٽو لهڻي ۽ ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سندس زندگيءَ جا پهلو سندس جدوجهد جي ڪٿا کي رقم ڪجي.

**جاويد قاضي**

23_7_2008

● ياءُ انور ۽ منور جي امان جيڪا مون کي منهنجي امان جي برابر هئي. ان جي ڏکوئيندڙ وفات تي بيحد افسوس اٿم. امان جيڪي زحمتون وٺي ٽُڪر کارايا، اهي ايجان ڪونہ ڳريا اٿم. دعا آهي تہ الله سائين کين جنت الفردوس ۾ سانئڻ زهرا جي پاڙي ۾ جاءِ ڏي. آمين.

**ڊاڪٽر مير چام ٽالپر**

■ اڄ 26_7_2008 بروز آچر چاچا محمد علي صاحب سان سندن گهرواري يعني پنهنجي پياري دوست منور علي لغاري جي والده لاءِ تعزيت ڪرڻ آيس. ڪافي عرصي کان ياءُ منور سان ملاقات ۽ حال احوال نہ ٿيو آهي. ياءُ منور ۽ آئون 1982 ۾ مسلم ڪاليج ۾ گڏ پڙهندا هئاسين ۽ تقريباً هر فنڪشن ۾ گڏ هوندا هئاسين. پر هن مهل شايد ياءُ منور توهان مون کي سڃاڻي نہ سگهو ڇاڪاڻ تہ ڪافي عرصو گذري چڪو آهي ۽ توهان بہ وڏي آزمائش ۾ آهيو. الله تعاليٰ شال اوهان کي هن امتحان ۾ ڪامياب ڪري، امڙ جي وفات جي خبر بہ هفتا پهرين ملي هئي پر ڪجهہ ڪوتاهي ۽ ڪم ڪارين جي ڪري پهچي نہ سگهيس، ان لاءِ انتهائي شرمسار آهيان.

ياءُ منور اڄ چاچا سان ملي ائين محسوس ٿي رهيو آهي تہ ڄڻ ڪنهن تمام پنهنجي ويجهي عزيز سان ملان پيو چاچا جي شفقت هميشه اسان سان گڏ آهي ۽ اسان سيني جون دعائون توهان سان گڏ آهن. الله تعاليٰ شال امڙ

ڪي جنت الفردوس ۾ جڳھ عطا فرمائي ۽ توهان سڀني کي صبر جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

فقط اوهان جو پاءُ

رفيق احمد درس

■ امان، اسان سڀني ڪامريڊن کي پنهنجي مائرن جيترو پيار ڏيندڙ امڙ هئي، جنهن جا هٿ جا پچايل ٽڪر هر قومي ڪارڪن جي پيٽ ۾ ضرور هوندا، سچ پڇيو تہ مان ۽ عابد لاکيو ۽ روشن علي خان ٻرڙو،حيدرآباد واري گهر اڪثر ڊاڪٽر انور خان سان ۽ انجنيئر منور علي خان سان ملڻ ويندا هئاسين تہ اڳ ۾ سندس هٿن جي پڪل ماني، پٽاٽا ۽ تريل پينديون ضرور اينديون هيون. بهرحال امڙ جي جيڪا ڳالھ ڪجي اها گهٽ آهي، آخري ملاقات آغا خان اسپتال جي بستري تي ٿي. جيئن آئون ۽ غلام حسن مهر سندس ڪمري ۾ وياسين تہ پيرن کان ڊاڪٽر انور بيٺل هو ۽ سيراندي کان ڊاڪٽر اسماعيل ويٺل هو مون سندس پيرن تي هٿ رکيا تہ مون کي تمام گهڻيون دعائون ڏنائين ۽ ڊاڪٽر انور جي پارت ڪيائين، مون کي پنهنجي امڙ جي آس ۽ خوشي محسوس ٿي، وري جڏهن ٻيهر اسپتال ويس، وري بہ انور پيرن کان بيٺل هو مون امڙ جي پيرن تي هٿ رکيا، وري بہ زبان مان ساڳيا لفظ نڪتا. پوءِ ادا منور جي فون آئي، جنهن کي امڙ تمام گهڻيون دعائون ڏيندي ڳالهايو ۽ ادا انور ۽ پوءِ ادا منور مون سان ڳالهايو مان تڏهن ڏاڍو خوش ٿيس پر پوءِ امان جي جهان ڇڏي وڃڻ جي خبر ٻڌڻ سان ڏاڍو ڏک ٿيو. الله پاڪ کيس جنت الفردوس ۾ جڳھ ڏيندو. آمين.

خدا بخش خاصخيلي

انور ۽ منور جو پاءُ ڪوٽڙي- ضلع ڄامشورو

■ پياري انور ۽ پياري منور جي والده جي ڪينسر ڪري وفات منهنجي لاءِ ان ڪري بہ هڪ چرڪائيندڙ ۽ ڏکوئيندڙ گهڙي هئي، جو منهنجي پنهنجي امڙ لڳ ڀڳ ساڳي عمر ۾ ساڳي ڀيانڪ بيماري جو شڪار بڻي هئي. هڪ اهڙو گهر جنهن پنهنجي حياتي جا قيمتي ترين لمحا سنڌ

جي سجاڳي ۽ جدوجهد کي اربيا هجن، ان لاءِ سمجهي سگهجي ٿو تہ ان سچي حوصلي ۽ ثابت قدمي پويان کھڙي ڳنڍيندڙ ۽ سهارو ڏيندڙ طاقت هئي. قدرت الله شهاب جي "مان جي" ۽ گورڪي جي ماءُ جهڙا ڪردار رکندڙ سنڌ جون مائرون ڪيئي ڏهاڪن کان پنهنجا ڏک سور، محروميون ۽ توهينون برداشت ڪريو جنهن منزل لاءِ سفر جاري رکيو اچن انهن کي، صحيح خراج عقيدت ان منزل جو حصول آهي. آئون چاچا محمد علي، منور ۽ ڊاڪٽر انور سان سندس ڏک ۾ ڀرپور شريڪ آهيان ۽ پنهنجي هن ٻي امڙ لاءِ دعاگو پڻ.

**اياز لطيف پليجو**
**قاسم آباد۔ حيدرآباد**

● (حق موجود)

ڌرتي بہ ماءُ ٿيندي آهي ڇوتہ هوءَ پنهنجي ڪُک مان جوڏن کي جنم ڏيندي آهي ۽ اهي جوڌا ڌرتي ماءُ جو قرض پنهنجي رت ۽ ستَ، قرباني ڏيئي لاهيندا آهن. مگر خدا جي حسين وجميل تحفن مان هڪڙو آسماني تحفو آهي جيجل ماءُ جوا! اها جيجل ماءُ جنهن لاءِ علي المرتضيٰ فرمايو آهي تہ "جنهن گهر ۾ ماءُ جهڙي هستي موجود آهي اهو گهر دنيا جي تمام گهرن ۾ امن جو گهر ۽ جنت جو مثال آهي." جيئن لطيف سرڪار چواڻي تہ:

پلي مائرون مُرڪن سندن صالحن
اتي ڏينهن محشر جي اهي ڏاج لهن
باقي ٻين ويچارين اوجاڳا ئي اجايا ڪيا

**عامر زرداري**
**مرڪز سينيئر نائب صدر۔ شهيد بينظير ويلفيئر سوسائٽي.**

● ياءُ منور لغاري ۽ ياءُ انور لغاري جهڙا لعل ۽ گوهر هن ڀرڳٽي کي ڏيڻ واري اها جيجل ماءُ بيشڪ اڄ مرڪندي هوندي، جڏهن هو جفاڪشن جي جهان ۾ ڌرتيءَ لاءِ لوچيندڙ پنهنجن ڳيرو پٽڙن جون ڪاوشون، عالم لامڪان ۾ پسندي هوندي تہ ضرور سرهي ٿيندي هوندي. لفظن، سٽن ۽ جملن جي ڪابہ پيٽا "جيجان" جي جُتيءَ جي مصداق بہ نٿا ٿي سگهن. پوءِ

۽ آئت ۾ دم دلاسي جي هن دنيا ۾ ڪجهه ۽ آسرا ڪا اميد ٻڌجي لهندا آهن. ۾ صدين جا تڪ ڪجهه پلن ۾ لهندي نظر ايندا آهن. مون وٽ اهي لفظ ناهن جو آئون امڙ کي ارپيان. جيئن لفظ "الله" جو ڪوبہ مٽ ناهي ۽ هو پنهنجي حوالي سان هڪ لفظ ئي ڪافي آهي تيئن لفظ "امڙ" ئي ڪافي آهي.

خير انديش

**ڊاڪٽر شاهہ عنايت موسوي**

مرڪزي صدر- شهيد بينظير ڀٽو ويلفيئر سوسائٽي (پاڪستان)

●

صوفي لاڪوفي ڪونہ ڀانئيس ڪير
منجهان ئي منجهہ وڙهي پڌر ناهس پير
جنين ساٺس وير هٿو ٽئي تنين جو واهرو
(شاهہ)

مائرون تہ ڀيون ئہ گهڻيون پر محترم منور لغاري ۽ ڊاڪٽر انور لغاري جن جي والده محترمه کي فقط هڪ تعزيتي تاثراتن ۾ بيان ڪرڻ ناڪافي رهندو. اها عظيم ماءُ جنهن هن ڌرتيءَ خاطر پنهنجي جگر جي ٽُڪڙن کي هن قوم جي سالميت خاطر ڪنهن اندوهناڪ جدائي جي درياءَ ۾ لوڙهيندي قرباني جو قائم مقام مثال پيدا ڪيو. اهڙين مائرن پنهنجن جي ياد ۾ پل پل ڏکارو گهاريندي، هن عوام جي چاهيندڙن کي پنهنجي شفقت ڀري جهولي ۾ انقلابي لوليون ڏنيون ۽ ڏکي سڪئي حال ۾ پنهنجن قربت ڀرين هٿڙن سان انهن جي ٻڪ اجهائڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي.

الله جي طرفان اهڙين انقلابي مائرن (ليڊرن) جي اچڻ جو ڪو خاص مقصد هجي ٿو جيڪو هميشه عوام جي پلي ۾ ئي هوندو آهي.

**شهزاد علي قريشي**

■ ماءُ هڪ اهڙي نعمت آهي جيڪا پنهنجي اولاد لاءِ جنت ڪان وڌيڪ آهي. ۽ سلام آهي اهڙي ماءُ کي جنهن منور لغاري ۽ ڊاڪٽر انور

لغاري جهڙن پٽن کي جنم ڏنو. اهڙي عورت هميشه تاريخ ۾ زنده رهي ٿي. الله رب العزت منهنجي ماءُ کي جنت الفردوس ۾ جڳهه عطا ڪري. آمين.
**منير احمد لغاري، حيدرآباد**

■ حضرت اويس قرني عليه الرحمة بنفس نفيس رسول خدا ﷺ جن کي نہ ڏٺو هو پر پاڻ صحابي رسول عليه الصلواة والسلامَ جو رتبو رکن ٿا کين مدينه منوره ۾ اچڻ جو موقعو مليو هو ليڪن رسول الله ﷺ جن ڪنهن ڪم سان ٻاهر تشريف کڻي ويا هئا. پاڻ جڏهن مدينه واپس آيا تہ هر هڪ کان پڇيائون تہ مدينه ۾ عجيب خوشبو اچي رهي آهي، کين ٻڌايو ويو تہ حضرت اويس نالي هڪ شخص آيل هو. پاڻ فرمايائون تہ مون ئي کين منع اچڻ کان ڪيو ڇاڪاڻ تہ کين ماءُ جي تيمارداري ڪرڻي آهي. ماءُ جي تيمارداري ۽ ماءُ جو مقام رسول خدا جن جي زيارت کان اهم هجي. انهيءَ رشتي جو وڇوڙو جي جهورينڌڙ هجي ٿو.
خدا هن رشتي جي جدائي جو صبر سان سهڻ جي توفيق ڏي. آمين.
**پروفيسر علي نواز لغاري**
ٽنڊو ڄام

■ چاچي اسان کان وڇوڙو ڪري وئي، هڪ وڏو خال پيدا ٿي ويو آهي. اسان جي چاچي هڪ سچي ۽ پيار ڪرڻ واري، همدرد سان گڏ هڪ وڏي ڏاهي، پنهنجن توڙي پراون سان پيار ڪرڻ واري هئي، هر انسان کي هن دنيا مان هلڻو آهي. الله چاچا، ڊاڪٽر انور ۽ منور لغاري کي صبر عطا ڪري ۽ چاچي کي جنت ۾ جڳهه ڏي.

**محمد انور لغاري**

● چاچي جي وڇڙڻ جو ٻڌي تمام گهڻو ڏک پهتو چاچي جيئي سنڌ جي مختلف دڙن ۾ ورهائجي ويل ڪارڪنن جي ماءُ هئي ۽ اهي ڪارڪن جن چاچي جي خدمتن کي وساريو اُهي شايد سنڌ کي بہ وساري ويهن.
**قاسم لغاري**
سانگهڙ

● چاچي کي آئون سندس اولاد جي حوالي کان ڳچ عرصي کان واقف هئس. مونکي هڪ دفعو ساڻس ملاقات جو موقعو پڻ مليو. هوءَ هڪ ماءُ هئي پنهنجي اولاد لاءِ ۽ عام طور تي سمورن قومي ڪارڪنن لاءِ هن واسطي ۾ ايندڙ سمورن ڪارڪنن کي اولاد جيان پاڻيو ۽ خدمت ڪئي. منور لاءِ هن کي هر وقت اونو رهندو هو. منور جي هر واقف ۽ اڻ واقف سان منور جو پئي ذڪر ڪندي هئي. سندس زندگي جا آخري سال منور جي جدائي سان سهندي گذاريا. ۽ هوءَ جڏهن منور سان آمريڪا ملڻ وئي ته سندس زندگي جي آخري ويڙهاند جو بہ انت آيو ۽ هوءَ هن دنيا کي هميشه لاءِ ڇڏي رواني ٿي. سندس سچي زندگي جو تجربو ۽ ان جو نچوڙ جڏهن هن منور سان ونڊيو ته منور کي پهريون احساس ٿيو ته هڪ اڻپڙهيل انسان جو زندگي جو پورهيو ۽ تجربو ڪافي صورتن ۾ پڙهيل لکيل ۽ گهڻو گهميل ڦريل کان وڌيڪ آهي. سندس زندگي ۽ ياد اسان لاءِ هميشه مشعل راهہ رهندي.

**ڊاڪٽر علي گل ميتلو**
حيدرآباد

● امڙ غلام فاطمه جي وڇوڙي جي خبر مون تي قيامت جي گهڙي کان گهٽ نہ هئي. ڪجهہ گهڙين لاءِ زمين پيرن هيٺان نڪري وئي. ڊاڪٽر انور ۽ منور سان گڏوگڏ منهنجي بہ سڳي ماءُ مثل هئي. امڙ مون کي بہ ڊاڪٽر انور ۽ منور سان گڏ نپائي ۽ پڙهائي وڏو ڪيو. آئون اڄ جنهن بہ منزل تي بيٺل آهيان ان ۾ امڙ فاطمه جون محبتون، ڪوششون، دعائون ۽ راتين جا اوجاڳا شامل آهن. هوءَ مون کي بہ هميشه ڊاڪٽر انور ۽ منور جيان پنهنجو اولاد سمجهندي هئي. منهنجي ڇهين ڪلاس جي تعليم کان وٺي يونيورسٽي مڪمل ٿيڻ تائين امڙ فاطمه جو ساٿ ۽ دعائون گڏ رهيون. ۽ اڄ هن جي انهيءَ محنتن سبب هي مقام مليو آهي.
اڄ امڙ جي وڃڻ تي ٿڌي ڇانو کان محروم ۽ دعائن جي دروازي کان پري ٿي ويو آهيان امڙ نہ رڳو اسان جي ماءُ هئي، پر سنڌ جي سمورن ڪامريڊن جي بہ ماءُ هئي. هو شجاعت ۽ بهادر عورت هئي. آخري وقت تائين بہ لاعلاج

مرض هوندي به موت سان اکيون اکين ۾ ملائي جيئندي رهي. بحرحال موت ته برحق آهي. اڳي پوءِ سڀني کي سچي جهان ۾ هلڻو آهي. پر ڪن ماڻهن جو وڃڻ، پويان ڳئين يادگيرين ۽ خوشبوءِ ڇڏي ويندو آهي. امڙ ته اسان کان اڳتي نڪري ابدي جهان ۾ هلي وئي آهي، پر سندس بهادري، بيباڪي، سچائي خوشبوءِ ۽ دعائون سدائين اسان سان گڏ آهن.

اسان جي امڙ هن دنيا ۾ به آمر هئي ۽ اڳتي به هميشه امر رهندي، الله سائين کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ سنڌ امڙ جي لئه جيڪي به هن جا خواب هئا، سي سڀ الله سائين پورا ڪري، آمين.

الله سائين کان دعا آهي ته الله تعاليٰ امڙ جي پوئترن ڊاڪٽر انور، منور، چاچي محمد علي ۽ سمورن مٽن مائٽن، احبابن ۽ قومي ٻچڙن کي هن ڏک سهڻ جي همت ۽ صبر عطا فرمائي.

**رفيق احمد لغاري**

27_9_2008

■ امان غلام فاطمه جي وفات سنڌ ڌرتي جي هڪ اهڙي منفرد ڪردار جي پڇاڻي آهي، جنهن کان پوءِ ان رول نڀائڻ لاءِ نه ته ڪو ڪردار آهي، ۽ نه ئي اهڙو متبادل ماڻهو آهي، مونکي اهڙي ماءُ تي فخر آهي. جنهن انور ۽ منور جهڙن پٽن کي جنم ڏنو ۽ انهن جي تربيت ڪئي. الله کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي.

**بشير احمد لغاري_ مورو**

4 جنوري 2009

# تاثراتي نوٽ

## اسان جي امڙ...!

پن جي ٻيڙي ڏکائي اسان جي امڙ فاطمه لغاري پنهنجي مخصوص انداز لهجي ۾ مٺڙي سرائيڪي زبان ۾ منور ۽ مون کان پڇندي هئي ته "پٽ وَل ڪڏان آوسو" (پٽ وري ڪڏهن ايندو؟).

سنڌ، سيد، شاهه لطيف جي پيغام جا پانڌيئڙا، اسان ٻه دوست، پائر ۽ هم سفر، سدائين سياسي سفر ۾ پيا هلندا هئاسين. سڄيءَ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ، ڳوٺ راڄ، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون، وس ۽ وت کان به گهڻو زور لائي پيا رڙهندا هئاسين. اسان جي امڙ کي سدائين اسان جي اون ۽ انتظار پيو رهندو هو ۽ سندس دعائون هميشه هر حال ۾ اسان سان ساٿي هونديون هيون.

اسان جو وڏو ڀاءُ ڊاڪٽر انور لغاري پنهنجي پيار ۽ ڪجهه ڪاوڙيل لهجي ۾ سدائين اسان ٻنهي سان جهيڙيندو هو ته: توهان ٻنهي جون ته جُتيون ئي گسي ويون آهن. نه سُک نه آرام، رڳو پيا ٿا هلو ۽ جاڳو نه صحت جو خيال، نه ڪپڙي جي، نه لٽي جي، سڄيون سڄيون راتيون ننڊ حرام آٿو. چڙ ته انقلاب آهي ئي توهان جي هٿ ۾ بس اجهو ٿا آڻيو. ٻيلي ڪجهه ٿڌا ٿيو. نوان ڪپڙا لٽا وٺو پنهنجا بوٽ ته ڏسو ڦاٽا پيا آٿو. وغيره وغيره.

سچ پچ ته ڀاءُ انور جو اهو انداز ۽ لهجو هدايتون ۽ محبتون ڏاڍو مزو ڏينديون هيون. اسين کلي پيا، سندس ڪاوڙ ٽاريندا هئاسين. اسان جي اَمڙ به پئي اهو لقاءُ ڏسندي هئي. پر بنا ڳالهائڻ ۽ ڪجهه چوڻ جي باوجود به محسوس ٿيندو هو ته هو هميشه منور ۽ منهنجو ئي پاسو وٺندي هئي، وري چوندي هئي ته: اَبا آصف انور به صحيح ٿو چوي، تون سمجهدار آهين، باقي مُنو (منور کي امڙ پيار مان مُنو به سڏيندي هئي) ته رڳو چڙ ۽ تيسو ٿو ڪري،

رُسي ٿو تہ ماني بہ ڪونہ ٿو کائي ڏوڙو ٿيو رڳو سُتو پيو آهي. ڪاوڙ ۾ غصي ۾ پاسرائين ئي نڪري آيون اٿس. چڙيو مون آهي، سنڀاليو تو اٿس. اَمڙ اسان سان سرائيڪي ۾ ئي ڳالهائيندي هئي. منور لغاري بہ بادشاهہ ماڻهو ان جا بہ ڪيئي رنگ ۾ ترنگ هوندا هئا، موڊ خراب ٿيو ناهي، پوءِ ماني ڇُٽي، ڏوڙو ڪروندڙو ٿيو پيو هوندو هو يا ڪو ڪتاب پيو پڙهندو هو. جڏهن صاحب جو موڊ ٺيڪ ٿئي، راڻو راضي ٿئي، بس پوءِ مون کي بہ سندس طبيعت سمجهہ ۾ اچي ويئي هئي. سو ٿوري گهڙي دير ڪانپوءِ همراه وري ٺاٺ، هاڻي ماني ڏيو. وري پوڳ چرچا، ڀاڙا ٽڪا، سياسي تجزيا، دنيا جهان جا تبصرا ۾ مُرشد لطيف جو ڪلام.

گهڻ ماڻهن کي خبر هوندي تہ منور لغاري چرچائي بہ وڏو آهي. وري جڏهن سياسي سفر لاءِ تيار ٿيندا هئاسين، يا ڪتان، سنڌ جي ڪنهن ڪنڊ ڪڙڇ منجهان ٽڪجي موٽي ايندا هئاسين تہ اسان جو بزرگ، محبتي ۾جاکوڙي انسان، جيڪو چاچا محمد علي لغاري جي نالي سان سنڌ ۾ تمام گهڻو ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو ۾ لطيف سائينءَ جو پارکو پڻ آهي. اُهو اسان کي هميشه شاهہ سائينءَ جو ان موقعي ۾ محل جي مناسبت سان اهڙيون روح کي گرمائيندڙ سٽون پيو ٻڌائيندو هو جو ٿڪ ئي لهي پوندا هئا. ڇا جا اوجاڳا ڇا جا پنڌ، بس وري نئين سِر نوان ٿيو پيا هلندا هئاسين. اسان جي اَمڙ ان سڄي سلسلي ۾ اسان جي سفر جي تياري هجي يا موٽ هجي، اسان لاءِ ڪپڙا ڌوتل، مانيون ٽڪيون، صبح جو ناشتو ۾ سندس دعائون ۾ محبتون سدائين تيار.

اسان ٻنهي ڪارڪن ياٽرن (منور، آصف) جي جوڙي مشهور هوندي هئي، ڪي دوست تہ اسان کي هڪ ٻئي جو همزاد بہ چوندا هئا.

جيئي سنڌ سان گڏوگڏ اسان جا سنڌ جي ٻين وطن دوست، ترقي پسند، روشن خيال، جمهوريت پسند دوستن ۾ ڪارڪنن سان بہ سٺا تعلقات ۾ لڳ لاڳاپا هوندا هئا. عوامي تحريڪ، ڪميونسٽ پارٽي، وطن دوست انقلابي پارٽي ۾ ٻين ڪيترن ئي سڄاڻ دوستن ۾ يارن سان ميل جول، سياسي بحث مباحثا، ڏاڍي دوستاڻي ماحول ۾ پنهنجائپ واري لهجي پيا ٿيندا هئا. هينئر تہ سياست ۾ برداشت جو مادو گهٽو گهٽجي ويو آهي.

سياست ۾ بہ جڻ تہ قبائلي ڪلچر اچي ويو آهي. تنگ نظري ۽ گروهي سوچ، وڏي ويئي آهي. هر ڪو فتوي واري انداز ۾ پيو ڳالهائي، ڪير ڪنهن جي راءِ جو احترام ڪرڻ لاءِ تيار ناهي، اختلاف راءِ دشمني سمجهيو ٿو وڃي. بهرحال سنڌ اندر 1980ع وارو ڏاڪو سياسي، نظرياتي ۽ ادبي ميدان ۾ زبردست، سرگرمين طور هميشه يادگار رهندو. مٿي بيان ڪيل اسان جي ان ننڍڙي ۽ مختصر سياسي ڪتنب ۽ قبيلي ۾ ننڍڙو ڪريم لغاري ۽ احسان لغاري بہ هميشه پنهنجي ڪنهن نہ ڪنهن ڳالهہ کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ ڏاڍي معصوميت واري انداز ۾ ڊاڪٽر قادر مگسي جو قسم کڻي پيا ڪم هلائيندا هئا. ايستائين جو منور لغاري جيڪو چڻڻي ۽ پڪوڙن جو وڏو قدردان آهي، اهو ڪريم لغاري سان ڏڏو ڪري وجهندو هو تہ، توکي پنج يا ڏهہ رپيا ڏناسين، تون پورن پئسن جا پڪوڙا نہ وٺي آيو آهين، ٺڳي ڪري بہ يا ٽي روپيا هڻي آيو آهين. پوءِ ڏسو مزو پيارو ڪريم بار بار مسڪرائيندي سرائيڪيءَ ۾ پيو رڳو ورجائيندو هو تہ: ميڪون ڊاڪٽر دا قسم.... وغيره. ڊاڪٽر قادر مگسي انهيءَ سچي ڪتنب ۽ قبيلي ۾ اسان سڀني جو وڏو ۽ سرواڻ، پنهنجي محبت ۽ جرئت سان آزادي پسند انقلابي جدوجهد ۾ ڏاڪي بہ ڏاڪي اڳتي وڌندو رهيو جيجل امڙ فاطمه جي دعائن جو گهڻو مرڪز ۽ محور ڊاڪٽر صاحب جي شخصيت ئي هئي. سائين عبدالواحد آريسر صاحب، سائين غلام شاهہ، ڊاڪٽر دودو مهيري، سائين منير شاهہ، سائين تاج جويو، محترم ناز سهتو، پيارو غلام حيدر شاهاڻي صاحب، ڊاڪٽر همايون قاضي، ڊاڪٽر حميد ميمڻ، پيارو فقير داد کوسو، ڊاڪٽر قدير ميمڻ، ڄام ياسين چاچڙ، پيارو فضل پنگوار، مطلب تہ الاهي سارا دوست، ڪارڪن، اڳواڻ، دانشور، صحافي، سڀ جا سڀ ڪنهن نہ ڪنهن محل ۽ موقعي تي هير آباد جي ان يادگار گهر تي پاڻ ۾ پيا رهاڻيون ڪندا هئاسين.

زمانو ڇا بدليو جڻ تہ ڪو آنائو ۽ آيا ڳوواءُ وريو جو سڀ ڪک پن ٿي وياسين. اڄ صرف ڪي يادون ۽ ساروڻيون ئي باقي آهن. ۽ انهن سڀني يادن ۽ ساروڻين تي حاوي آهي اسان جي امڙ فاطمه لغاري جي ياد. سندس خدمتون ۽ محبتون، دعائون ۽ شفقتون، ڀلا ڪير ڪيئنءَ ٿو وساري سگهي، پنهنجي يادگيرين جي اُن اَملهہ خزاني کي، پنهنجي بهادر، دلير سنڌ وطن

سان بي انتها محبت ڪندڙ جلسن، جلوسن ۾ سنڌي نياڻين کي سنڀاليندڙ ۽ منظم ڪندڙ اهڙي عظيم شخصيت ڪي.

افسوس صد افسوس! مون کي ته سندن آخري ملاقات به نصيب نه ٿي. ڇا ڪجي؟ انسان پنهنجي بيوسي ۽ لاچاريءَ تي بس رڳو لڙڪ ئي ته لاڙي ٿو سگهي.

اڄ زمانو بدليل آهي، حالتون بدليل آهن، لهجا ۽ موقف بدليل آهن، وفاداريون ۽ واسطيداريون بدليل آهن.

چهرا ته ساڳيا آهن پر اندر بدليل آهن. هنگامه خيز زندگيءَ ۾ هر هڪ انسان پنهنجيءَ ۾ پورو آهي. پر پوءِ به ايڏي انتشار هيجان ۽ نفسانفسيءَ واري جهان ۾ ڪي يادون ۽ سارو ٽيون اهڙيون به آهن جي سچي حياتي "وساريان نه وسرن" وانگر سدائين زنده رهنديون.

بلڪل ائين ئي اسان ڪان اسان جي امڙ فاطمه لغاري به ڪڏهن ڪونه وسري سگهندي

شل ڏڻي تعاليٰ کيس پنهنجي رحمتن جي ڇانو ۾ رکي! آمين.

آصف بالادي

# صدمي ۽ ماتم واري ڪيفيت

پيارا اسماعيل!

اسين ٻئي اڳ ۾ ئي پنهنجون مائرون وڃائي ويٺا آهيون. هاڻي هڪ دفعو وري ساڳئي درد مان گذري رهيا آهيون جو اسين پنهنجي حقيقي ڄيجل وڃائي ويٺا آهيون. پاڻ هن جي پيار ۽ پاڀوهه، سار ۽ سنڀال کي ڪٿي ٿا وساري سگهون. هن هر حال ۾ اسان جي سار سنڀال لڏي ۽ انتهائي شفقت ۽ دل و جان سان اسان جي پرگهور لڏي

ڪجهه ڏينهن اڳ مون هن (امڙ) جي باري ۾ منور کي لکيو. مون هن کي ٻڌايو تہ هوءَ هڪ عظيم عورت آهي ۽ هن جو ڪردار هڪ ڄيجل ماءُ کان گهٽ نہ آهي، ڇڻ ناول جو عظيم ڪردار "گورڪي"سنڌ هڪ عظيم نياڻي وڃائي ويٺي آهي. اسين سڀ ان تي نازان آهيون. اسين هن کي ڀلا ڪيئن ٿا وساري سگهون؟ مون کي اڄ بہ ياد آهي جڏهن 20 سال اڳ سندس هيرآباد جي پراڻي گهر، جيڪو ڊاڪٽر موريائي جي ڪلينڪ جي ويجهو هو ان ۾ ڪرفيو جي شروعاتي ڏينهن ۾ هن ڪيئن نہ اسان سڀني جو خيال رکيو تي. شايد ڪا سڳي ماءُ بہ هوند ائين نہ ڪري. اسان هن گهر کي ان آڪيري وانگر محسوس تي ڪيو جتي پکي وچيو پنهنجا پر پکيڙين ۽ سک ۽ سانت، آرام ۽ آشتي ۾ پنهنجو پاڻ کي محفوظ ٿا سمجهن!

اها ڪيڏي نہ ڏک جي ڳالهہ آهي جو هن وقت اسين چاچا محمد علي، منور ۽ انور کان پري آهيون. اسين سڀ هڪ گهري صدمي، غم ۽ ماتم واري ڪيفيت ۾ مبتلا آهيون.

الله تبارڪ و تعاليٰ متس پنهنجي مهر ڪري، ڪجهہ ڏينهن پهرين، مون هن جي بخشش لاءِ خانہ ڪعبہ جو طواف ڪيو ۽ انشاءَالله چند ڏينهن ۾ هن لاءِ عمرو پڻ ادا ڪندس.

**ڊاڪٽر امان الله پنهور**

جده، سعودي عرب

# اسان جي امڙ

پنهنجي سڳي ماءُ کان پوءِ اِها امان ڦاپو (فاطمہ) آهي جنهن کي اسان سڀ امان (ماءُ) ڪري سڏي سگهون ٿا.

امان ڦاپو تقريباً سڀني سنڌي قومپرست رهنمائن ۽ ڪارڪنن جي ماءُ هئي. هن پنهنجي اولاد وانگر بغير ڪنهن امتياز جي، انهن جي سار سنڀال ڪئي. سنڌي قومي تحريڪ ۾ ڪيترائي ماڻهو سائين جي.ايم.سيد جي نظرئي کان متاثر ملندا. امان ڦاپو اها واحد شخصيت آهي جنهن هميشہ ڪارڪنن جي حوصلہ افزائي ڪئي ۽ انهن جو ذاتي طور تي خيال رکيو جيڪي اڄ بہ سنڌي قومي تحريڪ جي مختلف ڌڙن سان تعلق رکن ٿا.

هوءَ هڪ سنڌي قومپرست جي ماءُ آهي جو هن اُنهن ڪارڪنن کي ڪاڏو پچائي کارايو جيڪي ڪاليجن يا ادارن مان اچي پتين تي لکندا هئا، جلسن جلوسن ۾ شرڪت ڪندا هئا يا ٻين ڪن سياسي تحريڪن ۾ متحرڪ هوندا هئا. جڏهن ڪارڪن پنهنجي اڻٿڪ جدوجهد دوران مايوس ٿي ويندا هئا تہ هوءَ انهن کي حوصلو ۽ همٿ ڏيندي هئي. انهن جيالن جو اونو ڪندي هئي جيڪي زخمي ٿيندا هئا يا ذهني ۽ جسماني اذيتون

سهندا هئا. جڏهن هو حڪومتِ وقت کان لڪندا وتندا هئا يا انهن کي هاسٽلن يا ادارن مان نيڪالي ڏني ويندي هئي تہ اسان جي امان انهن کي شفقت پريو هٿ ۽ ٿڌو ٿانئرو اجهو فراهم ڪندي هئي. هن هميشہ بغير ڪنهن فرق جي، هنن جي دل جي گهراين سان آجيان ڪئي، نہ جنس، نہ عمر ۽ نہ ئي ڪو نسلي امتياز!

منهنجو بہ تعلق سنڌي قومي تحريڪ سان 28 سالن کان وٺي هلندو اچي پيو. مون ڏٺو تہ ڪيئي رهنما ۽ ڪارڪن ان تحريڪ ۾ شامل ٿيا ۽ پنهنجو پنهنجو ڪردار نڀائيندا رهيا. ۽ ساڳئي وقت، ڪيئي ڇڏي بہ ويا. پر امان ڦاپو هميشہ پنهنجي جدوجهد ۾ ثابت قدم رهي.

چاچا محمد علي جي گهر واري هئڻ جي ناتي، هوءَ "چاچي" جي نالي سان ڄاتي سڃاتي ويئي ٿي. ڊاڪٽر انور ۽ منور لغاري جي پيءُ هئڻ ڪري چاچا محمد علي ڄڻ تہ سيني سنڌي قومپرستن جو "چاچا" هُيو. بظاهر، امان (چاچي) جو خاندان انهن چئن ڄڻن تي مشتمل هو پر حقيقت ۾ سڀ قومپرست ڪارڪن ان خاندان جو هڪ حصو هئا ۽ ان خاندان جا اهي چار ئي افراد جن ۾ امان بہ اچي ٿي وئي سڀ جا سڀ قومي تحريڪ ۾ انتهائي متحرڪ رهيا آهن. ان ڪري هي خاندان قومپرست تحريڪ ۾ نمايان حيثيت رکي ٿو.

بظاهر تہ هوءَ پوڙهي، جسماني طور تي ڪمزور ۽ ظاهراً اڻ پڙهيل هئي پر اندر کان مضبوط هن عورت قومپرستي جي هر قسم جي تحريڪ لاءِ ڪم ڪيو. چاهي ڪارڪنن جو واسطو لطيف سنگت سان هجي يا پورهيت سنگت سان، شاگرد تنظيم هجي يا ترقي پسند پارٽي، ناري تحريڪ هجي يا وطن دوست پارٽي يا اڃا بہ ڪي ٻيون. سيني جي امان خدمت ڪئي. هوءَ ذهني طور تي ايتري تہ پختي هئي جو هوءَ هميشہ پين لاءِ هڪ قسم جو وجدان (حوصلي وڌائڻ جو وسيلو) هئي، خاص طور تي، جڏهن قومي تحريڪ جا ساٿي ۽ سرواڻ دشمنن جي تڪليفن ۽ دوستن جي بي وفائين کان نراس ۽ نااميد ٿي ويندا هئا. آئون هن کي اڻ پڙهيل نہ چوندس. بيشڪ هن ڪي ڪا درسي تعليم تہ مليل ڪانهہ هئي پر هن جي نگاهہ قومي

سياست ۾ مسئلن تي ڪتل هوندي هئي. حالات ۾ واقعات جي تجزئي ڪرڻ جي منجهنس ڪافي قدر صلاحيت هئي. وڌي ڳالهه ته ماڻهوءَ جي سڃاڻپ هيس ۾ حالتن کي پروڙي پيشنگوئي ڪرڻ جي به منهنجس صلاحيت هئي.

هن جي زندگي جي آخري ڏينهن ۾ جڏهن هوءَ آغا خان يونيورسٽي اسپتال ۾ زيرِ علاج هئي ته هن جي معالج ڊاڪٽر ظئيغم عباس مون کان سوال ڪيو ته "آخر هيءَ ڪير آهي جو جيڪو به هتي اچي ٿو سو چوي ٿو ته هيءَ منهنجي ماءُ آهي." مون ترت ئي جواب ڏنومانس:

هي سنڌي قومپرستن جي ماءُ آهي. ۽ آئون اڄ به يقين سان چوان ٿو ته ان ۾ ڪنهن به قسم جو وڌاءُ نه هو. ان جي ڪفن دفن جي موقعي تي، مون هڪ نگاهه اُتي موجود سوڳوارن تي وڌي ته مون کي اندازو ٿيو ته جيڪڏهن سڀ جا سڀ نه ته گهٽ ۾ گهٽ ڪافي اهڙا ماڻهو مون کي نظر آيا جن ضرور بضرور امان جي ڏڪندڙ هٿن جي پڪل ماني ضرور کاڌي هوندي ڇا هي سيني قومپرستن جي امان ۾ موجوده دؤر جي علامت نه آهي؟

ڊاڪٽر اسماعيل ميمڻ
آغا خان يونيورسٽي،
ڪراچي.

# ٽورا

دل گهريا دوستو،

منهنجي پياري امڙ جسماني طور تي ته جدا ٿي چڪي آهي پر اُن جا ڪيل ڪم هميشه لئہ زنده رهندا. جيئن گوتم ٻُڌ چيو:

"نہ باهہ نہ هوا، نہ جَر نہ موت، اسان جي نيڪ عملن کي ميساري سگهي ٿو."

هوءَ بہ اوڏانهن ٿي ويئي جتي هر هڪ کي هڪ ڏينهن وڃڻو آهي. مون وٽ اُهي لفظ نہ آهن جن سان هُن کي بيان ڪري سگهان. بس اُهو ڪِي ڪجهہ لکي سگهان ٿو جيڪو مون کي منهنجي دوستن لکيو:

هڪ دوست سعودي عربيہ مان لکيو:

"چند ڏينهن اڳ مون هُن (امڙ) جي باري ۾ منور کي لکيو. مون هن کي ٻڌايو تہ هوءَ هڪ عظيم عورت آهي ۽ هن جو ڪردار هڪ جيجل ماءُ کان گهٽ نہ آهي جڻ ناول جو عظيم ڪردار "گورڪي". سنڌ هِڪ عظيم نياڻي وڃائي ويٺي آهي. اسين سڀ اُن تي نازان آهيون."

هڪ ٻئي دوست هندستان مان هي پيغام موڪليو:

"مون کي هُن (امڙ) سان ڪڏهن ملاقات جو شرف تہ حاصل ڪونہ ٿيو پر آئون ڄاڻان ٿو تہ هوءَ تنهنجي لاءِ اوسر ۽ اپار جو وڏو ذريعو هُئي. هن جو اسان کان جدا ٿيڻ هڪ وڏو نقصان آهي جيڪو خال تيستائين پرجي نٿو سگهجي جيستائين تون پنهنجن نظريات جي دفاعي جنگ نہ لڙين جيڪي هُن جا پڙ هُئا."

دبئي جي هڪ دوست ڪجهه هيئن لکيو:

"اسان جي امڙ نہ فقط سنڌ جي جياپي جي جنگ جوٽيندڙن لئہ هڪ وجدان هئي پر هر ان شخص لاءِ جيڪو جلاوطن هجي يا پنهنجي ديس کان پري هجي.

آمريڪا مان هڪ دوست لکيو:

تنهنجي جيجل جو روح پرواز ڪري ويو. اِهو وڏي دلي صدمو پهتو. زندگيءَ جو پنڌ ۽ پيچرو آهي ئي اِهو اسان سڀني کي هڪ مقرر وقت تي هيءَ دنيا ڇڏڻي ئي آهي. اسان جي گذريل ملاقات ۾ تو اهڙي خدشي جو اظهار بہ ڪيو هو. اِها پيار جي موڪلاڻي آهي. ممتا جي پيار جو ڪو نعم البدل آهي ئي ڪونہ."

سنڌ مان هڪ سڄڻ جو سنيهو:

پيارا صوفي،

بلاشبہ امان فاطمہ جو ڏک ڀريو موت، تنهن جي لاءِ تہ ذاتي نقصان آهي پر اهو سنڌي قومي تحريڪ لاءِ بہ هڪ ناقابلِ تلافي نقصان آهي جنهن جو ازالو ويجهڙائي ۾ مشڪل پيو لڳي. مون کي اڄ بہ ياد آهي تہ ضيا جي آمرانہ جابرانہ ۽ اونداهي دور ۾ جڏهن پوري سنڌي قوم، ڦاهيءَ جي ڦندي هيٺ ڦٿڪندي پئي محسوس ٿي ۽ چاچا محمد علي کي اڪثر پوليس ٿاڻن تي، ٽوکي پيش ڪرڻ لاءِ گهرايو ويندو هو. فوجي عدالتن جي طرفان ڊاڪٽر انور کي جيل جي لوهي شيخن پٺيان ڦٽو ڪيو ٿي ويو. اهڙي اڻ کٽ ڏڀاءَ جي باوجود، هوءَ (امڙ) قوم پرست سياسي رهنمائن جو کليل دل سان آڌرڀاءُ ڪندي هئي. انهن ۾ ڪجهه تہ رهنما اشتهاريءَ بہ هئا. پر هوءَ هميشہ سنڌ جي سپوتن جي آجيان هڪ مسڪرائيندڙ ماءُ جيان ڪندي هئي. ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ هوءَ سنڌي قومي تحريڪ جي ماءُ هئي ۽ سندس ان دليرانہ ۽ جرئتمندانہ ڪردار ڪري، هوءَ هميشہ لاءِ ياد رهندي.

آئون ٿورائتو آهيان انهن سڄڻن جو جن مون کي ياد رکيو اي - ميل ڪيا ۽ خصوصاً انهن جو مشڪور آهيان جن، امڙ جي علاج جي سلسلي ۾ منهنجي مدد ڪئي ۽ پورو پورو ساٿ ڏنو. خاص طور تي انهن جو بہ

احسانمند آهيان جيڪي منهنجي ڳوٺ آيا ۽ اچي امڙ جي مڙهه کي گُلهو ڏنائون. انهن جي بہ مهرباني جن هن سان ملاقات ڪرائڻ ۾ پورو پورو سهڪار ڪيو. آئون ذاتي طور تي انهن جو بہ شڪريو ادا ٿو ڪريان جن روبرو يا اي ميل، فون ۽ خط و ڪتابت جي ذريعي مون سان عذرخواهي ڪئي.

ان سان گڏوگڏ آئون تهہ دل سان ٽورانٽو آهيان عالمي سنڌي ڪانگريس، بلوچ دوستن، SDF، BSONA، FRJP ۽ سارنگ سنڌي جو جنهن امڙ جي تصوير پس منظر ۾ ڏيکاري ۽ مون کي سنڌي ۾ خط لکيائين. ڊاڪٽر واحد بلوچ جو ٿورو جو هن پڻ سندس ويب سائيٽ تي عذرخواهي جي پيغامن کي گڏ ڪري ڇپيو. بدقسمتي سان پاڪستان جي سرڪار ان ويب سائيٽ تي بندش وجهي ڇڏي آهي. آخر ۾ هڪ دفعو وري بہ ٽورانٽو آهيان، انهن مڙني ماڻهن جو جن مون سان جيجل جي جدائي تي عذرخواهي ڪئي.

بقول لاکيڻي لطيف جي:

جان جان هئي جيئري، ورچي نہ ويٺي،<br>
وڃي پوءِ پيٺي، سڪندي کي سڄڻين.

خير انديش

**منور لغاري**

واشنگٽن ڊي سي
202_378_0333

سنڌ جي فاطمه

چاچا محمد علي لغاري

ڏي سنڌ اڪيڊمي



## تعارف

| | |
|---|---|
| نالو: | چاچا محمد علي لغاري |
| ولديت: | گلو خان لغاري |
| ڄمڻ جو هنڌ: | بخشو لغاري |
| تعلقو ۽ ضلعو: | حيدرآباد |
| ڄم جي تاريخ: | 7 آگسٽ 1940ع |
| تعليم: | سنڌي فائنل پاس، اپريل 1956ع |
| پيشو: | هاري |

چاچا محمد علي لغاري، سنڌ سان محبت رکندڙ ۽ انسانيت ۾ ويساهه رکندڙ هڪ انسان، هميشه سنڌ جي حقن لاءِ مختلف پليٽ فارمن تان پاڻ پتوڙيندو رهيو آهي.

چاچا محمد علي لغاري، لطيف سائين سان محبت ڪندڙ ۽ پيالي کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جو انداز به هڪ نرالو ۽ نڪتو آهي. پنهنجي سياسي تقريرن ۾ به هميشه لطيف سائين جا بيت اُچاريندو رهيو آهي.

چاچا محمد علي [illegible] [illegible] يارن جو يار [illegible] چاهي اهي نوجوان هجن يا پوڙها هجن.

چاچا محمد علي لغاري ڪڏهن به ڪنهن سان ويساهه گهاتي نه ڪئي آهي. شال رب تعاليٰ کيس وڌيڪ ڄمار عطا فرمائي ته جيئن سنڌ جي ڌرتيءَ، پيڙهيل ۽ مظلوم ماڻهن جي وڌيڪ خدمت ڪري سگهي.

**لياقت عزيز**

# پڙھندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، بين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪِبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن ڪي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ ڪي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني ڪي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)